كتاب جو نالو: سنڌ ۽ سنڌو واس

ليکڪ: جڳديش آهوجا

ڇاپو: پهريون، جنوري 2014ع

ڇپائيندڙ: سنڌو واس پبليڪيشن،
سنڌ دوست رابطا ڪائونسل، سنڌ.



Email: jagdeeshahuja@yahoo.com



ڪمپوزنگ: راڻو خان ميگهواڙ
سُورج پرنٽرس، حيدرآباد.

قيمت: 200/- (ٻه سؤ رپيا)

# ارپنا

سنڌ ۽ سنڌو واس جي سرڪش روحن،
**شهيد سميع الله ڪلهوڙي**
ڪان
**شهيد مظفر ڀٽي**
تائين
سيني آزاديءَ جي شهيدن،
پنهنجن پيارن لاءِ پير پِٽون ڪندڙ
**بلوچ نياڻين، ٻارن، نوجوانن ۽**
بلوچ قافلي جي سرواڻ
**ماما قدير بلوچ،**
آزاديءَ جي متوالن ۽ انسانيت جي
علمبردارن،
علم، ڏاهپ ۽ بهادريءَ جو سنگم ڪندڙ
باڪردار ۽ بااخلاق
**نوجوانن**
جي نالي.

**ـ جڳديش آهوجا**

# سٽاءُ

# سنڌو واس

”ڪن فيڪون ڪن فيڪون ڪن فيڪون.
تاريخ جو سينو چيري
سنڌو واس ڪائنات جي ڪک مان،
نئون جنمر وٺي اُفق تي اڀري ٿو.“

ڏڪاريل ڏيهہ ۾ اڻ برسيل بادلن جو سينو چيري ڪو خاموش آواز مستقبل جي ڪتاب ۾ تحرير ڪرائي ٿو لوح قلمر ۾ محفوظ ٿيل هڪ صداقت.

مهاڀارت جو راوي بيان ڪري ٿو تہ: سنڌو راج (جئدرٿ) ڪو اهڙو جهڙو جوڏو ڪونہ هو هو اهڙي طرح سان تي وڙهيو جيئن ارجن (پانڊوئن جي لشڪر جي سرواڻ) ڪي ڪي پنهنجي سموري شڪتي لڳائڻي پوي. سچ پچ تہ نہ رڳو ارجن جي سموري سگهہ جي اِج آزمائش هئي پرخود ارجن جي بہ آزمائش تي رهي هئي. هاڻي سج وڃي افق کي ويجهو پهتو ۽ ٽامڻي ٽيڻ لڳو پر يُڌ (جنگ) جو انت نظر نٿي آيو ٻئي سورهيہ بهادري ۽ هوشياري سان وڙهندا رهيا. دريو ڌن (ڪوروئن جو راجا) هي حال ڏسي بود ۾ اچي ويو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو باقي گهڙي اڌ اچي بچي آهي ڏسجي ائين ٿو تہ جئدرٿ بچي ويندو ارجن جو واعدو پورو نہ ٿيندو ۽ ارجن کي شرمندو ۽ لچارو ٿيڻو پوندو. اوچتو ئي اوچتو بلڪل اوندهہ ٿي وئي، ٻنهي طرفن جي سپاهين هڪ آواز ٿي چيو تہ ”سج لهي ويو آهي، جئدرٿ بچي ويو آهي، ارجن هار کاڌي آهي.“ پانڊو اداسي ۾ اچي ويا ۽ ڪورو خوشي وچان رڙيون ڪرڻ لڳا. سنڌو راج جئدرٿ اولهہ ڏانهن نهاريو. هن ڏٺو تہ سج لهي چڪو آهي خطري جو وقت پورو ٿي چڪو آهي، ان ڪري هن دل ۾ سمجهيو تہ ”مان بچي چُڪو آهيان“ اُتي ڪرشن، ارجن کي چيو تہ ”جئدرٿ اولهہ ڏانهن منهن ڪيو بيٺو آهي، سندس منهن ٻئي طرف آهي، هو بي خبردار آهي، سج پچ سج لٿو ڪونہ آهي. اها اوندهہ بناوٽي آهي. اها مان ڪرائي آهي، وجهہ نہ وڃاءِ يڪدم پنهنجو ڪم پورو ڪر.“ ائين سنڌو راج جئدرٿ. مهاڀارت جي جنگ ڪرو ڪيتر جي ميدان ۾ دوکي سان ماريو ويو! ائين دوکي جي ديوار وڌندي وڌندي اُبي سان ڳالهيون ڪرڻ لڳي ٿي ۽ سنڌ سُسندي سُسندي سنڌو جي پاڻي لاءِ بہ سِڪڻ لڳي ٿي. ائين راجا جئدرٿ کان شاهہ

عنايت تائين دوکي سان ماريل اسان جي سورهين جي هڪ تاريخ جڙي ٿي، شڪستن ۽ شهادتن جي جهڙوڪر اڻ کُٽ سلسلي جي تاريخ.

سنڌو واس جو ڪئنواس محدود ٿيندو ٿيندو سنڌو جو پڇاڙڪو خطو وڃي بچي ٿي اسان جي سنڌ. ۽ ائين ان سان گڏ محدود ٿيڻ لڳي ٿو سنڌ ۽ سنڌو واسين جي دلين ۽ دماغن جو ڪئنواس.

رگ ويد جو راوي بيان ڪري ٿو ته:

"سنڌو!

جنهن تي ڪوئي سوپ ماٺي نه سگهيو آهي،

جيڪا سپ کان تيز رفتار آهي

خوبصورت گهوڙي جيان ـ

تنهن جو نظارو پسڻ جهڙو آهي

سنڌو!

جنهن پنهنجي شاهي سواري سان،

گهوڙا جوٽي رکيا آهن،

سا هن ڊوڙ ۾ اسان کي،

سوپ سان همڪنار ڪرائي سگهي ٿي.

پر افسوس! سنڌ جي ساهس ۾ رگ ويد جي راوي جهڙو ايمان وڃائي ويٺي آهي اسان جي سنڌ. سنڌو جي پيٽ ۾ واريءَ جو رڻ پسي وساري ويٺي آهي اڄوڪي سنڌ، ته سونهن ۽ سرڪشي جو رشتو اٽوٽ هوندو آهي، ته سونهن ۽ سرڪشي جي اٽوٽ رشتي جون پاڙون پاتال ۾ هونديون آهن ۽ سنڌو جي سونهن ۽ سرڪشي اٽل آهي، ازلي و ابدي آهي. ڪائي ڏائڻ سنڌو جي سونهن کي وقتي طرح گرهڻ ته لڳائي سگهي ٿي، ڪوئي ڊيم سنڌو جي سرڪشي کي لغام ته ڏيئي سگهي ٿو پر سنڌو جي سرڪش روح کي سدا لاءِ مات ڏيڻ ممڪن ناهي. سرڪش سنڌو سرڪش روحن جي آبياري ڪالهه به ڪئي هئي، اڄ به ڪري رهي آهي ۽ سياڻي به ڪندي رهندي. سنڌ سرڪش روحن جي جنم داتا آهي. سنڌو سرڪش روحن جي جنم جنم جي جيون ساٿي آهي ۽ نه وساريو ته سرڪش روح ڪڏهن به مرندا ناهن. ها، وقتي طرح منظر تان غائب ضرور ٿي ويندا آهن، جو لس فوچڪ چواڻي: زير زمين هليا ويندا آهن، جڻ ته مري کپي ويا هجن، پر هو ته ٻج جيان زمين دوز ٿي ويندا آهن. ٻج، جنهن مان نئون سلو ڦٽندو آهي، بنجر زمين کي زرخيز ڪندو آهي. بس ائين ئي سنڌو هر جُڳ ۾ سرڪش روحن کي نئون جيون، نئين سگهه بخشيندي آهي، ۽ نه وساريو ته سچ سرڪش روحن جي پيشانين منجهان اپرندو آهي.

سنڌ جي آزادي جو انسان ذات جي آزادي جو سنڌو واس جي نئين تهذيب جو انسان دوست تهذيب جي نئين عظمت جو سج سنڌ ۾ سنڌو واس جي سرڪش روحن جي ئي پيشانين منجهان ابرٽو آهي.

جيئي سنڌ، جيئي سنڌو واس

**جڳديش آهوجا**

# اسان ڇا ٿا چاهيون؟

اسين پنهنجي تقدير بدلائڻ ٿا چاهيون، ها بلاشڪ! اسين پنهنجي تقديرن جا مالڪ پاڻ آهيون. اڄ اسين جيڪا تقدير ڀوڳي رهيا آهيون تنهن جا سڀ کان اولين ذميوار اسين پاڻ آهيون. اسان جي اڄوڪي حالت زار جا سڀ کان وڏيڪ ذميدار بہ اسين پاڻ آهيون. اسان جي ڪوتاهين، لاپرواهين، غفلتن، غلط عادتن ۽ ڪم ظرفين ئي اسان جي اڄوڪي تقدير جي تخليق ڪئي آهي ۽ هاڻ اسين هڪ نئين تقدير جي تخليق ڪرڻ ٿا چاهيون. هڪ بهتر تقدير جي تخليق.

ڪائنات جي ڪُڪِ مان تخليق جا سرچشما اڄ بہ ڦُٽي رهيا آهن. ڌرتيءَ جي ڪُڪِ سنڍ نہ ٿي آهي ۽ نہ ئي انسان جو انسان دوست تخليقي روح مري ويو آهي. ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ انسان پنهنجي تباهي جي موتمار هٿيارن جي تخليق ڪئي آهي ۽ اهڙي ڪنهن پائدار نظام جي قيام ۾ ناڪام ويو آهي جنهن ۾ هو عزت، وقار ۽ آزديءَ سان جيئڻ جو حق ماڻي سگهي. انساني سماج اڄ بہ حاڪم ۽ محڪوم طبقن ۽ قومن ۾ ورهايل آهي. اڄ بہ سموري ڌرتيءَ تي ذاتي، قبيلائي، قومي، طبقاتي، مذهبي، نسلي ۽ جنسي تعصبن جو راڄ آهي. پر اسان ڪي اهو بہ نہ وسارڻ گهرجي تہ هزارين سالن کان جاري طبقاتي غلامي، قبيلائي جهيڙن، قومي يلغارن ۽ مرداڻي حاڪميت جو خاتمو ڪو ايڏو آسان عمل بہ نہ آهي. اهو هڪ مسلسل ارتقا پذير عمل اهي، جنهن ۾ لاها چاڙها، ڪاميابيون ۽ ناڪاميون بہ ايئن ئي اٽل آهن، جيئن هر ڪنهن انسان جي زندگيءَ ۾ اهي اٽل هونديون آهن.

نجي ملڪيت ۽ غلاميءَ جي ظهور جي ڏهہ هزار سالن جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو انسانذات ويهين صديءَ ۾ هڪ اهڙي سماج جو تجربو ڪيو جنهن ۾ نجي ملڪيت ۽ غلاميءَ جي خاتمي جي ڪوشش ڪئي وئي. سوويت سوشلسٽ نظام ۾ پهريون ڀيرو روزگار اٺو لٺو اجهو تعليم ۽ صحت جي بنيادي سهوليتن جي حاصلات کي هر شهري جو بنيادي انساني حق تسليم ڪيو ويو. ڏهہ هزار سالہ تاريخ ۾ پهريون ڀيرو غير طبقاتي سماج جي قيام ۽ فروغ جو ستر سالہ تجربو ڪيو ويو. ان جي ڪاميابين ۽ ناڪامين جي غير

متعصب تاريخ تحرير ڪرڻ هڪ الڳ ڳالهه آهي. پر ان حقيقت کان انڪار هاڻ ممڪن ئي نه آهي ته هر قسم جي ظلم ۽ استحصال کان آزاد انساني سماج جو قيام نه رڳو ممڪن آهي پر اٽل به آهي. عالمي سرمائيداري جي نئين مالياتي بحران ان اٽل ضرورت کي هڪ ڀيرو وري شدت سان اجاگر ڪيو آهي.

هڪ عام سڌي سادي انسان جي حيثيت سان به اسان منجهان هر هڪ تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو ته اسين هر انسان دشمن عمل خلاف پنهنجي وس وت آهر مزاحمت ڪريون. اها انسان جي مزاحمتي سگهه ئي آهي، جيڪا انسان کي عزت، وقار ۽ آزاديءَ سان جيئڻ جون اڻٽ راهون کولي ڏئي ٿي. جڏهن ڪنهن انسان جي، ڪنهن قوم جي مزاحمتي سگهه ختم ٿي وڃي ٿي تڏهن ئي عزت ۽ وقار سان جيئڻ جا دروازا بند ٿي وڃن ٿا. آزاديءَ جون راهون بند ٿيليون ٻڌجي وڃن ٿيون ۽ غلامي مقدر بڻجي وڃي ٿي. آزادي مقدر فقط تڏهن بڻجي ٿي جڏهن اسين هر قيمت تي آزادي ماڻڻ جو عهد ڪريون ٿا ۽ پاڻ منجهه ناقابل شڪست مزاحمتي سگهه پيدا ڪريون ٿا. اسان منجهه اها مزاحمتي سگهه ڪو آسماني فرشتو اچي پيدا ڪونه ڪندو اهو ڪم اسان منجهان هر هڪ کي پاڻ ڪرڻو آهي. انساني فطرت ۾ هڪ لازوال مزاحمتي سگهه سدا موجود رهي آهي. اها سگهه جڏهن آسمان جي بلندين کي ڇهندي آهي ته انقلاب اٽل بڻجي ويندو آهي.

اڄ اهڙي ئي انقلابي مزاحمتي سگهه جي تخليق ڪرڻ انسان جي اٽل ضرورت بڻجي چڪي آهي ۽ اسان کي ويساهه آهي ته سنڌ جي رڳن ۾ انسانذات جي رڳن ۾ انقلابي مزاحمتي سگهه کي تخليق ڪرڻ جي بي پناهه قوت ۽ صلاحيت موجود آهي.

ان اٽل ويساهه سان "سنڌو واس" اوهان جي هٿن ۾ آهي. اسان کي ويساهه آهي ته سنڌ آفاقي عشق جي پيغام سان نه رڳو پنهنجي پر سموري انسانذات جي آزاديءَ جون راهون روشن ڪري سگهي ٿي.

ساٿ هلندو رهي، لاٽ ٻرندي رهي.

*("سنڌو واس" مئگزين حيدرآباد، مئي- جون 2012ع)*

# سنڌ، سنڌو ۽ سنڌو واس

ارضياتي علم جي سائنس ٻڌائي ٿي تہ اسان جي ڌرتي جو جنم چار ارب ست ڪروڙ سال اڳ ٿيو هو ۽ ڌرتي جي سيني تي ايريل جبلن جي تاريخ چار ارب ٽي ڪروڙ سال پراڻي آهي. اج کان اڍائي ارب ۽ چار ارب سال اڳ جي زماني ۾ ئي جبلن جي نشو و نما سان گڏوگڏ الجي(Algea) ۽ بئڪٽريا جي روپ ۾ زندگي بہ ظهور پذير ٿي. زندگيءَ جو ٻوٽو وڌڻ ويجهڻ سان گڏوگڏ ڌرتي بہ واڌويجهہ ڪندي رهي آهي، چار ارب سالن جي تاريخ ۾ جتي زندگي هزارين رنگن روپن ۾ نکري آهي اتي ڌرتي جو قطر بہ بہ ڀاڱي ٽي وڌيو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ ڌرتي جي جاگرافيائي بيهڪ بہ مسلسل تبديل ٿيندي رهي آهي. اسان جي سنڌ اج جنهن ننڍي کنڊ جو حصو آهي. اهو سمورو ننڍو کنڊ اج کان ٽيويهہ ڪروڙ سال اڳ هڪ مهاکنڊ "گونڊواڻا"جو حصو هيو جيڪو اڄوڪي برصغير (هندستان، پاڪستان، بنگلاديش) سميت آسٽريليا، انٽارڪٽيڪا، آفريڪا ۽ ڏکڻ آمريڪا تي مشتمل هيو. اهو گونڊواڻا مهاکنڊ چوڏهن ڪروڙ چاليهہ لک سال اڳ مختلف ٽڪرن ۾ ورهائجڻ شروع ٿيو. اڄوڪو آسٽريليا کنڊ سڀ کان پهرين ان کان الڳ ٿيو. پنج ڪروڙ اسي لک ۽ ٽي ڪروڙ ست لک سال اڳ جي وچ واري عرصي ۾ اڄوڪي ننڍي کنڊ واري ڌرتي جي ٽڪري مهاکنڊ کان ڪٽجي ڏکڻ کان اتر طرف سفر شروع ڪيو ۽ يوريشن کنڊ سان وڃي گڏيو جيڪو گهڻو تڻو اڄوڪي يورپ ۽ ايشيا تي مشتمل هيو. سڀ کان پهرين ڏکڻ هندستان جي سرزمين سطح سمنڊ کان اڀري نروار ٿي، تقريباً ٽيهہ سال ڪروڙ اڳ، اڄوڪو هماليائي پهاڙي سلسلو بہ جنهن سمنڊ جي پاتال ۾ هيو تنهن کي ارضياتي ماهرن ٽيٿيا (Tethya Sea) سمنڊ جو نالو ڏنو آهي جيڪو يونوچ کان چين تائين ڦهليل هو. اڍائي ڪروڙ سال ۽ پنجاهہ لک سال اڳ واري درمياني عرصي ۾ هماليا جا پهاڙ تيز رفتاريءَ سان سمنڊ جي سطح کان بلندوبالا ٿيندا ويا. هماليا جي برفاني چوٽين ۽ ندين جي ذريعي هيٺ وهي ايندڙ پهاڙي چپن ۽ ملبي هماليا جي پيرانديءَ ۾ هڪ نئين جابلو سلسلي سوالڪ (Swalik) کي جنم ڏنو. سوالڪ جي ٽڪرين جي تشڪيل تقريباً ڏهہ لک سال اڳ تائين ٿي چڪي هئي. ارڙهن لک سال اڳ کان ڏهہ هزار سال اڳ

جي وچ واري حصي ۾ هماليا ۽ سوالڪ جي پهاڙن مان وهي ايندڙ لٽ سبب آهستي آهستي ٽيٿيا سمنڊ پرجندو ويو جنهن جي نتيجي ۾ اسان جي سنڌو ماتري ۽ گنگا. برهمپترا ماترين جو جنم ٿيو. تڏهن ئي سنڌو دريا تي اهو نالو پيو آهي ڇو تہ سنڌوءَ جي سنسڪرت ۾ معنيٰ ئي آهي سمنڊ.

ڪن ارضياتي ماهرن جو تہ اهو بہ رايو هيو تہ ڪنهن زماني ۾ ٻن ماترين يعني سنڌو ۽ گنگا - برهمپترا بدران فقط هڪ ئي ماتريءَ جو وجود هيو جنهن کي سنڌو برهم يا سوالڪ ندي سڏيو ويندو هيو جيڪا هماليائي سلسلي منجهان اوير کان اولهہ ڏانهن سفر ڪندي ڏکڻ ڏانهن موڙ ڪاٽي اڇي عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. جيتوڻيڪ ان دليل کي ڪو گهڻو وزن نہ ڏنو ويو آهي پر هڪڙي ڳالهہ ضرور ثابت ٿي آهي تہ ڪنهن زماني يا تہ جمنا ندي، سنڌو نديءَ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي يا وري ستلج ندي، جمنا ندي ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. جنهن جي ثابتي ان مان ملي ٿي تہ سنڌو ۽ گنگا ندين ۾ ساڳيءَ نوع جون ڊالفن مڇيون آهن۽ اهو فقط تڏهن ئي ممڪن ٿي سگهي ٿو جڏهن گذريل ڏهہ لک سالن اندر گنگا ۾ ڇوڙ ڪندڙ ڪا مکيہ ندي پنهنجو رستو مٽائي اچي سنڌوءَ ۾ ڇوڙ ڪيو هجي يا وري سنڌو ۾ ڇوڙ ڪندڙ ڪا وڏي ندي رستو مٽائي وڃي گنگا ۾ ڇوڙ ڪرڻ شروع ڪيو هجي. هاڻي تہ وري آمريڪي رسالي نيچر ذريعي نئين تحقيق منظر تي آئي آهي. سائنسدانن عربي سمنڊ جي تهن ۾ موجود ٽي ڪروڙ سال پراڻي معدنيات جو تجزيو ڪندي نتيجو ڪڍيو آهي تہ پنجاهہ لک سال اڳ سنڌو درياهہ قراقرم جي جابلو سلسلي کان شروع ٿي عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. جيئن تہ هن خطي جي تاريخ جي سائنسي کوجنا اڃا ابتدائي سرحد پار ڪري رهي آهي تنهن ڪري مستند تاريخ جڙڻ ۾ اڃان ڪافي وقت لڳندو.

اڄ اسين ارضياتي ٻوليءَ ۾ هولوسين (Holocene) دؤر منجهان گذري رهيا آهيون، جيڪو اڄ کان ڏهہ هزار سال اڳ شروع ٿيو آهي. هن دؤر ۾ نندي ڪنڊ جي جاگرافيائي بيهڪ ۾ ڪا بہ بنيادي تبديلي نہ آئي آهي ۽ جيڪي بہ جاگرافيائي تبديليون آيون آهن تن جو مکيہ قدرتي ڪارڻ زلزلا رهيا آهن. ندين جي نظامن ۾ ڦير گهير جو هاڻي مکيہ ڪارڻ انساني مداخلت بڻي آهي. جتي جديد آبپاشي نظام، زراعت جي ترقي ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي اتي وڏن ڊيمن ۽ سياسي ورهاڱن سنڌو ۽ گنگا برهمپترا جي وادين کي بہ ورهائي ندين جي قدرتي نظامن جي وحدت کي بہ ٽڪرا ٽڪرا ڪري نون سياسي تنازعن کي جنم ڏنو آهي جنهن جو سڀ کان وڏو نقصان سنڌو ماتريءَ کي رسيو آهي. هندستان- پاڪستان تنازعي ۽ سنڌ - پنجاب تنازعي سبب سڄي

سنڌو ماٿريءَ جي نظام جي غير فطري ورچ ٿي آهي. پيچڙيءَ ۾ پاڻي نہ پهچڻ سبب ڊيلٽا مڪمل تباهيءَ جو شڪار ٿي آهي. اجوڪي هولوسين دؤر ۾ سامونڊي ڪنارن ۾ وڏيون تبديليون آيون آهن. ڏهہ هزار سال اڳ سمنڊ جي سطح، اجوڪي سطح کان تقريباً 100 ميٽر هيٺ هئي جيڪا ست هزار سال اڳ تائين وڌي اچي تقريباً اجوڪي سطح تي پهتي هئي. جنهن کان پوءِ سمنڊ جي سطح ۾ ڪا وڏي واڌ نہ آئي آهي. سمنڊ جي سطح ۾ ان ڦير گهير جي ثابتي ان مان بہ ملي ٿي تہ ممبئي جي اوپر ۾ سمنڊ جي اندر چار ميٽر اونهائيءَ تائين وڻ ملن ٿا ۽ سُوراشٽر جي سامونڊي ڪناري جي اُتر ـ اولهہ واري ڪنڊ تي دوارڪا وٽ سنڌو ثقافت جا آثار مليا آهن. ڌرتيءَ جي تاريخ ٻڌائي ٿي تہ اسين سنڌو ماٿريءَ جي سموري تهذيبي خطي کي سنڌو واس سڏي سگهون ٿا. هماليہ کان هندي سمنڊ تائين سنڌو واس جو ڪئنواس ڦهليل آهي ۽ سنڌو واس جو سرچشمو آهي سنڌوندي.

”سنڌو جنهن تي ڪوئي سوپ ماڻي نہ سگهيو آهي. جيڪا سڀ کان تيز رفتار آهي، خوبصورت گهوڙيءَ جيان ـ تنهنجو نظارو ڏسڻ وٽان آهي!“ سنڌ ۽ هند جي قديم ترين ڪتاب ’رگ ويد‘ جا عظيم شاعر، اسان جي ساهن جي ڌور سنڌوءَ جي تعريف ۽ تعارف هن ريت پيش ڪن ٿا. هن عظيم تاريخي ڪتاب ۾ ڪٿي بہ اوهان کي ’هندو‘ لفظ يا هندن جو ذڪر نہ ملندو. رگ ويد سميت چئني ويدن ۾، جن کي هندو پنهنجي مقدس مذهبي ڪتابن طور پيش ڪن ٿا، ڪٿي بہ نہ رڳو هندو مذهب جو ڪو حوالو ڪونهي، بلڪ گنگا ۽ جمنا جو بہ ڪو ذڪر ڪونهي. جيڪڏهن ذڪر آهي تہ فقط سنڌو ۽ سرسوتي ندين جو. اوهان رگ ويد جي شاعريءَ تي رڳو سرسري نظر وجهو تہ اوهان سمجهي ويندا تہ هن شاعريءَ جا خلقڻهار هندو ناهن، سنڌو واسي آهن. هي چار ويد يعني رگ ويد، اٿر ويد، يجر ويد ۽ سام ويد سنسڪرت ٻوليءَ ۾ لکيل آهن ۽ سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ پوءِ سنسڪرت هندن ۽ هندستان جي ٻولي آهي جيئن اڄڪلهہ سمجهيو پيو وڃي يا سنڌ ۽ سنڌو واسين جي قديم ٻولي؟ جيڪڏهن سنسڪرت جي جنم ڀومي گنگا جمنا وادي هجي ها تہ ويدن ۾ گنگا جمنا جي شان ۾ سلوڪ لکيل هجن ها نہ ڪي سنڌو ۽ سرسوتيءَ جي شان ۾. خود سنڌو لفظ بہ قديم سنڌي ٻولي سنسڪرت جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي سمنڊ ۽ هندو لفظ سنڌو لفظ جو تاريخي بگاڙ آهي. هندو ۽ هند، سنڌو ۽ سنڌ جو تاريخي تسلسل آهي جنهن کي يوناني لوڪن وري ڦيرائي انڊس ۽ انڊيا جو نالو ڏنو. جهالت ۽ مذهبي ڪٽرپڻي جي عينڪ لاهي ڏسو تہ اوهان کي صاف نظر ايندو تہ هندو هند، هندي سمنڊ ۽ هندي کنڊ، سڀ سنڌوءَ جي دين آهن. ۽

جيڪڏهن هر شيءِ کي پنهنجي اصليت ڏانهن واپس موٽڻو آهي تہ پوءِ اسين سڀ سنڌو واسي آهيون ۽ هي ننڍو کنڊ. سنڌو کنڊ آهي ۽ هندي سمنڊ اصل سنڌي سمند آهي.

سنڌو کنڊ ۾ مذهبن جي ارتقا تي نظر وجهبي تہ خبر پوندي تہ سناتن ڌرم هتان جو قديم ترين مذهب آهي. دنيا جي سمورن قديم مذهبن جيان سناتن ڌرم بہ پراڻن عقيدن جو مجموعو آهي جن جو محور سج، چنڊ، ڌرتي، پاڻي، وڻ ٽڻ ۽ ڪي مخصوص جانور وغيره هوندا آهن جن جي عڪاسي اڄ جي عالمگير مذهبن ۾ بہ ملندي آهي جو تہ اهي سڀ بہ قديمي مذهبن جو تاريخي تسلسل آهن.

سنڌو کنڊ ۾ پپل جي وڻ ۽ عرب ريگستان ۾ کجيءَ جي وڻ ۽ کجور جي مذهبي تقدس واري حيثيت اڄ جي هندو ۽ مسلم معاشرن ۽ مذهبي عقيدن ۾ بلڪل عيان آهي. ڪن مخصوص جانورن جي پاڪ يا ناپاڪ هجڻ جا تصور بہ اوائلي تهذيبن ۽ پراڻن قدرتي مذهبن جي عقيدن ۾ بلڪل عيان آهي. ڪن مخصوص جانورن جي پاڪ يا ناپاڪ هجڻ جا تصور بہ اوائلي تهذيبن ۽ پراڻن قدرتي مذهبن جي عقيدن جو تسلسل آهن. باهہ جي دريافت ۽ باهہ تي ضابطو قديم انساني تهذيب جو عظيم سائنسي ڪارنامو هيو. جنهن جي گرد سنڌ، هند ۽ ايران ۾ ٻن جديد مذهبن يعني هندو ڌرم جيڪو دراصل سنڌو ڌرم آهي ۽ پارسي مذهب جنم ورتو. اڄ بہ ٻنهي مذهبن جو مرڪز 'باهہ' آهي. سنڌو ڌرم، هندو ڌرم طور سموري سنڌو کنڊ ۾ ڦهليو ۽ پارسي مذهب ايران ۽ عرب دنيا ۾ ڦهليو. هن وقت تائين جي معلوم تاريخ ۾ پارسي مذهب جو باني زرتشت پهريون فلاسافر آهي جنهن واضح طور جنت ۽ دوزخ، خدا ۽ شيطان جو تصور ڏنو هن خدا ۽ شيطان جي تصور کي دوئي جي روپ ۾ يعني نيڪيءَ جي خدا ۽ بديءَ جي خدا طور پيش ڪيو جن کي سامي مذهبن يهودي، عيسائي ۽ اسلام، خدا ۽ شيطان جي شڪل ڏيئي توحيد جي تشڪيل ڪئي. ساڳيءَ ريت ٻيا مذهب بہ گهڻين ديوين ديوتائن ۽ ٺمورتي کان گذري وحدانيت تائين پهتا. دنيا جي سمورن مذهبن جي ارتقا قدرتي مظهرن جي عبادت کان شروع ٿي توحيد تائين پهچي ٿي. پر هڪڙو حيرت انگيز ڇال ان وقت اچي ٿو جڏهن جين مذهب جو عظيم فلاسافر مهاوير نفيءَ جو اعلان ڪري ٿو ۽ ڪپل وستو جو شهزادو سڌارٿ، گوتم ٻڌ ٻڌجي مهاوير جي نفيءَ تي تصديق جي مهر هڻي ٿو! اڄڪلهہ نفيءَ جي فلسفي جا باني يورپ جا ماديت پسند فلاسافر سمجهيا وڃن ٿا جڏهن تہ ان جا اصل بانيڪار مهاوير، گوتم ٻڌ ۽ پاڻني آهن جن جي فڪر ۽ فلسفي کي شاهہ لطيف وري انوکي انداز ۾ بيان ڪري ٿو: ”نات ڏنائون ناهہ ۾!“

هي اهي عظيم فلاسافر آهن جن نہ رڳو انسانذات جي برابريءَ جو پرچار ڪيو پر جيت جنتن، وڻن ٻوٽن ۽ معصوم جانورن جي حياتيءَ لاءِ بہ جنگ جوٽي ۽ واشگاف لفظن ۾ چتاءُ ڏنو تہ ”بي ضرر ڪِوليءَ کي مارڻ بہ پاپ آهي.“ هي اهي حياتي پسند انسان هئا جيڪي آفاقي عشق جا علمبردار هئا پر بدقسمتيءَ سان سندن پيروڪارن انهن کي بہ مذهبي مهندار بڻائي سندن اصل انسان دوست، حياتي پسند روح ۽ آفاقي عشق جي پيغام کي جهالت ۽ عقيدت جي چڪيءَ ۾ پيسي ڇڏيو آهي. سمورن مذهبن جا پيروڪار پنهنجي پيغمبرن جي پيغام سان اهوئي حشر ڪندا آهن. پنهنجي پنهنجي دين جا سڀ کان وڏا دشمن اهي انڌي عقيدت جا ماريل پيروڪار ئي هوندا آهن.

مهاوير ۽ گوتم ٻڌ اهي انقلابي انسان هئا جن برهمڻ سماج جي طبقاتي ورڇ يعني برهمڻ، کتري، وئش، ۽ شودر جي طبقاتي ورڇ جو مذهبي تقدس تار تار ڪري ڇڏيو ۽ سندس اصل طبقاتي جوهر ظاهر ڪندي ان کي ان دؤر ۾ ائين ئي چئلينج ڪيو جيئن اڄ جي دؤر ۾ مارڪس ۽ اينگلس انساني اڻ برابريءَ کي طبقاتي نظام جو نتيجو ۽ خدا جي بدران انسان جو ڪارنامو قرار ڏنو. هنن انسانذات کي اهو ويساهہ ڏياريو تہ هر انسان عزت، شان، وقار، آزادي ۽ برابريءَ سان جيئڻ جو بنيادي انساني حق رکي ٿو ۽ جدوجهد سان اهڙي منزل ماڻڻ نہ رڳو ممڪن آهي پر اٽل بہ آهي. پوءِ هڪڙو وقت اهڙو بہ آيو جو سموري سنڌو کنڊ مان برهمڻ سماج جي طبقاتي ورڇ جو تقريباً انت اچي ويو. لينن جيان اهڙي عظيم انقلاب جو هتي بانيڪار اشوڪ هيو جنهن ڪالنگا جي جنگ کان پوءِ تلوار ڦٽي ڪري گوتم جو گيان ڦهلايو جنهن جي روشنيءَ سان سنڌ سميت سارو سنڌو کنڊ روشن ٿي ويو. سنڌ ۾ آخري ٻڌ حڪمران راءِ سهاسيءَ جي پنهنجي راڻيءَ ۽ برهمڻ وزير چچ هٿان دوکي سان مارجي وڃڻ ۽ چچ جي راجائيءَ سان هتي ٻيهر برهمڻي طبقاتي سماج جا بنياد پئجڻ شروع ٿي ويا جنهن جي خلاف بغاوت ڪندي سنڌ جي ٻڌ پروهتن، محمدي مساوات کي ترجيح ڏني ۽ ائين عرب حاڪمن جي دؤر ۾ سنڌ ۽ سنڌو ماتريءَ جي وڏي ٻُڌ آبادي پنهنجو مذهب مٽائي دين اسلام ۾ داخل ٿي. اوهان لاهور جي داتا دربار ۾ لکيل تختي پڙهي ڏسو تہ اوهان کي خبر پوندي تہ هزاروين صديءَ ۾ يعني محمد بن قاسم جي 712ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ کان ٽي سئو سال پوءِ داتا گنج بخش جي لاهور اچڻ وقت اتي هڪ بہ مسلمان نہ هيو. لاهور جو ٻُڌ حڪمران راءِ راجو ڀهريون ناميارو شخص هيو جنهن داتا گنج بخش جي اثر هيٺ اسلام قبول ڪيو ۽ داتا کيس شيخ هندي جو خطاب عطا ڪيو. داتا جي گاديءَ جا جاءِ نشين سڀ ان ٻڌ حاڪم راءِ راجوءَ جي اولاد آهن.

مهاوير، مهاتما ٻڌ، مساوات محمدي ۽ مارڪسي فڪر جو اصل روح آهي ته، "انسان سڀ برابر آهن" پر جيئن ته اڄ جا سمورا عالمگير مذهب پدر شاهي سماج جي پيداوار آهن تنهنڪريٰ حق حاڪميت مذهب جي مقدس ڪوٺ ۾ مردن وٽ محفوظ آهي ۽ عورت ان ڪوٺ ۾ قابو قيدياڻي آهي. ڪارخانيداري ۽ سرمائيداريءَ جي ارتقا ان ڪوٺ کي ڪيرائي ڇڏي ٿي پر عورت ۽ مرد ٻنهي کي آزادڪرڻ بدران آزاديءَ جي نالي ۾ انسان کان بہ ڪريل حيثيت يعني بازار جي جنس ۾ بدلائي ڇڏي ٿي. جنهن حقيقت جو پردو مارڪس ۽ اينگلس ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ ۽ پوءِ مارڪس، داس ڪئپيٽال ۾ مڪمل طور فاش ڪري ٿو. هي ٻئي عظيم انسان دوست فلاسفر انسانذات کي "آزاد محنت" ۽ "آزاد محبت" جي بنياد تي نئون آزاد ۽ برابريءَ وارو سماج اڏڻ جي اٽڪر ضرورت جي آگاهي ڏين ٿا ۽ ثابت ڪن ٿا تہ انساني سماج جي ارتقا ڪنهن ازغيبي طاقت جي تابع نہ آهي، پر پيداوار جا وسيلا بدلجڻ سان سمورو سماج ۽ ان جا عقيدا، اٿڻي ويهڻي، رهڻي ڪهڻي وغيره بدلجي وڃن ٿا. اها تبديلي اٽل آهي، اجهل آهي. فطرت ۽ سماج جي ارتقائي قانونن تحت انساني سماج سدائين تبديل ٿيندو رهيو آهي ۽ سدائين تبديل ٿيندو رهندو. جڏهن پيداوار جو وسيلو شڪار هيو تہ پيداوار بہ اشتراڪي هئي ۽ سماج بہ اشتراڪي هيو. تڏهن نجي ملڪيت جو ڪو تصور نہ هيو جنهن کي اڄ سمورن مذهبن ۾ مقدس حيثيت مليل آهي. تڏهن تہ سرمائيداري، مذهب کي رياست کان الڳ ڪندي بہ پدر شاهي مذهبن جي سڀ کان طاقتور ترين پرجهلو قوت آهي.

شڪار سان گڏوگڏ جڏهن مال چارڻ ۽ ابتدائي زراعت جو رواج پيو تہ پوءِ ذاتي ملڪيت، طبقاتي نظام ۽ قومي غلاميءَ جا بنياد پيا پر جيئن تہ زراعت جي مؤجد ۽ سنڀاليندڙ عورت هئي تہ راڄ ڀاڳ جي ورڇ ڪندڙ ڀاڳيوان يعني ڀڳوان بہ عورت بڻي. جيئن تہ ٻار جي سڃاڻپ بہ فقط ماءُ سان ئي ممڪن هئي تنهن ڪري مدر شاهي تهذيب جنم ورتو. مدر شاهي سماج ۾ انساني نسل ۽ فصل جي مالڪي مڪمل طور عورت جي هٿ ۾ هئي تنهنڪري سمورن قديم مذهبن جون طاقتور ترين هستيون ديويون هيون نہ ڪي مرد ديوتا.

باهہ کان پوءِ ڦيٿي جي ايجاد، انساني ترقيءَ جو ٻيو عظيم ڇال هيو جنهن ساري ڪايا پلٽي ڇڏي. ڦيٿي ۽ هر جي ايجاد، پيداواري طريقن ۾ انقلابي تبديلي آڻي ڇڏي. زراعت ۾ جڏهن ڦيٿي ۽ هر جي استعمال جو رواج پيو تہ طاقتور مرد هر جوٽڻ لڳا ۽ پيداوار جي مالڪي بہ انهن جي هٿن ۾ اچڻ شروع ٿي. تڏهن کان عورت گهر سنڀالڻ لڳي ۽ مرد ٻني سنڀالڻ لڳو. ائين پدر شاهي سماج جا بنياد پيا. سنڌ ۾ سنڌو ماتريءَ ۾ ان سماجي تبديليءَ جا واضح اهڃاڻ

هنگلاج ماتا جي مندر،موهن جي دڙي ۽ مهر ڳڙه جي تهذيب منجهان ملن ٿا. هندو مذهب جي ٿمورتي برهما. وشنو ۽ شو منجهان شو جي جنم ڀومي سنڌو ماٿري آهي ۽ هندو مذهب جو مقدس ترين قديمي ماڳ هنگلاج آهي نہ ڪي هردوار. ڪافي زمانو پوءِ جڏهن آرين جي حملن سبب سنڌوءَ جي اصلوڪن دراوڙي لوڪن جو زوال شروع ٿيو ۽ گنگا جمنا جي تهذيب ترقيءَ جا ڏاڪا ٽپڻ لڳي تہ گنگا ۽ هردوار کي هندن جي مقدس ماڳن جي حيثيت ملي. هنگلاج ماتا، جيڪا ستي ۽ شڪتي بہ آهي تہ امن يعني روشني ۽ پربتي يا پارپتي يعني پهاڙن جي راڻي بہ آهي، جيڪا جنگ ڪرڻ نڪري ٿي تہ شيران والي آهي سا غالباً سنڌو ڪنڌ جي آخري ماءُ راڻي آهي جنهن کي اسان جو لطيف ناني امان سڏي ٿو. ان کان پوءِ سنڌو ڪنڌ جو پهريون مرد ديوتا يعني شو ڀڳوان منظر عام تي اچي ٿو جنهن لاءِ مشهور آهي تہ شو جي شڪتي يعني طاقت سندس گهر واري هنگلاج ماتا آهي. شو شڪتيءَ جي تاريخي پس منظر ۾ اوهان کي واضح طور شڪاري تهذيب کان زرعي تهذيب ۽ مدرشاهي سماج کان پدر شاهي سماج ڏانهن ارتقا جا اشارا ملندا.

پيداواري وسيلن ۾ تبديليءَ جو ٽيون وڏو ڇال اوير جي بدران اولهہ ۾ آيو جڏهن يورپ ۾ جديد سائنسي علمن جي اوسر ٿي ۽ ٻاڦ جي انجڻ وجود ۾ آئي. انساني تهذيب ۾ هي بہ ترقيءَ جو حيرت انگيز ڇال ثابت ٿيو ۽ اولهہ وڏو ڇال ڏيئي اوير کان اڳتي نڪري ويو پر اها بہ هڪ دلچسپ حقيقت آهي تہ اولهہ ڪنهن بہ عالمگير مذهب کي جنم نہ ڏنو آهي. اولهہ جا سمورا مذهب اوير کان اڌارا ورتل آهن. جيڪڏهن اسان جي ديندار اوير پرستن وانگر اولهہ وارا بہ ائين چون تہ اسان کي اوير جي تهذيب. ڪلچر ۽ مذهب نہ گهرجي تہ پوءِ يورپ، آمريڪا، آسٽريليا ۽ ڪئناڊا وغيره ۾ هڪ بہ هندو مسلمان، عيسائي، سک، ٻڌ ۽ چيني وغيره نہ رهندو. هن قسم جو مذهبي توڙي ثقافتي شاونزم انسانذات کي کهڙي ڪڏهن ڪيرائي سگهي ٿو تنهن جو اندازو هنن عقل جي اڪابرن ۽ مذهبي اسڪالرن کي بلڪل ناهي جيڪي مغرب جي ثقافتي يلغار کان پريشان ٿي مغربيت جي اثر کان پاڪ معاشرن جي قيام جون ڳالهيون ڪن ٿا. خبر ناهي انهن ڪڏهن ان پاسي تي بہ غور ڪيو آهي يا نہ تہ جيڪڏهن مغرب وارا سندن نقش قدم تي هلندي مشرقي اثرن کان پاڪ معاشري جي ڳالهہ ڪندا تہ مغرب ۾ ڪنهن بہ مذهب جو ڪو نالو نشان نہ رهندو!

مذهبي شاونزم دراصل مرد شاونزم جي بي رحم ۽ بدترين شڪل آهي. هتي رنڪل ڪماري جيڪڏهن عشق خاطر اسلام قبولي نويد شاهہ سان نڪاح ڪري ٿي تہ پير ۽ مريد فتح جا نعرا وڄائن ٿا پر جيڪڏهن راجيش

ڪمار اسلام قبولي ۽ مسلم ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ته ڪيس ٽاڻي ۾ بند ڪري مٿس تشدد ڪيو ويو. ان وقت سنڌ اسلامي جذبي تي مرداڻي غيرت غالب پئجي وڃي ٿي. مذهبي شاونزم جي رياستي پٺڀرائي سبب هتي هڪ ڏکوئيندڙ ۽ المناڪ صورتحال پيدا ٿيندي رهي ٿي. جڏهن ڪنهن هندو نياڻي يا نوجوان جو ڪنهن مسلم نوجوان يا نياڻيءَ سان عشق ٿئي ٿو ته ان عشق جي حاصلات لاءِ وٽن انڪان سواءِ ٻيو ڪو به رستو نه هوندو آهي ته هو نالي ماتر اسلام قبولي پنهنجي خاندان، برادري ۽ تاريخي ورثي سان ناتو ٽوڙي ڇڏين. نتيجي ۾ جڏهن شاديءَ کان پوءِ عشق جو بخار لهي ٿو ته سندن اڳيان ۽ پويان رڳو ڪاريءَ وارا ڪک ٻچن ٿا. هتي مذهبي شاونزم کي نه رڳو معاشرتي منافرت طور ڦهلايو ويو آهي. پر ان کي مڪمل قانوني ۽ آئيني تحفظ به فراهم ڪيو ويو آهي. هتي هر طرف ڪرپشن ۽ ڪرائيم خلاف دانهون ڪوڪون ڪيون پيون وڃن پر آئين ۾ اهو واضح لکيو ويو آهي ته ڪو هندو، پارسي، عيسائي، قادياني وغيره پل ڪيڏو به ايماندار ۽ اهل ڇو نه هجي اهو هن ملڪ جو صدر يا وزيراعظم نٿو ٿي سگهي. دهليءَ ڇائو پرويز مشرف ته آئين جون ڌڄيون اڏائي، سپريم ڪورٽ کان آئيني ترميمي جو آمرانه اختيار ماڻي سڄي ملڪ جو ٻيڙو ٻوڙي سگهي ٿو پر ڊرتيءَ ڏٺي جسٽس (ر) راڻا ڀڳوان داس عارضي صدر يا وزيراعظم به نٿو ٿي سگهي. هتي سو سيڪڙو ڪرپٽ ۽ ڪرمنل ۽ عياش ماڻهن کي مڪمل حق حڪمراني حاصل آهي پر اردشير ڪاؤسجي يا ڪي ايماندار پارسي، عيسائي وغيره هن ملڪ جي ڀلي خاطر به جيڪڏهن وقتي طرح واڳ سنڀالڻ چاهين ته هو ان لاءِ سوچي به نٿا سگهن. آئين تحت به هتان جي مذهبي اقليتن جي حب الوطني مشڪوڪ آهي. هو پيدائشي غدار آهن.

سنڌي هندو هڪ لحاظ کان وري به خوش قسمت آهن ته جنهن سنڌي سماج ۾ هنن جنم ورتو آهي تنهن جي خمير ۾ مذهبي ڪٽرپڻي بدران مذهبي رواداري، پيار، دوستي ۽ انسانيت جو جوهر سمويل آهي. اهوئي سبب آهي جو ورهاڱي وقت جڏهن بنگال ۽ پنجاب ۾ رت جون نديون وهي رهيون هيون ۽ مذهبي جنون پنهنجي انتها تي پهتل هيو تنهن وقت به سنڌ ۾ سنڌي ماڻهو هندن جي مال ۽ عزتن جي حفاظت ڪري رهيا هئا ۽ لڏي ويندڙن کي به وڏي وقار، پيار، پاپوهه ۽ دردمند دلين سان الوداع ڪري رهيا هئا. سنڌ مان هندن جي اها لڏپلاڻ به رياستي دهشتگرديءَ جو نتيجو هئي. 6 جنوري 1948ع تي ڪراچيءَ ۾ هڪ منظم منصوبي تحت سنڌي هندن مٿان حملا ڪيا ويا جن جو اکين ڏٺو داستان بيان ڪندي ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي ٻڌائي ٿو ته،

"اسان ٽريڊ يونين ۾ ڪم ڪندڙنکي پنجين جنوريءَ جي رات جو هڪ درزي ڪامريڊ ٻڌايو تہ موليڏنا مسافر خاني ۾ ڏڪاريل مولوين جي هڪ گڏجاڻي ٿي هئي جنهن ۾ اهو فيصلو ٿيو تہ هڪڙي هشي ڏجي تہ جيئن واڻيا لڏين ۽ جايون خالي ٿين. ڇو تہ هنن جي خيال ۾ سنڌي مسلمان هندن کي ڪوبہ نقصان پهچائڻ لاءِ تيار نہ هئا" ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ سنڌي سماج ۾ مذهبي منافرت جو ٻج ٻاهران درآمد ڪري ڇٽيو ويو آهي جيڪو بہ خوشقسمتيءَ سان جڙ پڪڙي نہ سگهيو آهي نہ تہ سنڌ ۾ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ لکين سنڌي هندن جو رهڻ ممڪن نہ هجي ها ۽ هتي هندو ائين ئي ناپيد هجن ها جيئن پاڪستاني پنجاب ۾.

سنڌي ماڻهو محبتن جا امين آهن. مذهبي متڀيد کان مٿانهان آهن. سنڌن ساهن ۾ سنڌوءَ جي سرڪشي بہ آهي تہ ڌرتيءَ جي ڏاهپ بہ. اوهين مهاڀارت ئي پڙهي ڏسو اوهان کي سنڌو راڄ جو ذڪر ملندو. سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن تي آباد انسانن جي تهذيبي شناخت آهي سنڌو واسي. هماليہ کان هندي/ سنڌي سمنڊ تائين سنڌو واس جو ڪئنواس ڦهليل آهي. جتي جتي سنڌوءَ جو واس رسي ٿو اهو سنڌوءَ جو جُزُ آهي ۽ جيڪو بہ پنهنجي ساهن ۾، پنهنجي روح ۾ سنڌوءَ جو واس محسوس ڪري ٿو اهو سنڌو واسي آهي. سنڌ جو سنڌوءَ سان رشوت اٽوٽ آهي، ازلي و ابدي آهي. سنڌ جا قديمي لوڪ، ٿر جا ڀيل، ڪولهي، ميگهواڙ وغيره آهن جيڪي اصلوڪا ڌرتيءَ ڌڻي دراوڙ لوڪ آهن جڏهن تہ رگ ويد جا راوي آريا لوڪ آهن جيڪي سنڌوءَ جي ڪنارن تي آباد ٿي صدين پڄاڻان سنڌو واسي ٻڻجي ويا ۽ سنڌوءَ جا ڳُڻ ڳائڻ لڳا. سنڌوءَ ۾ اڄ بہ اهو ساهس آهي تہ هوءَ سمورن لوڪن کي پاڻ ۾ جذب ڪري سنڌو واسي ٻڻائي سگهي ٿي. پر افسوس! سنڌوءَ جي ساهس ۾ رگ ويد جي راويءَ جهڙو ايمان وڃائي ويٺي آهي اسان جي سنڌ.

سنڌوءَ جي پيٽ ۾ واريءَ جو رڻ پسي وساري ويٺي. اسان جي سنڌ تہ سونهن ۽ سوڪشيءَ جو رستو اٽوٽ هوندو آهي. تہ سونهن ۽ سرڪشيءَ جي اٽوٽ رشتي جون پاڙون پاتال ۾ هونديون آهن. تہ سنڌوءَ جي سونهن ۽ سرڪشي اٽل آهي، ازلي و ابدي آهي. ڪائي ڏائڻ سنڌوءَ جي سونهن کي وقتي طرح گرهڻ تہ لڳائي سگهي ٿي، ڪوئي ڊئم سنڌوءَ جي سرڪشيءَ کي لغام تہ ڏئي سگهي ٿو پر سنڌوءَ جي سرڪش روح کي سدا لاءِ مات ڏيڻ ممڪن ناهي. سرڪش سنڌو، سرڪش روحن جي فصل جي آبياري ڪالهہ بہ ڪئي هئي، اڄ بہ ڪري رهي آهي ۽ سڀاڻي بہ ڪندي رهندي. سنڌو سرڪش روحن جي جنم داتا آهي. سنڌو سرڪش روحن جي جنم جنم جي جيون ساٿي آهي ۽ نہ

وساريو تہ سرڪش روح ڪڏهن بہ مرندا ناهن. ها، وقتي طرح منظر تان غائب ضرور ٿي ويندا آهن. جولس فوچڪ چواڻي تہ زير زمين هليا ويندا آهن. ڄڻڪ مري کپي ويا هجن. پر هو تہ ٻج جيان زمين دوز ٿي ويندا آهن. ٻج! جنهن مان نئون سلو ڦٽندو آهي جيڪو ٻنجر زمين کي نئين سر زرخيز ڪري ڇڏيندو آهي. بس ائين ئي سنڌو هر جڳ ۾ سرڪش روحن کي نئون جيون، نئين سگهہ بخشيندي آهي.

سنڌو صدين جا ٿڪ لاهي هڪ ڀيرو وري اٿلي آهي ۽ صدين جي شڪستن ۽ شهادتن جو پلاند ڪرڻ لاءِ، اسان کي هڪ عظيم فتح سان همڪنار ڪرڻ لاءِ وقت بہ پاسو بدلايو آهي. سنڌ ۽ سنڌو واس جي تهذيبي خطي جي تحفظ ۽ ترقيءَ جي تقاضا اها آهي تہ سموري سنڌو ڪنڌ ۾ اسين نفرتن بدران محبتن جي فصل جي آبياري ڪريون. نفرتون، نفاق ۽ غير فطري ورهاڱن کي جنم ڏين ٿيون. نفرتن جو اهو ٻج برطانوي بادشاهيت 1905ع ۾ پنجاب ۽ بنگال جي ورهاڱي سان وڌو سو هاڻي هڪ صديءَ جي عمر کان بہ چڙهي چڪو آهي ۽ سڄي خطي کي انتهاپسندي ۽ دهشتگرديءَ جي باهہ ۾ ساڙي رهيو آهي. نفرت جي هن سياست ۾ سنڌو توڙي گنگا، جمنا ۽ برهمپترا جي تهذيبي خطن بي حد ڀوڳيو آهي. رَتُ جي هولين جو هڪ سلسلو آهي، جيڪو ختم ئي نٿو ٿئي! هيءَ روايتي سياست، رت جي هن راند کي ختم نٿي ڪري سگهي تنهن ڪري سخت ضروري ٿي پيو آهي تہ اسين هڪ نئين سياست، سچي عوام دوست، انسان دوست، آزادي پسند سياست جا بنياد وجهون. نفاق ۽ نفرت جي سياست آخري نتيجي ۾ عوام دشمن قوتن کي ئي هٿي ڏيندي آهي. ٻئي ۽ محبت جي سياست ئي سچي عوام دوست، سنڌ دوست، انسان دوست سياست جو بنياد ٻڌجي سگهي ٿي ۽ نہ رڳو اجوڪي سنڌ پر سموري سنڌو ڪنڌ ۽ سموري انسانذات جي نئين تهذيبي اڏاوت ڪري سگهي ٿي ۽ هڪ اهڙي انسان دوست سماج جا بنياد فراهم ڪري سگهي ٿي جتي محنت ۽ محبت ٻئي مڪمل طور آزاد هجن.

# ڪنهن ”آئيڪان“ جي ڳولا ڪندڙ سنڌ ۾ مثبت تبديليءَ جو ٻج!

سنڌ ـ هند جو تاريخي ڪئلينڊر تاريخ کي ٻه چئن موسمن، چئن طرفن جيان چئن زمانن، چئن جُڳن ۾ بيان ڪري ٿو. پهريون زمانو ست جُڳ (Age of Truth) سڏجي ٿو. جيئن ٻار جمي ٿو ته هن جو بالڪپڻ معصوميت ۽ سچائي سان ٽمٽار هجي ٿو، تيئن انساني ارتقا جو پهريون زمانو سچائي ۽ سادگي جو زمانو هجي ٿو ۽ پوءِ جيئن جيئن ٻار وڏو ٿئي ٿو تيئن تيئن هو ڪوڙ ۽ غرض جو شڪار ٿئي ٿو ائين ئي انساني سماج ۾ تاريخ جي ٻئي زماني يعني تريتا جڳ ۾ هن جون چڱايون چوٿون حصو گهٽجي وڃن ٿيون ۽ ماڻهو چالاڪ ۽ خود غرض ٿيندا وڃن ٿا. پر پوءِ به مجموعي طرح سماج ۾ نيڪي ۽ خوشي نمايان نظر ايندي آهي. ٽئين زماني يعني دواپر جُڳ ۾ چڱائي اڌ وڃي رهي ٿي، سچائي جو زوال شروع ٿئي ٿو ۽ ڪوڙ جو ڪاروبار وڌندو وڃي ٿو. آخرڪار ڪلجڳ (Age of lie) جو زمانو اچي ٿو ۽ سچ تي ڪوڙ حاوي ٿي وڃي ٿو. ڊوکو فريب، چالبازي، ڪوڙ ڪاهلي، سستي، بي حسي، ڏک خوف ۽ مفلسي مڪمل طرح ماڻهن جي روح ۾ به سرائيت ڪري وڃن ٿا. جنهن ڪري بدتر ماڻهو عزت ماڻين ٿا ۽ سچا ۽ نيڪ انسان ڌڪار ۽ نفرت جو نشانو بڻجن ٿا. هن دؤر ۾ ڍوڪيباز واپاري مندرين تي ڇانئجي وڃن ٿا ۽ ظالم حڪمران پنهنجي رعايا جو رت وهائين ٿا. تڏهن سماج بغاوت جو علم بلند ڪري ٿو ۽ ڪلجڳ جو انت آڻي نئين ستجڳ جي ابتدا ڪري ٿو ائين تاريخ جو ڦيٿو ڦرندو رهي ٿو.

اجوڪي سنڌ توڙي سموري انسان ذات جي مجموعي صورتحال اسان کي ڪلجڳ جي انت جو احساس بيان ڪري رهي آهي. تنهن ڪري تاريخي ڪئلينڊر مطابق مثبت تبديلي اٽل آهي. پر اها مثبت تبديلي ايندي جن خوفناڪ تباهين کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي، تن جي خطرناڪ اثرن کان بچڻ لاءِ ۽ نئين جُڳ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ تمام گهڻي صبر، سهپ، ايمانداري، نيڪ نيتي، ڏاهپ ۽ همت سان مسلسل ۽ اڻٿڪ محنت ۽ جدوجهد به اٽل آهي. اسان جو ووڪل ڪلاس به جيستائين رڳو ووڪل رهندو ۽ عمل جي ميدان ۾ نه

لهندو تہ ڪنهن بہ حاصلات جي اميد ٻہرن ڪان ٻير گهرڻ جي برابر هوندي. مثبت تبديليءَ لاءِ خاموشيءَ سان ڪم ڪندي هڪ عجيب صورتحال آڏو ايندي رهي آهي تہ ڪيترا ورڪر ۽ اڳواڻ جيڪي عمل جي ميدان ۾ ڪڏندا رهن ٿا. اهي "عشق ۽ جنگ ۾ سڀ جائز آهي" واري ٿيوريءَ تي عمل ڪندي "سياست ۾ سڀ جائز آهي" واري سياست ڪندي اصولن ۽ آدرشن تي بہ سوديبازي ڪرڻ لڳن ٿا ۽ جيڪي وري نيڪ نيت ۽ آدرشي انسان نظر اچن ٿا اهي في الوقت عمل جي ميدان ڪان ڪوهين ڏور بيٺا آهن. جيتوڻيڪ هاڻي آهستي آهستي برف رجڻ شروع ٿي آهي، پر وقت جي اهميت ۽ نزاڪت کي سمجهندي نئين سر بااصول، باڪردار سياست جا بنياد وجهڻ وقت جي اهم ترين ضرورت آهي. ٻي تلخ حقيقت جيڪا بار بار ۽ هر هنڌ اسان جي آڏو ايندي رهي آهي، سا آهي "ويساهہ جو بحران". ان حقيقت کان انڪار ممڪن ئي ناهي تہ نہ رڳو سنڌ، پر سموري انسان ذات ويساهہ جي بحران جو شڪار آهي ۽ سمورو انساني سماج ان نفسياتي ڪمزوريءَ جي ور چڙهي ويو آهي.

اسان جي نئين نسل لاءِ اسان جي دؤر جي سڃاڻپ (Icons) بڻيل قومي توڻي بين الاقوامي شخصيتون ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ذوالفقار ڀٽو سائين جي. ايم. سيد، شيخ اياز شيخ مجيب، اندرا گانڌي نهرو لينن، مائوزيتنگ، موهنداس، ڪرمچند گانڌي چرچل، اسٽالن، ٽراٽسڪي، خروشچيف، چو اين لاءِ هوچي منهہ ڪاسترو چي گويرا، جنرل گياپ، جولس فوجڪ، لي دوئان، ايلندي جمال ناصر، مارشل ٽيٽو گوربا چوف، چيخوف، گورڪي، شوپنهار نرودا، شاهہ لطيف، ٽئگور، نذر الاسلام، فيض احمد فيض امرتا پريتم، قرة العين حيدر وغيره "تاريخ" بڻجي ويا آهن سنڌ جي نئين نسل تہ بي بينظير کي ئي Icon طور سڃاتو جيڪو بہ دؤر انتهائي مختصر رهيو. يعني 18 آڪٽوبر کان 27 ڊسمبر 2007ع تائين. دراصل ان ئي مختصر دؤر نئين نسل کي سياست سان روشناس ڪرايو ۽ ٻن ڏهاڪن جي وٿيءَ کان پوءِ پهريون ڀيرو سنڌ جي گهر گهر، گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ سياست نئين رنگ ڍنگ سان داخل ٿي ۽ مثبت تبديليءَ جي جدوجهدکي موٽ ملڻ شروع ٿي. هر صدي پنهنجي ڪک مان مثبت توڻي منفي نت نين تحريڪن، ڪردارن، قوتن ۽ سماجن جي آبياري ۽ تخليق ڪندي آهي. قديم قدرتي اشتراڪي دؤر کان پوءِ هي پهريون ڀيرو هيو تہ انساني شعور جي وسيلي آندل انقلاب ذريعي غير طبقاتي نظام جو تجربو ڪيو ويو. 1917ع جي آڪٽوبر انقلاب کان پوءِ مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن لاءِ "مارڪس، اينگلس ۽ لينن" جي ٿمورتي سمورين طبقاتي جدوجهدن ۽ قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي اتساهيندڙ سڃاڻپ بڻجي وئي. جڏهن تہ هاڻوڪو نئون نسل ان ٿمورتيءَ کان بہ جهڙوڪر اڻ واقف

آهي. هن نسل جو وڏي ۾ وڏو Icon بل گيٽس آهي. ڪوبہ سياسي رهنما. ڪوبہ اعليٰ پائي جو اديب. دانشور يا فلسفي ۽ ڪابہ بين الاقوامي سياسي تحريڪ نئين نسل لاءِ اتساهيندڙ قوت طور آڏو نہ آئي آهي. جنهن ڪري مثبت سياست منجهان نہ رڳو سنڌ. پر سموري عالم جو اعتبار ڪچيل آهي. مثبت تبديليءَ جو ٻج ڇٽيندڙن آڏو اڄ وڏي ۾ وڏو چيلينج اهو آهي تہ هو پنهنجي قول. فعل ۽ ڪردار سان ڪو اُتساهيندڙ مثال پيدا ڪن. گذريل ڀن ڏهاڪن جي طوفان بدتميزيءَ ڪان پوءِ هاڻي سنڌ سميت سموري انسان ذات بيچينيءَ سان مثبت تبديليءَ لاءِ نہ رڳو واجهائي رهي آهي. بلڪ ان لاءِ پنهنجي پنهنجي حصي جو ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ بہ تيار ٿي رهي آهي. آمريڪا ۾ اوباما جي چونڊ مهم ۾ مثبت تبديليءَ لاءِ آمريڪي نوجوان وڏي عرصي ڪان پوءِ ڀهريون ڀيرو سياست جي ميدان ۾ لٿو ۽ اوباما کي ڪٺائڻ ۾ فاتحانہ ڪردار ادا ڪيو. وينزويلا جو هوگو شاويز ڪاٻي ڌر جو اهو واحد بين الاقوامي ڪردار آهي جيڪو واحد سپر پاور کي کلي عام للڪاري رهيو آهي. ڏکڻ آمريڪا منجهہ تہ عوام دوست تحريڪن جي هڪ لهر اُٿي آهي. جنهن جو هڪ نئون اتساهيندڙ پهلو اهو بہ آهي تہ انهن تحريڪن جي اڳواٽي آهستي آهستي اصلوڪن آمريڪي لوڪن جي هٿن منجهہ اچي رهي آهي. اڄ بوليويا جي واڳ اصلوڪي آمريڪي اڳواڻ ايوو مورالز (Evo Morales) جي هٿن منجهہ آهي ۽ اها تبديلي هڪ پر امن جمهوري ۽ مزاحمتي تحريڪ وسيلي آئي آهي.

سنڌ بہ اڄ هڪ نئين مزاحمتي تحريڪ لاءِ پر ساهي رهي آهي. ڪالاباغ ڊيم جو نہ ٺهڻ بہ سنڌ جي مزاحمتي سگهہ جو علامتي اظهار آهي. اڄ ڌاري آبادڪاريءَ خلاف هلندڙ مزاحمت بہ سنڌ جي نئين اڀرندڙ سگهہ جو مظهر آهي. جنهن جو ڪمزور ترين پهلو طاقتور سياسي محور جي غير موجودگي آهي. جنهن ڪري اها تحريڪ ڪا بہ منظم شڪل اختيار نہ ڪري سگهي آهي. هيءَ سڄي صورتحال هڪ نئين سياسي محور جي تخليق لاءِ تاريخي مواد فراهم ڪري رهي آهي ۽ اڄ جيڪڏهن سنڌ دوست. عوام دوست ۽ انسان دوست قوتن ان تاريخي مواد کي منظم ڪري هڪ سگهاري سياسي پليٽ فارم جي تخليق جو سونهري موقعو وڃائي ڇڏيو تہ سنڌ هڪ ڀيرو وري "ساڳيا لاٽون ساڳيا چڱهہ" واري دکدائڪ صورتحال ۾ ڦاسي سگهي ٿي ۽ جيڪڏهن اسان نئون مثبت سگهارو سياسي محور تخليق ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون ٿا تہ سنڌ ۾ سنڌي قوم هڪ تاريخي فتح سان همڪنار ٿيندي ۽ سنڌ نہ رڳو پنهنجي لاءِ پر پوري انسان ذات جي آزاديءَ آجپي لاءِ نيون راهون روشن ڪندي

(روزاني "ڪاوش" حيدرآباد 24 سيپٽمبر 2009ع)

# تبديليءَ جا مختلف دؤر ۽ نئين تبديليءَ جو انتظار ڪندڙ سنڌ

"اڄ برائي جو ڳاٽ اوچو آهي ۽ چڱائي پيرن ۾ لتاڙجي رهي آهي، ان صورتحال کي الٽو ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهڙي تبديليءَ کي انقلاب، جيئو ويندو آهي، ائين ٿي وڃي ته ڏاڍو سٺو پر اسان وٽ اهڙي ڪا انقلابي صورتحال موجود ڪونهي." مشهور دانشور نجم سيٺي سڌي سادي ٻوليءَ ۾ بنيادي تبديليءَ جي وصف بيان ڪري ٿو ۽ گڏوگڏ مايوسيءَ جو به اظهار ڪري ٿو. جڏهن ته سنڌ مايوسيءَ جي ڪُنَ مان نڪري تبديليءَ جي سفر تي روان دوان ٿي چڪي آهي، پر جيئن ته اڃا نئين سفر جي ابتدا ٿي آهي، تنهن ڪري تبديليءَ جو تصور ۽ منزل اڃا زير بحث آهي ۽ جيستائين ڪا عملي شڪل آڏو نه ايندي تيستائين اسان جا ذهن گهڙيال جي پينڊولم جيان اميد ۽ نااميديءَ جي چيڙن وچ ۾ گردش ڪندا رهندا.

هونئن ته هر شيءِ تبديل ٿيندي رهي ٿي ۽ فقط تبديلي ئي اهو عمل آهي، جيڪو ڪڏهن به تبديل نٿو ٿئي. جيڪو ڪالهه هيو اهو اڄ ڪونهي ۽ جيڪي اڄ آهي، سڀاڻ اهو نه رهندو. اسين جيڪڏهن ان بنيادي فطري قانون کي ئي سمجهي وٺون ته اسان کي اهو سمجهڻ ۾ دير نه لڳندي ته اڄ جيڪڏهن برائي عروج تي آهي ته اها سدائين رهڻي ناهي، ان کي هر صورت پيرن پر اچي ڦهڪو ڪرڻو آهي ۽ چڱائي جيڪا اڄ ڌرتيءَ جي ڌوڙ ۾ٽيل آهي، تنهنجو ڳاٽ سڀاڻي اوچو ٿيڻو آهي. اڄ جي سياست تي نظر وجهو هر ڪوئي پنهنجي بداعمالين جو دفاع ان دليل سان ڪري رهيو آهي ته ڇا اسان تي تنقيد ڪرڻ وارن جا هٿ صاف آهن؟ اڄ سنڌ ۾ پيپلز پارٽيءَ جو دفاع ڪرڻ وارا به اهو دليل ڏئي رهيا آهن. اهو آهي اڄوڪو سياست جو اونداهو سچ.

سچي سياست يعني عوام جي رهبري.ڪي جلا بخشيندو آهي سماج جو سڀ کان حساس، روشن خيال ۽ سرڪش اديب ۽ دانشور. اڄ اهو ڪٿي بيٺل آهي؟ جيڪڏهن بيان ٿو ڪجي ته سنڌ ۽ بلوچستان ۾ خصوصي طور اين جي اوز مزاحمتي شعور کي مانو ڪرڻ لاءِ منظم ڪيون ويون ته دوست ڪاوڙجيو

پون، ڪرپشن جو ڪاروبار ڪيترو عروج تي آهي ۽ سچ کي ٺوڪر هڻڻ ڪيترو آسان!

اسان جون اڄوڪيون سماجي روايتون ڪاروڪاري، قبائلي جهيڙن، نجي جيلن ۽ پريمي جوڙن تي اڇي دنگ ٿيون ڪن. هي سماجي قدرن جي زوال جون چٽيون نشانيون آهن. اڄوڪي دوستي ۽ ماڻهپي جا معيار به اخلاقي ڏيوالپڻي جا مظهر بڻجي ويا آهن. اڄ جي ئي دؤر ۾ والنٽيئر جي اها دانهن سمجهه ۾ اچڻ لڳي ٿي ته "اي خدا مون کي منهنجي دوستن کان بچاءِ، دشمن سان مان پاڻهي پڄي پوندس." اسان جي ثقافت به ڪجهه ثقافتي ڏهاڙن ۽ پروگرامن کي چڙي ڪري گهٽو ٽٺو انتهائي ڪل جوڳي، نقالي ۽ سطحي برگر ڪلچر جي ور چڙهي وئي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪو گيت هوا جي تازي جهونڪي وانگي اچي روح کي تازگي بخشي ٿو نه ته روح کان خالي پولن ۽ گيتن جو راڄ آهي. اسان جي تعليم جو حال هرڪنهن کي معلوم آهي. پگهارن وڌائڻ لاءِ ويڙهه ضرور ڪبي، باقي غريبن جي ٻارن کي پڙهائڻ تي وقت ڪير وڃائي؟ اهو آهي اسان جي استاد. مستقبل جي معمار جو معيار! باقي نجي اسڪول ته آهن ئي دولت جا ڪارا ڪارونيار. جڏهن اسان جا پنهنجا افعال اهي آهن ته ويچاري حڪومت تي ڪهڙي ميار؟ اها ته آهي ئي پنهنجو مدو پورو ڪرڻ لاءِ سرگردان. هو پنهنجو سِر بچائين يا عوام لاءِ سوچين؟ پوءِ به هو ويچارا عوام آڏو ڪانه ڪا پوتي پيا اڇلائيندا رهن ٿا ته جيئن عوام به پوتيءَ جي جهيڙي ۾ اٽڪيو پيو هجي ۽ هو به واري وٽيءَ سان راڄ ڪندا رهن. ائين هو صورتحال کي جيئن جو تيئن برقرار رکڻ يعني اسٽيٽسڪو لاءِ جتن پيا ڪن پر وقت واريءَ وانگر سندن هٿن مان گذري رهيو آهي ۽ حڪمران قوتن جي اندروني ويڙهه جيڪا هاڻي خانه جنگي جي صورتحال ۾ تبديل ٿي وئي آهي، سندن زوال جي رفتار کي تيز ڪري ڇڏيو آهي. تنهن ڪري هاڻ تبديلي اٽل آهي، پر اهم سوال اهو آهي ته تبديليءَ جي نوعيت ۽ ڪيفيت ڪهڙي هوندي؟

"ماضي تي نظر وجهو مستقبل اوهان کي نظر اچي ويندو." اچو ته ويجهي ماضي يعني پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ سنڌ ۾ تبديلين جي تاريخي دؤرن تي هڪ نظر وجهون. سڀ کان پهرين ته 1947ع ۾ هندستان جي ورهاڱي کي هڪ نئين تناظر ۾ ڏسڻ جي ضرورت آهي. اهي برطانوي حاڪم ئي هئا، جن هندستان جي سمورين آزاد رياستن کي گڏائي هڪ وسيع منظم رياست جي تشڪيل ڪئي ۽ اهي ئي پنهنجي نگرانيءَ ۾ هندستان کي ٻن رياستن ۾ ورهائي ٽيڙ گول ڪري ويا. انهن منظم ۽ متحد ته تاريخي ۽ آزاد رياستن کي ڪيو ٻر نئون ورهاڱو وري مذهب جي بنياد تي ڪيو. جنهن ڪري بينگال،

پنجاب ۽ ڪشمير جي تاريخي رياستن جو غير فطري ورهاڱو ڪيو ويو ۽ سنڌ آباديءَ جي غير فطري تبادلي جو شڪار ٿي اها بنياد لوڏيندڙ تبديلي هئي، پر جيئن تہ فطرت جو قانون آهي تہ هر تباهيءَ جي ڪُکِ ۾ نئين تعمير جو ٻج هوندو آهي، تنهن پٽاندڙ سنڌ ۾ نئين قومي سوچ ۽ قومي تحريڪ جنم ورتو جنهن جي آبياري ۾ رهنمائي سائين جي ايم سيد ڪئي. جيئن تہ ٻي عالمي جنگ کان پوءِ دنيا تاريخي طور سرمائيدار ۽ سوشلزم جي ويڙهہ جي دؤر ۾ داخل ٿي چڪي هئي ۽ ٽين دنيا ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪن ۽ طبقاتي جدوجهدن جو سنگم ٿيڻ لڳو هو تہ ان تبديليءَ جو اثر بہ سنڌ تي نمايان ٿيڻ لڳو سنڌ ۾ قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جي سگهہ سان تحريڪ جي سرواڻي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ڪئي. سٺ جي ڏهاڪي ۾ سنڌ جا سرڪش اديب، شاعر، دانشور ۽ شاگرد اڳواڻ بہ انقلابي شعور ۽ تبديليءَ جي هن ڌارا ۾ سرگرميءَ سان شامل ٿي ويا. جنهن جي نتيجي ۾ "نئين سنڌ" جنم ورتو. 1969ع ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي موت ۽ ذوالفقار ڀٽي جي اڳواڻي ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي اڀار سان سنڌ تبديليءَ جي ٻئي دؤر ۾ داخل ٿي وئي. تبديليءَ جي پهرئين دؤر کي اسان بلاشڪ مزاحمتي تبديليءَ جو دؤر (1969ع - 1947ع) سڏي سگهون ٿا.

تبديليءَ جو ٻيو دؤر (83ع 1969ع) متضاد تبديليءَ جو دؤر هيو يعني مزاحمتي ۽ اقتداري تبديليءَ جو دؤر. بلاشڪ ڀٽي پنهنجي محنت ۽ عوامي انداز سياست سان سنڌ سميت سنڌو ماتريءَ جي سموري عوام کي متاثر ڪيو ۽ کين سياسي شعور سان همڪنار ڪيو پر 1970ع جي چونڊن ۾ جتي ڀٽي صاحب پيرن ميرن وڏيرن ۽ ڀوتارن جا ڀاري برج لوڏي ڇڏيا، اتي وري اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ انهن جو ئي پرجهلو ٿي بيٺو. ستر جي ڏهاڪي ۾ سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي شعور ترقي ڪري منظم ادارتي شڪل اختيار ڪئي. اها تمام معياري ڪيفيتي تبديلي هئي. جي ايم سيد، آريسر، رسول بخش پليجي، فاضل راهو ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ ۽ ڄام ساقي وغيره جي اڳواڻيءَ ۾ جيئي سنڌ، عوامي تحريڪ سنڌ وطن دوست ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ سنڌ ۾ مزاحمتي تبديليءَ جا منظم سياسي ادارا وجود ۾ آندا. انقلابي رسالن ۽ اسٽڊي سرڪلن ذريعي سياسي تعليم جو منظم سرشتو تخليق ٿيو جتان هزارين ڪارڪن، سنڌ دوست، عوام دوست ۽ انسان دوست شعور سان لاڳاپجي مثالي انسان بڻجي اڀريا. ساڳئي ريت سنڌ جي دانشورن، اديبن ۽ شاعرن بہ منظم طريقي سان سهڻي ۽ ٻين رسالن ذريعي شاندار مزاحمتي ادب ۽ ادبي تحريڪ کي سربلند ڪيو. هيءَ سنڌ جي مزاحمتي تحريڪ جو سونهري دؤر هيو جنهن کي پهريون

ڏچڪو پئي صاحب سنڌي پريسن ۽ رسالن تي بندش وجهي هنيو جنهن ڪري معياري ادب جا تخليقي سرچشما بہ سڪڻ شروع ٿيا. ان وقت اها تبديلي شدت سان اُن ڪري محسوس نہ پئي ڪئي وئي جو سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي شعور جي اوسر مسلسل وڌندي پئي وئي ۽ مزاحمتي تبديليءَ جي واڳ ثابت قدم سياسي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جي هٿن ۾ اچي چڪي هئي.

پئي دؤر ۾ هڪ وڏي مثبت سماجي تبديلي اها آئي تہ پئي، ڪراچي ۽ اسلام آباد جا دروازا سنڌين لاءِ کولائي ڇڏيا. تعليمي ادارا ۽ ڪارخانن کي قومي ملڪيت ۾ وٺي ڪراچيءَ جي تعليم ادارن ۾ اندرون سنڌ جي شاگردن جي ڪوٽا مقرر ڪري پئي صاحب جڻ تہ سنڌ جي قومي تحريڪ کي ڪراچيءَ ۾ پير پائڻ ۽ قدم جمائڻ جا بنياد فراهم ڪري ڏنا. پوءِ ينگ سنڌي انجنيئرز ۽ سنڌي ميڊيڪوز جهڙا فورم بہ وجود ۾ اچي ويا. ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ جي اڳواڻيءَ ۾ سگا بہ سنڌ جي تعليم يافتہ طبقي کي منظم ڪرڻ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. اسٽيل مل وري صنعتي ميدان ۾ سنڌي وچولي ۽ هيٺين طبقي کي ڪراچيءَ ۾ قدم جمائڻ ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو ۽ اڄ اتي وسيع سنڌي آباد منظم ٿي چڪي آهي. بلاشڪ ان مثبت تاريخي تبديليءَ جو سهرو پئي جي سر تي آهي، جنهن ڪري سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ پئي صاحب جي منفي سان گڏ مثبت ڪردار کان بہ انڪار نٿو ڪري سگهجي. پئي صاحب جي ڦاسيءَ تائين سنڌ جي ترقي پسند تحريڪ ۽ پئي جي عوامي تحريڪ وچ ۾ تضاد شدت سان موجود رهيو پر پئي صاحب جي ڦاسيءَ سان سنڌ جي سوچ ۾ هڪ ڪيفيتي ڦال اچي ويو. سموري سنڌ يڪ آواز پڪاريو: پنو جيڪڏهن سنڌي نہ هجي ها تہ کيس ڦاسيءَ تي نہ چاڙهيو وڃي ها! ان ئي نڪتي تي سنڌي قوم جو پهريون "قومي اتفاق راءِ" جڙيو. تبديليءَ جي سفر ۾ اها انتهائي اهم تبديلي هئي.

1983ع ۾ سنڌي قوم جي انقلابي ڦال حڪمرانن جون وايون بتال ڪري ڇڏيون ۽ پوءِ هنن پاڻ سنڀالي انتهائي خطرناڪ گهڙ رخي حڪمت عملي جوڙي ورتي ۽ سنڌ جي مزاحمتي تحريڪ تي تمام سنڌائتا وار ڪيا ۽ مٿان وري وقت جو بہ واءُ وريو ۽ سڄي دنيا ۾ مزاحمتي تحريڪن جو پيرجهلو سوويت يونين خود پنهنجو وجود وڃائي ويٺو. سنڌ جي ڏهاڪي ۾ جيئڻ سنڌ جي ادبي تحريڪ تي وار ڪيو ويو هيو تيئن وري 1983ع کان پوءِ سنڌ جي مزاحمتي تحريڪ تي انتهائي خطرناڪ مڪارانہ ۽ عيارانہ طريقي سان حڪمران قوتون حملہ آور ٿيون. هن ڀيري حملو انتهائي شديد هيو. شهرن ۾ دهشتگردن ۽ ڀاڙيتن ۾ ڌاڙيلن جو راڄ قائم ڪري سموري سنڌ کي تباهيءَ ڏانهن ڌڪيو ويو.

سنڌ جي مزاحمتي تحريڪ کي سپ کان وڏو ذهني ڌچڪو اُن وقت لڳو جڏهن 1988ع ۾ اقتدار ماڻڻ کان پوءِ بينظير حڪومت بدعنوانيءَ جي ور چڙهي وئي. 1979ع کان وٺي بينظير مسلسل مزاحمتي تحريڪ جي سرواڻ طور سنڌي عوام جي اميدن جو مرڪز بڻيل هئي پر اقتداري ڪارگذاريءَ سبب اميد، نااميديءَ ۾ بدلجڻ لڳي، ائين سياسي سماجي تنزلي ۽ منفي تبديليءَ جي تاريڪ دؤر جو آغاز ٿيو. سوني تي سهاڳو ٿيو جو مزاحمتي قومي ۽ طبقاتي تحريڪ به بدعنوانيءَ جي ور چڙهڻ شروع ٿي وئي. نوي جي ڏهاڪي ۾ سنڌ سياسي عمل کان ڪٽجي سياسي بي عمليءَ جي دؤر ۾ داخل ٿي وئي، جنهن جي نتيجي ۾ اڄ اسان جي سامهون اهو نوجوان نسل آهي جيڪو نه رڳو سياسي شعور کان وانجهيل آهي بلڪ سياست کي بنهه منفي عمل سمجهي ٿو. اهو منفي تبديليءَ جو معراج آهي.

تبديليءَ جي چوٿين دؤر جو آغاز ٿئي ٿو 18 آڪٽوبر 2007ع تي ڪراچيءَ ۾ محترمه بينظير جي آمد سان. غير سياسي نوجوان نسل هن طرح ڪنهن سياسي اڳواڻ جو عوامي استقبال ٿيندي پهريون ڀيرو ڏٺو سو به اليڪٽرانڪ ميڊيا ذريعي پنهنجي اکين سان ۽ 19 آڪٽوبر تي جڏهن بينظير بي خوف ٿي ڌماڪي ۾ مارجي ويلن جي وارثن ۽ زخمين جي عيادت لاءِ اسپتالن ۽ گهرن جا دورا ڪيا ته سندس مخالف به بي ساخته سندس همت ۽ بهادريءَ کي داد ڏيڻ لڳا. ائين هڪ ڀيرو وري سڄي سنڌ سياست سان لاڳاپجي وئي. 18 آڪٽوبر کان 27 ڊسمبر تائين 69 ڏينهن ۾ بينظير سنڌ جي ٻارن ٻڍن، عورتن، مردن، نوجوانن سيني کي والهانه انداز ۾ سياست جي ڪار زار ۾ آڻي بيهاريو ۽ 27 ڊسمبر 2007ع تي جڏهن بينظير جي موت جي خبر سنڌ تي وڄ جيان ڪڙڪي ته سنڌ بجليءَ جي تار بڻجي سپ ڪجهه ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيو ۽ ايڏي غم ۽ غصي جي عالم ۾ به سنڌي ماڻهن ڪنهن جي به جان کي ڇاٽي واٽي ڇيهو نه رسايو. هنن ريل گاڏيون ته ساڙيون، پر مسافرن جي خدمت مهمانن جيان ڪئي. اهو سنڌي ماڻهن جي ماڻهپي ۽ لوڪ ڏاهپ جو معراج هو.

پر حڪمرانن جي بدعنواني کين بار بار مايوسيءَ جي کُنَ ڏانهن ڌڪي رهي آهي ۽ کين ڪو اتساهيندڙ متبادل به نظر نٿو اچي، پر هنن جي اميد زنده آهي، جنهن ڪري هو مثبت تبديلي ۽ اميد جي آواز کي اتساهيندڙ موٽ ڏين ٿا. تبديليءَ جي تاريخي دؤرن جو جائزو اهو واضح ڪري ٿو ته اسين مثبت بنيادي تبديليءَ جي دؤر ۾ اڄا هاڻي داخل ٿيا آهيون، جيڪو منطقي طور تي پنهنجو معراج ضرور ماڻيندو.

لينن، مائوزيتنگ ۽ چي گويرا ويهين صديءَ جا اڳواڻ هئا. جڏهن ته اڄ اسين ايڪيهين صديءَ ۾ داخل ٿي چڪا آهيون ۽ هر صدي پنهنجي دؤر جا اڳواڻ پاڻ تخليق ڪندي آهي. جيڪي بلڪل ئي الڳ نوع جا هوندا آهن سنڌي توڙي باقي دنيا ۾ انهن جو اُڀرڻ فطري ۽ اٽل آهي. بلڪ اهڙن اڳواڻن ۽ انقلابن جي اسرڻ جي امڪانن کي رد ڪرڻ. فطرت جي قانونن کي رد ڪرڻ جي مترادف آهي ۽ قوي امڪان اهو ئي آهي ته ويهين صديءَ جيان ايڪيهين صدي به هن ئي ڏهاڪي ۾ نين انقلابي قوتن کي جنم ڏيندي.

ارتقا جي سفر اهو به ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته هاڻي قسمت جي ديوي هڪ ڀيرو وري اوپر تي مهربان ٿي آهي. اڄ اولهه به ان حقيقت کي تسليم ڪرڻ شروع ڪيو آهي ته هاڻي طاقت جا مرڪز چين، هند، لاطيني آمريڪا ۽ آفريڪا ڏانهن تبديل ٿيڻ شروع ٿي چڪا آهن. تڏهن اسان کي اها حقيقت به نه وسارڻ گهرجي ته جڏهن اوڻويهين صدي جي پوئين اڌ ۽ ويهين صديءَ جي ابتدا ۾ سيئي اکيون تبديلي لاءِ ترقي يافته سرمائيدار ملڪن ڏانهن واجهائي رهيون هيون ته بنيادي تبديلي وري سپ کان پوئتي پيل سرمائيداري ۽ زار شاهيءَ جي ملڪ روس ۾ آئي. جنهن نه رڳو روس پر سموري انسان ذات جي تاريخ بدلائي ڇڏي. يقين ڄاڻو ته اهڙي ئي شاندار تاريخي تبديلي سنڌ ۾ رونما ٿي سگهي ٿي.

*(روزاني ”ڪاوش“ حيدرآباد، 5 نومبر 2010ع)*

# پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم جو زوال اٽل آهي!

”آمريڪا، پاڪستان کي ٽوڙڻ جو فيصلو ڪري چڪو آهي. هو ۽ سندس پارٽي ان ڪم ۾ آمريڪا سان گڏ آهن.“ ذوالفقار مرزا، الطاف حسين جي حوالي سان ان اهم ترين ’راز‘ تان پردو کڻي ٿو جيڪو ڄاڻڻ وارا سالن کان ڄاڻن ٿا.

اوهان جيڪڏهن انٽرنيٽ تي رالف پيٽرس، سيلگ هيئريسن، اينڊريو گيرن مارشل ۽ آمريڪي انٽيليجنس رپورٽن جو جائزو وٺو ته ڪوڙ سارا ثبوت اوهان جي اکين آڏو اچي ويندا. خود پاڪستاني اسٽيبلشمينٽ جي دانشورن جا تجزيا به اوهان کي ٽرپل اي (AAA) الطاف، آصف ۽ آمريڪا ڏانهن آڱريون کڻندي نظر ايندا.

الزام تراشين جي بوڇاڙ کي پاسي تي رکي سنجيدگيءَ سان حقيقت حال کي سمجهڻ ضروري آهي. هن حقيقت کان ڪوبه انڪار نٿو ڪري سگهي ته اسان انارڪي جي دؤر ۾ داخل ٿي چڪا آهيون جتي هر ڪوئي هر قيمت تي پنهنجا مطلب ماڻڻ لاءِ سپ ليڪا لتاڙي رهيو آهي. هڪ بي پاڙي ول جيان هر سمورو سماج بدبودار ٿي پنهنجي منطقي موت ڏانهن وڌي رهيو آهي. ذوالفقار مرزا کان اڳ، ڊاڪٽر قدير به گذريل مهيني هڪ نجي اردو چينل کي انٽرويو ڏيندي اهو اعتراف ڪري چڪو آهي ته آمريڪي منصوبي مطابق 1915ع تائين هن ملڪ کي ٽڪرن ۾ ورهائڻ جو فيصلو ٿي چڪو آهي جنهن مطابق پنجاب، تاجڪستان وانگر ايٽمي هٿيارن تان هٿ کڻي هندستان سان جنگ نه ڪرڻ جو ٺاهه (No war pact) ڪندو ۽ ڊاڪٽر قدير جي چواڻي ”اسين ڪميءَ جي رفتار سان نه پر سهي جي رفتار سان ان طرف وڌي رهيا آهيون.“ وڏي سرڪار جي آشيرواد سان مرزا صاحب جي اڇلايل هن ايٽم بم جي اثرن ۽ سببن کي اصل قوتن جي وچ ۾ هلندڙ خانه جنگيءَ جي پس منظر ۾ پرکڻ جي ضرورت آهي. اهو شايد پهرين ڪرسٽينا لئمب چيو هيو ته پاڪستان کي ٽرپل اي يعني الله، آرمي ۽ آمريڪا هلائي رهيا آهن جيڪا چوٽي جلد ئي تمام

مشهور ٿي وڃي هئي، پر هاڻي لڳي ٿو ته الله ڪانئن الڳ ٿي ويو آهي جو باقي بچي هڪبئي تي روز ڏمريا ٿا وتن. پراڻن پڳ مٽ يارن جي حقيقي اختلافن جون جڙون سوويت يونين جي زوال سان لاڳاپيل آهن. اڄ آمريڪا سرِعام پنهنجي اها غلطي ته تسليم ڪري ٿو ته افغانستان مان سوويت فوجن جي نڪرڻ ۽ سوويت يونين جي ڀڄڻ ڪان پوءِ پاڪستان کي نڌڻڪو ڪري هن غلطي ڪئي هئي، پر هن اها غلطي ڪهڙي سوچ جي پس منظر ۾ ڪئي تنهن تي آمريڪا ڪڏهن به ناهي ڳالهايو. دراصل آمريڪا جي تڏهوڪي سوچ مطابق پاڪستان پنهنجي اهميت ۽ افاديت وڃائي چڪو هيو ان وقت تائين نه رڳو آمريڪا پر انڊيا به ڪميونزم جي روڪٿام لاءِ پاڪستان جي فرنٽ لائين اسٽيٽ هجڻ واري حيثيت ۽ اهميت کي شدت سان محسوس ٿي ڪيو تڏهن ته 1971ع ۾ مڪمل شڪست جي باوجود باقي پاڪستان کي مستحڪم ٿيڻ جو موقعو فراهم ڪيو ويو. 90 هزار پاڪستاني فوجين جي آزادي ۽ شملا معاهدي کي اڄ تائين پٽي جو ڪرشمو چاٽايو پيو وڃي پر حقيقت اها آهي ته بچيل پاڪستان جي استحڪام کي آمريڪا ۽ هندستان پنهنجن مفادن لاءِ ضروري ٿي سمجهيو. سوويت يونين جي اتحادي هجڻ جي باوجود به انڊيا، ڪميونزم کان ايترو ئي خوفزده هيو جيترو آمريڪا ۽ پاڪستان تڏهن ئي هندستان اندر ۾ اها راءِ عام مقبول ڪرائي وئي ته مستحڪم پاڪستان، هندستان جي مفاد ۾ آهي. جنهن سوويت يونين کي ختم ڪرڻ جي دعويدار اسان جي وڏي سرڪار آهي، تنهن جي ختم ٿيڻ کان پوءِ ئي آمريڪا ۽ هندستان ۾ اسان جي وڏي سرڪار جي اهميت، افاديت ۽ ويندي وجود تي ئي سوال اڀرڻ شروع ٿي ويا. افغان مجاهدن جي فوج تيار ڪرڻ وارن کي ان وقت وهم گمان به نه هو ته هو پنهنجي ئي پير تي ڪهاڙو هڻي رهيا آهن. "پنهنجي وڏئي جو نڪو ويچ نه طبيب." 1995ع کان وٺي آمريڪي سي آءِ اي نئين ايجنڊا تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. جڏهن ڪيس يقين ٿي ويو ته هاڻي نئين ورلڊ آرڊر ۾ هندستان اهم ترين اتحادي ۽ اسٽريٽجڪ پارٽنر بڻجڻ لاءِ تيار آهي تڏهن آمريڪا ۽ ڪئناڊا جون ٿنڪ ٽينڪس ۽ پاليسي ساز ادارا، نوان نوان پاليسي پيپر ۽ نقشا منظر عام تي آڻڻ لڳا. ڪاغذي ڪارروايُن کان اڳتي وڌندي ڪين سڀ کان وڏي ڪاميابي ان وقت حاصل ٿي جڏهن مشرف پنهنجي اقتدار خاطر آمريڪا جي نئين ايجنڊا کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ راضي ٿي ويو. ذوالفقار مرزا، الطاف حسين طرفان 2001ع ۾ ٽوني بليئر کي لکيل جنهن خط جو حوالو ڏئي ٿو سو ان ئي آمريڪي ايجنڊا تي عمل ڪرڻ جو اشارو هيو. آمريڪي

ايجنڊا تي تہ اڄ هرڪوئي ڳالهائي ٿو پر مشرف ـ الطاف محور جي ڪهڙي ايجنڊا هئي ۽ آهي ان تي ڪلي ڳالهائڻ کان لنوايو پيو وڃي.

آخر پاڪستان ٽوڙڻ جي خدمت سرانجام ڏيڻ جي انعام ۾ الطاف حسين ۽ سنڌس پارٽي، آمريڪي آقائن کان ڪهڙو انعام حاصل ڪرڻ ٿي چاهي؟ ڳالهہ بلڪل پڌري پٽ پئي آهي، هو پاڪستان ٽوڙڻ جي صلي ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي ڌرتيءَ جو هڪ حصو ڪراچيءَ کان گوادر تائين حاصل ڪرڻ لاءِ سرگردان آهن. اهو مقصد ماڻڻ لاءِ مشرف ۽ الطاف حسين انتهائي چالاڪيءَ سان ٻني ايجنڊا يعني پاڪستان ٽوڙڻ جي آمريڪي ايجنڊا ۽ سنڌ بلوچستان ڪي ورهائي مهاجرستان جي قيام جي پنهنجي ايجنڊا تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو جنهن لاءِ گهڻ رخي منصوبابندي ڪئي وئي. ڪنهن بہ رياست کي ختم ڪرڻ لاءِ پهريون قدم هوندو آهي سندس سلامتي جي ادارن کي تباهہ ڪرڻ. مشرف دؤر ۾ پهريون ڀيرو نجي چينلن کي اها آزادي ڏني وئي تہ هو فوج، آءِ ايس آءِ ۽ ٻين ادارن تي ڪلي عام تنقيد ڪن ۽ سندن احتساب ڪن! ٻئي طرف وري عسڪريت پسندن جا خودڪش اسڪواڊ تيار ڪيا ويا جن جو خاص نشانو خود عسڪري ادارا هئا. پوليس چوڪين، جاسوسي ادارن جي آفيسن، آرمي، ايئرفورس ۽ نيوي جي اڏن تي حملا، بلوچ علحدگي پسندن يا ملڪ دشمن سنڌين تہ ڪونہ ڪيا آهن تہ پوءِ اهي ڪارناما ڪير سرانجام ڏئي رهيو آهي؟ اڄ هرڪوئي تسليم ڪري ٿو تہ اهو جنرل مشرف جي پاليسين جو ئي تباهہ ڪن نتيجو آهي. 12 مئي 2007ع تي مشرف واشگاف لفظن ۾ اعلان ڪيو تہ سندس طاقت جو سرچشمو ايم ڪيو ايم آهي چو تہ مشرف، هندستان سان ڪراچي بدلي ڪشمير جو سودو ڪري عسڪري قيادت کي چيڙائي چڏيو هو. ان ڪري ئي مارچ ۾ ڪيس لانگ مارچ ڪرائي سندس چٽي ڪرڻ جو بندوبست ڪيو ويو. اهو ئي سبب هيو جو هندستان، مشرف خلاف هليل وڪيل تحريڪ تي سخت پريشان ٿي ويو ۽ من موهن سنگهہ پنهنجي پريشانيءَ جو اظهار هنن لفظن ۾ ڪيو تہ مشرف سان ڪشمير تي ٺاهہ ٿي چڪو هيو فقط اعلان ڪرڻ باقي هيو. اها حقيقت بہ اڄ ڪنهن کان ڳجهي ناهي، ۽ خصوصاً ڳجهن ادارن کان تہ الذوالفقار جي انت کان پوءِ هندستان، ايم ڪيو ايم ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌايو جنهن جي آجيان الطاف ان بيان سان ڪئي تہ هندستان جو ورهاڱو تاريخي غلطي هئي جڏهن جي. ايم. سيد چيو تہ "مون پاڪستان ٺاهڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو ڏوهہ ڪيو". تڏهن ڪيس غدار، ملڪ دشمن ۽ ڪافر قرار ڏنو ويو پر ايم ڪيو

ايم ۽ الطاف حسين کي اڄ بہ محب وطن هجڻ جا سرٽيفڪيٽ عطا ڪيا پيا وڃن. واه ڙي رنگي تنهنجا رنگ!!

سنڌيءَ ۾ پهاڪو آهي تہ ”سياڻو ڪانءُ بہ ٽنگو ڦاسي.“ ان پهاڪي جي مصداق الطاف حسين. پاڪستان توڙي آمريڪا جي طاقتور ادارن جو اعتبار وڃائي ويٺو آهي. جنهن ڪري ئي برطانيا سرڪار عمران فاروق جي قتل جو نوڙ سندس ڳچي ۾ وجهي آهستي آهستي ڇڪي رهي آهي. عمران فاروق جي مبينا قاتلن جي برطانيا ۽ پاڪستان جي سرزمين تي گرفتاري. سندن اقبال جرم ۽ الطاف حسين جي احڪامن تي عمل ڪرڻ جي اعترافن جي ڪهاڻي، الطاف حسين جي روپوشي ۽ ڏکڻ آفريڪا ڏانهن فرار ٿيندي هيٿرو ايئر پورٽ تي گرفتار ٿيڻ جون سنسني خيز خبرون. انهن خبرن تي بہ تي ڏينهن ايم ڪيو ايم. پاڪستاني ميڊيا ۽ برطانوي ادارن جي مڪمل خاموشي ۽ پوءِ رحمان ملڪ ۽ برطانوي ڪمشنر ايڊم ٿامسن جي ترديد. سڀ بي بنياد آهن يا ڪنهن رٿابنديءَ جو حصو!؟ دراصل الطاف حسين ۽ ايم ڪيو ايم جي انت جو اسڪرپٽ لکجي چڪو آهي، ڪراچي جي صورتحال تي سپريم ڪورٽ جو ازخود نوٽيس، 29 آگسٽ کان ڪراچيءَ ۾ ان ڪيس جي سماعت جو فيصلو عمران فاروق ڪيس جو اوچتو کلي وڃڻ. انڊين ويب سائيٽ ۽ لنڊن پوسٽ ۾ الطاف جي گرفتاريءَ جي 27 آگسٽ تي پڌرائي ۽ 28 آگسٽ تي ذوالفقار مرزا جو اڇلايل ائٽم بم ان ئي اسڪرپٽ جا باب آهن. مرزا صاحب جي پريس ڪانفرنس جو سڌو نشانو تہ ايم ڪيو ايم هئي پر اڻ سڌي ريت سندس تيرن جو شڪار تہ پيپلز پارٽي ۽ سندس محسن آصف زرداري بہ بڻجي رهيا هئا. ايم ڪيو ايم سان اقتدار خاطر هر قسم جي مفاهمت آخر ڪنهن جي نام نهاد مجبوري آهي؟ رحمان ملڪ ۽ بابر اعوان ڪنهن جا لاڏلا آهن؟ ڪنهن کين ايڏو بااختيار بنايو آهي جو هڪڙو رات پيٽ ۾ سنڌ کي ورهائڻ جو اعلان ٿو ڪري ۽ ٻيو مسلسل پاڪستان سان گڏ سنڌ کي ورهائڻ جي منصوبي تي ثابت قدميءَ سان عمل پيرا قوتن جي پٺڀرائي پيو ڪري؟ رحمان ملڪ کي سنڌ مان سينيٽر چونڊرائڻ جو سونهري ڪارنامو سنڌ بچايو ڪميٽي جي اڳواڻن تہ ڪونہ سرانجام ڏنو آهي جن جي مٿان مرزا صاحب بنا ڪنهن اشتعال جي تنقيدن جا تير وسائي رهيو آهي ۽ اها بہ سموري تنقيد سنڌيءَ جي ان پهاڪي مثل آهي تہ ”مينهن، ڳئون کي ٿي چئي تہ هل ڙي پڇ ڪاري!“ بابر اعوان ۽ رحمان ملڪ سان گڏ ساڍا ٿي سال اقتدار جا مزا ماڻڻ کانپوءِ ڊاڪٽر صاحب کي جڏهن سنڌ ماءُ جو درد دل ۾ جاڳي پيو تہ سندس جگري يار بہ چئي ڏنو تہ ”کاڪي تير ديکا جو ڪمينگاه کي طرف تو دوستون سي ملاقات هو گئي“

اوهين عوام کي دوکو ڏيندا تہ دل گهريا اوهان کي دوکو چو نہ ڏيندا. عوام تہ وري بہ اوهان کي معاف ڪري سگهي ٿو پر تاريخ ڪڏهن معاف ناهي ڪندي. تاريخ تہ صدين جا حساب ڪتاب بہ چڪتو ڪندي آهي. سنڌي ماڻهن جي بي پناهہ محبت جي جيڪا موٽ پيپلز پارٽيءَ ڏني آهي تنهن جو ليکو چوکو تہ کيس ڏيڻو ئي پوندو. اجا تہ شروعات آهي. آگسٽ مهيني جي اندر ئي پيپلز پارٽيءَ جي قيادت کي هي ٻيو ذهني صدمو رسيو آهي. جڏهن تہ سنڌي ماڻهن کي تڏهن کان صدما رسندا ٿا رهن جڏهن ڀھريون ڀيرو پيپلز پارٽيءَ اقتدارخاطر وڳوڙي قوتن آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ سنڌ کي ٻہ لساني صوبو قرار ڏنو. سنڌ جي وحدت تي وارڪندڙ گورنر جي طاقت جون جڙون بہ تہ ان ٻہ لساني صوبي جي مفاهمتي معاهدي ۾ کتل آهن جيڪو پيپلز پارٽيءَ پنهنجي ڀھرين دؤر اقتدار ۾ سنڌ جي ڳچيءَ ۾ وڌو. اج اهو نوڙ ڇڪجي سنڌ جو ساهہ گهٽي رهيو آهي ۽ اج بہ پيپلز پارٽي ساڳي روايت قائم رکندي ثابت قدميءَ سان مفاهمتي معاهدي تي قائم دائم آهي. اردو جي پهاڪي مصداق تہ "هم تو صنم ڊوبين گي تمهين بهي لي ڊوبين گي." پيپلز پارٽي بہ ايم ڪيو ايم سان گڏجي ٻڏڻ جي خودڪش راهہ تي هلڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. "رب رسي مت کسي!"

ڪنهن بہ فيصلي لاءِ وقت جي چونڊ وڏي اهميت رکي ٿي. اسان کي اهو ڪڏهن بہ نہ وسارڻ گهرجي تہ مرزا صاحب استعيفيٰ ان وقت ڪونہ ڏني جڏهن پيپلز پارٽي جي مرڪزي قيادت ايم ڪيو ايم جي آڏو گوڏا کوڙيندي سنڌ جي ورهاڱي جو اعلان ڪيو. تڏهن تہ مرزا صاحب اسان کي محترم ظفر علي شاهہ سسئي پليجو ۽ پيپلز پارٽيءَ جي انهن اڳواڻن سان گڏ بيٺل بہ نظر نہ آيو جن انهي سنڌ دشمن مفاهمتي معاهدي سان کلي عام اختلاف راءِ جو اظهار ڪيو. الٽو هو هڙتال جو سڏ ڏيندڙ قومپرست اڳواڻن تي مڇرجي پيو ۽ 13 آگسٽ جي تاريخي هڙتال کي ناڪام ڪرائڻ لاءِ پيپلز پارٽيءَ جي سخت گير لابيءَ سان گڏ سندرا ٻڌي بيهي رهيو! مرزا صاحب استعيفيٰ جو فيصلو ان وقت ڪيو جڏهن رحمان ملڪ ليار ي آپريشن شروع ڪرايو. رحمان ملڪ جي نگرانيءَ هيٺ ٿيندڙ ڪوبہ آپريشن ڪيترو سنڌ دوست ۽ عوام دوست ٿي سگهي ٿو اهو هر ڪوئي چڱي ريت سمجهي سگهي ٿو. تنهنڪري مرزا صاحب جڏهن پنهنجي ۽ سنڌ جي دکندڙ رڳ تي هٿ رکيو تہ درد هر دل محسوس ڪيو ۽ ايم ڪيو ايم تي اهڙو سنڌائتو وار برابر جان جوکي ۾ وجهڻ کان گهٽ ڪونهي. تنهن ڪري سچي سنڌ کيس داد بہ ڏيئي ٿي ۽ فرياد بہ ڪري ٿي ۾ ميار بہ ڏي ٿي.

23 سيپٽمبر 2001ع تي الطاف حسين جو تڏهوڪي برطانوي وزيراعظم ٽوني بليئر ڏانهن لکيل خط، هاڻي بي بي سي لنڊن، ناقابل ترديد ثبوت طور پنهنجي ويب سائيٽ تي رکي ڇڏيو آهي،جنهن ۾ محترم نجم سيٺي جي چواڻي الطاف حسين، برطانيا معرفت آمريڪا کي پيغام موڪليو ته هو ۽ سندس پارٽي دهشتگردي خلاف جنگ جي حمايت ۾ نه رڳو لکين ماڻهو ڪراچي جي رستن تي آڻي سگهن ٿا بلڪ سڄي سنڌ ۽ سڄي ملڪ کان علاوه افغانستان ۾ به خدمت خلق جي بهاني برطانيا ۽ آمريڪا لاءِ جاسوسي جا فرض سرانجام ڏئي سگهن ٿا ۽ هنن مشرف دؤر جي انت تائين اهي فرض بخوبي انجام ڏنا، پر بش، مشرف لابي جي زوال ڪانپوءِ اهو به طرفو تعاون، غير متوازن بڻجي ويو آهي. ايترو وسيع تعاون آمريڪا ۽ پاڪستان جي اسٽيبلشمينٽ جي گڏيل سهڪار سان ئي ممڪن هيو پر اوباما جي آمد سان اهو سهڪار آهستي آهستي ڇڪتاڻ طرف وڌڻ لڳو جنهن ڪري اهي سڀ همراهه ٻئي ڌرڻ ۾ ڦاسي پيا آهن. جيڪي گڏيل سهڪار جا شاهڪار هئا، هاڻي اسپرنگ جي ٻن ڇيڙن جيان هر ڪوئي ڪين پنهنجي طرف ڇڪي رهيو آهي ۽ هو اسپرنگ تي ويٺل مکين جيان ڪڏهن هيڏي ته ڪڏهن هوڏي تي ٻنهي کي راضي رکڻ جي گورک ڌنڌي ۾ ڦاسي پياآهن. الطاف ڀائي کي آمريڪا جي نيت تي شڪ ته تڏهن به پيو هوندو جڏهن آمريڪا جي مشهور پاليسي ساز دانشور سيلگ هئريسن پنهنجي پاليسي پيپر ۾ ايم ڪيو ايم کي ڪابه اهميت نه ڏني. مستقبل جي ممڪن آمريڪي حڪمت عملي کي سمجهڻ لاءِ سيلگ هئريسن جي ان پيپر جو مطالعو بيحد اهم آهي، جيڪو هن 2008ع ۾ آمريڪي سرڪار آڏو پيش ڪيو آهي. آمريڪي سرڪار جي به اعتبار جي ڏور ان وقت ضرور ڪمزور ٿي هوندي جڏهن الطاف ڀائي، عافيه صديقي جي حق ۾ آواز اٿاريندي لکين ماڻهو ڪراچيءَ جي رستن تي آندا. اهو ڪو اتفاق ڪونهي ته جنهن وقت ذوالفقار مرزا ايم ڪيو ايم کي وڏي واڪ دهشتگرد تنظيم قرار ڏئي ٿو ان وقت الطاف ڀائي جي روپوش ٿي فرار ٿيڻ دوران گرفتاري جي خبر لنڊن پوسٽ شايع ڪري ٿي ۽ ڇا اهو به اتفاق ٿي سگهي ٿو ته هيڏانهن مرزا صاحب خط جو حوالو ڏئي ٿو ۽ هوڏانهن بي بي سي لنڊن ڏهن سالن کان پوءِ اهو خط پنهنجي ويب سائيٽ تي رکي ٿي. آخر پنهنجي ئي جاسوس کي پڌرو ڪرڻ ۽ سوڙهو ڪرڻ جو ڇا مطلب آهي؟

هن خطي ۾ هاڻ باهمي ڇڪتاڻ ۽ خانه جنگيءَ جو خطرناڪ ميدان تيار ٿي چڪو آهي، جتي سنڌ ۾ سنڌو ماتر جو سمورو عوام جنڊ جي ٻن پڙن وچ ۾ پيسجي رهيو آهي ۽ سنڌن ڪو ڌڻي سائين به ڪونهي. بدقسمتيءَ سان سنڌ

جي قومپرست قيادت بہ بار بار ملندڙ تاريخي موقعن کي هر ڀيري ضايع ڪري ٿي ڇڏي جنهن ڪري اسان جو عوام ۽ قومي ڪارڪن بہ اميدوياس سان پنهنجن اڳواڻن ڏانهن پيا ڏسن ۽ سوچن تہ "ڪاڏي منهن مريم جو ڪاڏي ٽنڊو الهيار!"

سياسي منظر تي چانيل قوتن جو جڏهن جائزو وٺجي ٿو تہ مايوسيءَ جو ٿي منهن ڏسڻو پوي ٿو پر معروضي حالتن جون حقيقتون اسان کي مايوسيءَ جي ڏيڻ مان ڪڍي ٿيون اڇن. سنڌي ماڻهن جي لوڪ ڏاهپ. اڄ اهو معراج ماڻي چڪي آهي جو نہ تہ ڪو ڪين بيوقوف بڻائي ٿو سگهي ۽ نہ ئي ڪنهن سحر جي چڪيءَ ۾ پيسي پنهنجو ٻڌو ٻانهو بڻائي ٿو سگهجي. باقي داداگيري ۽ دهشتگرديءَ آڏو تہ هنن ڪڏهن بہ هٿيار ڦٽا ناهن ڪيا. سنڌ جي لوڪ ڏاهپ هاڻ معراج جي ان منزل تي پهچي چڪي آهي. جتي مقامي تہ ڇا بين الاقوامي اسٽيبلشمينٽ بہ ڪيس مات نہ ٿي ڏئي سگهي. هاڻي سيني کي سنڌي ماڻهن سان بہ ڪي مفاهمتي معاهدا ڪرڻا پوندا. تڏهن تہ آمريڪي ڪانگريس جو ميمبر محترم شرمئن وائس آف آمريڪا تان سنڌي ٻوليءَ ۾ پروگرام نشر ڪرڻ جي حق ۾ دليل ڏيندي چوي ٿو تہ. "اسان کي سنڌ سان سنڌي ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻو پوندو."

# سنڌ، ايڪتا ۽ ثقافت جو سنگم ڪري ٿي

”سنڌ، گهوڙن ۽ گڏهن هڪلڻ وارن جي تهذيب آهي.“ پاڪستان جو پهريون وزيراعظم اعلان ڪري ٿو! سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت تي ايڏي خطرناڪ چٽر ۽ حملي جو مثال ان کان اڳ ڪڏهن به نٿو ملي. سنڌ جي سڀ کان تعليم يافته، ترقي يافته ۽ شهري طبقي کي شعوري ڪوشش سان سنڌ مان بيدخل ڪري، سنڌ کي ڳوٺاڻي سنڌ ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ وڏا شهر ڪراچي، حيدرآباد، سکر ۽ ميرپورخاص هندستانين حوالي ڪيا ويا. معاملي جي تهه تائين پهچڻ لاءِ اهو سمجهڻ بيحد ضروري آهي ته ڪين سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت تي ايڏي چڙ ڇو هئي؟ سنڌن ان چڙ جو هڪ تاريخي پس منظر هيو.

انگريز حاڪمن جڏهن محسوس ڪيو ته آزاديءَ جي تحريڪ، سنڌن حاڪميت جو انت آڻي سگهي ٿي تڏهن هنن ”ورهايو ۽ راڄ ڪيو“ جي پاليسي تحت هندستان جي سمورين رياستن ۾ مذهبي منافرت جو ٻج ڇٽڻ شروع ڪيو جنهن جي شروعات بنگال مان ڪئي وئي. پهريون ڀيرو 1905ع ۾ مذهبي بنيادن تي بينگال جو ورهاڱو ڪيو ويو. اهو بينگال جي قومي وجود تي ڪاري وارَ هيو جنهن جا سور هو اڄ به سيڪي رهيو آهي ۽ ايڪي لاءِ واجهائي رهيو آهي. سنڌ جي ايڪي تي پهريون وڏو وار ڀڳت ڪنورام جي شهادت ذريعي ڪيو ويو ان ڪانپوءِ مسجد منزل گاهه ذريعي مذهبي فسادن ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي جنهن کي حرن جي پيشوا ۽ انگريز حاڪميت کي للڪاريندڙ پير صبغت الله سورهيه بادشاهه ناڪام بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. 1943ع ۾ ايڪي ۽ آزاديءَ جي علمبردار بنهي اڳواڻن پير صبغت الله ۽ الله بخش سومري کي شهيد ڪرائي سنڌ ۾ نفرت جي سياست کي هٿي وٺرائي وئي. پر هزار ڪوشش جي باوجود به سنڌ ماڻهپي ۽ مهذبپڻي کي الوداع ڪرڻ کان انڪار ڪيو. 47_1946ع ۾ جڏهن سڄو هندستان ۽ خصوصاً پنجاب ۽ بينگال مذهبي فسادن جي ور چڙهي ويا تڏهن سنڌ ۾ مسلم ليگ جو پايو وجهندڙ سائين جي. ايم. سيد مذهبي منافرت واري سياست کان الڳ ٿي سنڌ

جي قومي سياست جا بنياد وجهڻ شروع ڪيا. جڏهن بينگال ۽ پنجاب ۾ مظلوم انسانن کي مذهب جي نالي ۾ ڪُنو پئي ويو ۽ ڏرتيءَ جي ڏيئرن جُون عصمتون لٽيون پئي ويون تڏهن سنڌ ۾ سائين جي ايم سيد، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ ٻيا انسان دوست اڳواڻ سنڌ جي ايڪتا لاءِ سرگردان رهيا. اهو سنڌي قوم جي فهم، فراست، انسانيت ۽ مهذبپڻي جو اعليٰ مثال هيو جو جنونيت ۽ وحشيانيت جي اهڙي دؤر ۾ به سنڌ ۾ مڪمل امن امان رهيو. اهو ئي سبب هيو جو سنڌ مان 1947ع ۾ ورهاڱي وقت ڪا به وڏي لڏ پلاڻ نه ٿي.

آخرڪار کين پاڻ کي ”مڙسي“ ڪرڻي پئي ۽ پوءِ ڪراچيءَ ۾ منظم منصوبه بندي سان 1948ع ۾ رياستي مشينري سنڌي ماڻهن مٿان حملہ آور ٿي. سنڌن حيرت جي حد ٿي نه رهي جڏهن سنڌ جو مسلم ليگي وزيراعليٰ ايوب کهڙو ساٿن ان سازش ۾ شريڪ ٿيڻ بدران بذات خود پنهنجي هموطنن جي حفاظت لاءِ ميدان ۾ لهي پيو ۽ هن سنڌ مان سنڌين جي لڏ پلاڻ بدران هندستان مان سنڌ ۾ ايندڙ ٽرينن جي آمد کي روڪڻ ۽ سنڌ ۾ وڌيڪ آبادڪاري بند ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. جنهن جي پاداش ۾ کيس وزارت اعليٰ تان هٽايو ويو. پاڪستان جي پهرين وزيراعظم کان پرويز مشرف تائين اهڙن سيني هندستاني حاڪمن کي سنڌي ماڻهو سست، ڪاهل ۽ نااهل ان ڪري نظر ايندا آهن جو هنن ڪڏهن به سنڌن هٿن ۾ رانديڪو بڻجي بنگال ۽ پنجاب جيان رات جي راند ناهي ڪئي. کين چڙ آهي ته هي گهوڙا ۽ گڏهہ هڪلڻ وارا سنڌي ماڻهو محبتن جا امين ڇو آهن! انسانيت جا علمبردار ڇو آهن!! عظيم تهذيب جا وارث ڇو آهن!!!

سنڌن اها تاريخي چڙ، مختلف وقتن تي ڇتر جي روپ ۾ ظاهر ٿيندي رهندي آهي ۽ سدائين سنڌي ماڻهن ان ڇتر جو جواب به پٿر سان ڏيڻ بدران مهذب دليل ۽ عمل سان ڏنو آهي. باباءِ سنڌ ”جام محبت“ آڇيو ۽ جي ايم سيد ”سنڌي ڪلچر“ جهڙي تاريخي ڪتاب سان سنڌ جي ثقافت جا بڻ بڻياد واضح ڪيا ۽ شيخ اياز وري ”جُت لُڪ لڳي، جت اڪ ٽپن سو ديس مسافر منهنجو ڙي“ جهڙي شاعري ڪري کين ٻڌايو ته سنڌي ماڻهن کي جتي موهن جي دڙي جهڙي تاريخي تهذيب جي وارث هجڻ تي فخر آهي اتي سنڌ جي گرمين، سردين، پهاڙن، صحرائن، وڻن ٻوٽن، پکين، پکڻن، ائن، گڏهن ۽ گهوڙن سان به پيار آهي. هو ڇا ڄاڻن ته گهوڙن ۽ گهوٽن کي لطيف جي سنڌ ڪيئن ياد ڪندي آهي:

گهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا!

گذريل سال 2009ع ۾ جڏهن صدر پاڪستان تي سنڌي ٽوپي پائڻ سبب چٿر ڪئي وئي ته سنڌي ماڻهن ان جو جواب به قومي گيتن، ٽوپين، اجرڪن ۽ مهذب دليلن سان ڏنو. هن پيري سنڌي ماڻهن جي ٻڌي ۽ ايڪتا سنڌن حواس خطا ڪري ڇڏيا ۽ ٻهريون پيرو هنن پسپائي اختيار ڪئي. ايئن اڳ ڪڏهن نه ٿيو جو حاڪمن کي محڪومن آڏو ڪنڌ جهڪائڻو پيو هجي ۽ معافيون تلافيون ۽ وضاحتون پيش ڪرڻ جي نوبت آئي هجي. ڪين شايد ٻهريون پيرو خبر پئي ته هي اٿ. گهوڙا ۽ گڏهه هڪلڻ وارا سنڌي هاڻي پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جا مالڪ ٿي ويا آهن ۽ جڏهن سنڌي ثقافتي ڏينهن ملهائڻ جو اعلان ٿيو ته ان کي سنڌ جو سڏ سمجهي نه رڳو سنڌ جي سنڌين ورنايو پر هند، سميت سموري دنيا ۾ ٽڙيل پکڙيل سنڌين به سنڌ جي ان سڏ جي سني موٽ ڏني. سنڌي قوم جي ورهاڱي کانپوءِ هي پهريون موقعو هيو جو سڄي دنيا جا سنڌي هڪٻئي سان هم ڪلام ٿيا. هيءَ ورهاڱي جي انت جي ابتدائي نشاني آهي. تاريخ ۾ جڏهن به ڪا وڏي ڪيفيتي تبديلي ايندي آهي ته ان جون ابتدائي نشانيون ايئن ئي بظاهر معمولي ۽ غير اهم انداز ۾ ظاهر ٿينديون آهن. 6 ڊسمبر 2009ع تي نئين سفر جي ابتدا ٿي. قومي ٻڌي ۽ ايڪتا جي سفر جي ابتدائي سموري سال دوران سنڌي ٽي وي چينلن جي وچ ۾ چٽا پيٽي جي ڊوڙ ۾ به مثبت رنگ وڌيڪ نمايان رهيو. هڪ چينل جيڪڏهن سنڌي ٽوپي ۽ سنڌو درياهه جا ڏهاڙا ملهائڻ جي ابتدا ڪئي ته ٻئي چينل وري پاڻي ڪانفرنس ۽ قبيلائي جهيڙن خلاف ڪانفرنس ڪري حقيقي سنڌ ايجنڊا کي اڳتي وڌايو. ٻوڏ جي آفت وقت به سيني پنهنجي وت وس آهر قوم جو پرجهلو ٿيڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. سنڌ جي سمورين سياسي، سماجي ۽ ادبي تنظيمن به سهپ ۽ رواداريءَ جو ڀرپور مظاهرو ڪندي هر سڏ جي مثبت موٽ ڏني. پر پوءِ پيپلز پارٽيءَ کي الائي ڪهڙو اچي پور پيو جو اوچتو پنج ڊسمبر بدران 4 ڊسمبر تي سنڌي ثقافتي ڏهاڙو ملهائڻ جو اعلان ڪيو. اڄ تائين اها وضاحت پيش ڪرڻ جي تڪليف ڪنهن به نه ڪئي آهي ته آخر ايئن ڪرڻ جي ضرورت ڇو پيش آئي. عوامي سياسي قوتون جڏهن به ڪا پيش قدمي ڪنديون آهن ته ان لاءِ واضح جواز به پيش ڪنديون آهن پر جڏهن ڪي آمر قوتون، عوامي مفادن خلاف ڪا واردات ڪنديون آهن ته اهي رات جي پيٽ ۾ منصوبا جوڙينديون آهن ۽ اجايا ابهام پيدا ڪنديون آهن. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو اهو الميو رهيو آهي ته اها عوامي طاقت جي زور تي جڏهن به اقتدار ۾ ايندي آهي ته اقتدار ۾ رهڻ لاءِ عوام تي ڀاڙڻ بدران آمرانه قوتن تي ڀاڙڻ شروع ڪندي آهي جنهن ڪري اقتدار ۾ اچڻ کانپوءِ تيزيءَ سان عوامي حمايت کان

محروم ٿي آمرانہ قوتن جي سازشن جو ڪاج بڻجي ويندي آهي. 30 نومبر تي پنهنجي وجود جا 43 سال پورا ڪرڻ ڪانپوءِ بہ اها پنهنجي غلطين مان سکڻ لاءِ تيار ناهي. سندس الميو اهو بہ آهي تہ پنهنجي وجود ۾ اچڻ کان وٺي پاڪستان جي مظلوم قومن جي قومي جدوجهدن کي ڪچلڻ ۾ پيپلز پارٽي هر اول سياسي دستي جو ڪردار ادا ڪندي رهي آهي. بنگال تي فوج ڪشيءَ وقت پ پ ڪنهن سان گڏ بيني هئي؟ بلوچن ۽ پختونن جون چونڊيل حڪومتون ڊاهي، بلوچن تي فوج ڪشي جا حڪم ڪنهن جاري ڪيا هئا؟ سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي تحريڪن کي ستر جي ڏهاڪي ۾ ڪچلڻ لاءِ ڪير ذميوار هيو؟ اسي ۽ نوي جي ڏهاڪن ۾ جڏهن بہ پيپلز پارٽيءَ کي اقتدار مليو تہ ڇا هن ڪرائيم ۽ ڪرپشن کي چوٽ چاڙهڻ ۾ پنهنجي وسان گهٽايو؟ ۽ هاڻ بہ تہ اها ساڳين ئي منفي روايتن کي برقرار رکيو اچي. سنڌ جي قومي اتفاق راءِ جي جنهن شاخ تي ويهي پيپلز پارٽي اقتدار جا مزا ماڻي رهي آهي اها نادانيءَ ۾ ان ئي شاخ کي اچ وڍي رهي آهي!

پلو ٿئي سنڌ جي اجتماعي قومي ۽ سياسي شعور جو جنهن نفاق جي ڏيڻ ۾ قاسڻ بدران اتان بہ اتفاق جون راهون ڳولي ڪڍيون آهن جنهن ڪري سنڌ ايڪتا ۽ ثقافت جو سنگم ڪري رهي آهي. پر هن وقت ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سمورا سياسي، سماجي، ادبي ۽ صحافتي حلقا پنهنجا ننڍڙا ننڍڙا گروهي مفاد ۽ وڏيون وڏيون انائون سنڌ تان قربان ڪري پنهنجي وڏ ماڻهپي جو مظاهرو ڪن ۽ هر سال ڊسمبر جي پهرين آچر تي اجتماعي طور سنڌ جي ايڪتا ۽ ثقافت جو قومي ڏهاڙو ملهائڻ جو اعلان ڪن. پاڻ پڏائڻ سان ڪنهن کي ڪجهہ ڪونہ ملندو سواءِ خواري جي. محنت ڪنهن جي بہ رائيگان نہ ويندي آهي. ڪيو هر ڪنهن جو سجايو ٿيندو آهي. ڪنهن جو سوير تہ ڪنهن جو دير سان. جيڪڏهن پنهنجو پاڻ تي اعتماد آهي تہ پنهنجا ڪارناما ڳڻائڻ جي ڪا ضرورت ناهي بلڪ پنهنجو ڪيو بہ ٻئي جي نالي ڪندا تہ وارا ئي نيارا ٿي ويندا. ڪهڙي برائي ٿيندي جي هر ڪوئي چوي تہ هي اسان جو نہ پر سنڌ جو سڏ آهي. سنڌ تہ امڙ آهي، اها پنهنجن نڪمن پٽن کي بہ ڪارائيندي آهي پوءِ ڇا اها پنهنجن ڪمائو پٽن کي نڌڻڪو ڇڏي ڏيندي.

وڏو فرض سڀ کان وڏي جو هوندو آهي. ڪالهہ جڏهن مٿس سنڌي ٽوپي پائڻ تي چٽر ٿي تہ سڄي سنڌ ساڻس ٻانهن ٻيلي ٿي بيني پر اڄ هي ڇا ٿي رهيو آهي؟ ڪٿي ايئن نہ ٿئي تہ سنڌ کيس طعنو ڏئي تہ "جنين ڪاڻ مياس، سي ڪلهي ڪانڌي نہ ٿيا؟"

# ايڪتا ڏينهن ڪانپوءِ

"ايءُ پڻ چڱو ڪم، پر او ڪو بيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي."

سنڌ سميت سموري انسان ذات جي رهبري ڪندڙ شاعر شاهه لطيف اسان کي مستقبل جي پنڌ جا گس ڏسي ٿو. ننڍين ڪاميابين تي وڏا جشن ملهائڻ سان وقتي طرح تہ روح کي راحت ملي سگهي ٿي پر سورن جو ڪو سدباب نٿو ٿي سگهي. بلاشڪ! شڪستن جي جهٽڪ اڻ کٽ سلسلي جو انت آڻيندڙ ڪا ننڍڙي ڪاميابي ڪا معمولي ڳالهہ ناهي هوندي پر ان تي فقط خوش ٿي ويهي رهڻ ناڪامين جي هڪ نئين سلسلي کي جنم ڏئي سگهي ٿي.

سپت سنڌو واري سنڌ جي شڪستن ۽ شهادتن جو سلسلو مهاڀارت جي جنگ کان شروع ٿيو ۽ سنڌ کي پٽ ۾ چرو هڻڻ واري سياست جا پيرا بہ. سنڌو راڄ جئدرٿ کي ان وقت پٽ ۾ ڇُرو هڻي ماريو ويو جڏهن هو فتح جي خوشيءَ ۾ زرهہ لاهي بي فڪرو ٿي ويٺو. اهو ڏينهن، هي ڏينهن، سنڌ وري پنهنجي اها عظمت نہ ماڻي سگهي آهي. بار بار سندس پٺ ۾ ڇرو لڳندو رهيو آهي. ڪڏهن راجا ڏاهر جي دربارن ۾ تہ ڪڏهن ميرن جي صاحبي ۾ اڄ بہ اهو سلسلو جاري آهي پوءِ آپيشاهي راڄ هجي يا عوامي راڄ.

ايڏا ڏوڪا سهي ۽ ايڏا ڏک پوڳي سنڌ اڄ ان منزل تي پهچي وئي آهي جو هاڻ هوءَ دوکي جي هر ديوار کي ڊاهي سگهي ٿي ۽ پٺ ۾ ٿيندڙ هر وارُ سهي، پنهنجي پٺ ۾ لڳندڙ خنجر سان ئي ساڻس ڪينو رکندڙ قوتن کي مات ڏئي سگهي ٿي. وقت جي نبض تي هٿ رکي اهڙين پروڙي سگهو ٿا تہ اڄ وقت جو واءُ سنڌ دوست، انسان دوست ۽ عوام دوست قوتن جي حق ۾ وري رهيو آهي. وقت جو ڦيرو تہ ڏسو جو اڄ هڪ فرد جو ليان آسانج هڪ ويب سائيٽ وڪي ليڪس ذريعي سڀ کان وڏي طاقت جا پردا فاش ڪري رهيو آهي ۽ ڪيس سڄي دنيا ۾ خوار خراب ڪري ڇڏيو آهي. وڪي ليڪس آمريڪي ڊپلوميسيءَ جا دستاويز شايع ڪري پاڪستان سميت سڄي دنيا جي حڪمرانن جا اصل چهرا عوام آڏو آڻي ڇڏيا آهن جنهن ڪري سڀ مٿس ميڇرجي پيا آهن. حيرت جي حد تہ اها آهي جو اولهہ جيڪو پاڻ کي "مهذب" سڏائيندي ٿڪجندو ناهي اهو تهذيب جا سڀ آداب ڦٽا ڪري وڪي ليڪس

جي باني آسانج کي ائين ڪيسن ۾ ڦاسائي رهيو آهي، جيئن هتان جو جاهل پوتار ڪنهن مسڪين کي مينهن چوريءَ جي ڪيس ۾ گرفتار ڪرائيندو آهي. اظهار جي آزاديءَ جو علمبردار مغرب اڄ پاڻ اظهار جي آزاديءَ تي سڀ کان وڏو حملو ڪري رهيو آهي. پر مغربي حڪمرانن جي ان ڏاڍ مڙسيءَ جو جواب بہ وري مغرب جا ئي سر ڦريا نوجوان ۽ عوامي گروپ ڏئي رهيا آهن. جن سمورين مغربي حڪومتن جي انهن ڪوشش کي ناڪام بڻائي ڇڏيو جن رياستي مشينريءَ جي زور تي وڪي ليڪس تي پابندي پئي هٽائي. وڪي ليڪس جي معاملي تي تقريباً سمورا حڪمران هڪ پاسي آهن ۽ عوام ٻئي پاسي. حاڪمن ۽ عوامن جي وچ ۾ اهو عالمگير تضاد تاريخ جو نئون لقاءُ آهي جنهن جو جهڪاءُ عوام جي پاسي آهي.

پاڪستان جي حڪمرانن کي تہ ڪنهن آسانج ڪنهن وڪي ليڪس جي بہ ضرورت ناهي. هو پاڻ ئي پاڪي ليڪس بڻجي ويا آهن. اڳ جاهل هئڻ جو طعنو سدائين سنڌي ماڻهن کي ملندو هيو ۽ اڄ پنجاب جا حڪمران مولا جٽ بڻجي ويا آهن. جتي پنجاب جا حڪمران پنهنجي سياسي ۽ اخلاقي ڏيوالپڻي جا روز نت نوان شاهڪار پيش ڪري رهياآهن اتي سنڌ پنهنجن اندروني اختلافن توڻي ڳجهن حملن جو توڙ بہ قومي اتفاق راءِ سان تهذيب جي دائري اندر رهي پيش ڪري رهي آهي. هي بہ پهريون ڀيرو ٿيو آهي جو سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت کي ڪراچي ۽ حيدرآباد جي نجي ادارن ۾ بہ مان ۽ مڃتا ملي آهي ۽ اهو بہ پهريون ڀيرو ٿيو آهي تہ آمريڪي ۽ ٻين سفارتڪارن کي سنڌ ۾ سنڌي اليڪٽرانڪ ميڊيا نظر آئي آهي ۽ آمريڪي سفير سنڌن مان ۾ دعوت جو اهتمام ڪيو. ڏسو محنت ڪنهن جي بہ رائيگان نہ ٿي وڃي، هاڻ ضرورت ان ڳالهہ جي بہ آهي تہ جيئن آمريڪي سفارتخاني کي سنڌي اليڪٽرانڪ ۽ پرنٽ ميڊيا هڪ ئي ايڪائي نظر اچي ٿي تيئن اها پنهنجو پاڻ ۾ بہ ايڪتا پيدا ڪري ۽ ٻيهر وري اهڙو ڪو ڪم نہ ڪري جو مٿس آڱريون کڄن.

هاڻ جڏهن سنڌي ميڊيا کي ٻين الاقوامي مڃتا بہ ملڻ شروع ٿي آهي تہ کين بہ پنهنجي سطح ۽ معيار اچا بلند ڪرڻو پوندو ۽ ٻين الاقوامي معيارن تي پورو لهڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻو پوندو نہ تہ ڪٿي ايئن نہ ٿئي جو سنڌن حال بہ سنڌ جي سياسي ڌرين جهڙو ٿئي. اڄ سنڌي ميڊيا جي ذميداري تمام گهڻي وڌي چڪي آهي. هڪ طرف اها ثقافتي جاڳرتا جي تحريڪ جي سرواڻي ڪري رهي آهي تہ ٻئي طرف وري سنڌ جو ڪيس ٻين الاقوامي سفارتڪارن آڏو بہ پيش ڪري رهي آهي. هي لقاءُ عارضي طور تہ فائديمند آهي پر جيڪڏهن سنڌ دوست سياسي قوتن اڳيان وڏي پنهنجون ذميواريون نڀائڻ ۾ دير ڪئي تہ هي رستو

سنڌ جي صحافت توڙي سياست پنهي لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿي سگهي ٿو. ٻه گڏرا ڪڏهن ٻه هڪ مٺ ۾ نه اچي سگهندا آهن اهو اسان کي ڪڏهن به وسارڻ نه گهرجي.

ايڪتا ڏينهن ڪانپوءِ هاڻي اسان کي سنجيدگيءَ سان ڏهاڙن ملهائڻ جي سياست کان اڳيان وڌي ايڪتا تحريڪ ۽ ثقافتي جاڳرتا تحريڪ جا مضبوط بڻ بنياد وجهڻ گهرجن ۽ جيئن رياستون ۽ ڪاروباري ادارا مخصوص ٽائيم فريم ۾ مخصوص ٽارگيٽ حاصل ڪرڻ لاءِ رٿابندي ڪنديون آهن تيئن اسان کي به منظم منصوبابنديءَ سان سنجيده ڪم جي شروعات ڪرڻ گهرجي. هڪ عظيم تهذيب جي وارثن جي حيثيت ۾ اها اسان تي ذميداري عائد ٿئي ٿي ته اسين هڪ انتهائي مهذب سماج جي تعمير ڪريون ۽ ڪوبه مهذب معاشرو قبائلي جهيڙن، ڪاروڪاري جهڙين ڪڌين رسمن ۽ عورتن ۽ ٻارن تي تشدد کي قطعاً برداشت نه ڪندو آهي. سنڌ جي سمورين سياسي سماجي، ادبي ۽ صحافتي ڌرين تي هاڻ اها ذميواري عائد ٿئي ٿي ته اهي هاڻ حڪمرانن ۽ ڀوتارن ڌانهن واجهائڻ بدران ڀرپور مزاحمتي تحريڪ ذريعي سنڌ مان اغوا جي وارداتن، قبائلي جهيڙن ۽ ڪاروڪاريءَ جهڙين رسمن جو سدباب ڪن. انهن عوام دشمن ريتن ۽ رسمن جو سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت سان ڪو پري جو به تعلق ناهي. اهي ته غلاميءَ جا ناسور آهن جن جو انت آڻڻ ايڪتا تحريڪ ۽ ثقافتي جاڳرتا تحريڪ جو اولين مقصد هئڻ گهرجي. اسين سڀ جيڪڏهن اهو پڪو عهد ڪريون ته سال 2011ع کي ايڪتا ۽ ثقافتي جاڳرتا جو سال قرار ڏئي ۽ جامع حڪمت عملي جوڙي ان مقصد جي حاصلات لاءِ جدوجهد ڪنداسين ته اسين ان سلسلي ۾ زبردست ڪاميابي حاصل ڪري سگهون ٿا ۽ پوءِ جڏهن پاڻ ايندڙ سال جي آخر ۾ قومي ثقافتي ڏينهن ملهائينداسين ته اسان جا ڳاٽ فخر سان اوچا هوندا نه ته اسان جو هي نئون قومي ڏينهن به روايتي ميلاڳيريءَ جي ور چڙهي ويندو. ۽ هيءَ ميلاڳيريءَ جي روايت عوام لاءِ آفيم جي سُٽي کان گهٽ نقصانڪار ناهي. سنڌ جي تاريخ جو اهو به الميو رهيو آهي ته حاڪم هوشياريءَ سان اسان جي قومي شاعرن ۽ سرڪش اڳواڻن جي قبرن تي وڏا مقبرا جوڙائي، ميلا مچائي کين صوفي بزرگ ۽ ڪاني ڪرامتي پير بنائي سندن پيروڪارن ۽ عوام کي جدوجهد جي راهه تان هٽائي ڇڏيندا آهن. اڄ سرڪاري سرپرستيءَ هيٺ صوفي ازم جو جيڪو راڳ ڳاتو پيو وڃي تنهن جو به اصل مقصد اهو ئي آهي. صدين کان اها علت اسان جي لاشعور ۾ به ايڏي ته رچجي وئي آهي جو اڄ ڪيترا ماڻهو پيٽن جي قبرن تي به باسون باسڻ لڳا آهن. پنهنجي ثقافت تي فخر بجاءِ پر پنهنجين علتن ۽ حاڪمن جي چالن جي جار ۾ ڦاسڻ کان به پاڻ کي بچڻو پوندو.

# ايڪتا جا اوکا پنڌ

”عشق تي آسان پانيم، پر نينهن ٿيو اوکو اديون.“

منزل عشق جي پانڌيئڙن سان عشق جو امام پنهنجي اندر جو حال ايئن اوري ٿو ها ڻ تہ محترم علي قاضي ۽ سندس سٿ کي بہ ڪافي اندازو ۽ تجربو ٿي چڪو هوندو تہ ايڪتا ۽ عوامي سياست جا پنڌ بہ عشق وانگر آسان ناهن. کين وڏي آزمائش سان منهن تہ گذريل سال ڏيڻو پيو جڏهن ايڪتا ۽ ثقافت جي نالي ۾ چٽا پيٽي شروع ٿي وئي! پهريون ڀيرو جڏهن ايڪتا ۽ ثقافت جي ڏهاڙي جو سڏ ڏنو ويو تہ اهو سنڌي ٽوپي ۽ ثقافت تي ٿيل طنز خلاف قومي مزاحمتي تحريڪ جو اهم قدم ثابت ٿيو ۽ اهو ڏينهن سنڌ جي قومي ايڪتا جو اهڃاڻ بڻيو. پوءِ جڏهن هر سال ثقافتي ايڪتا جو ڏينهن ملهائڻ جا سانباها ٿيڻ لڳا تہ اختلافن، انائن، سازشن ۽ خسيس گروهي مفادن ڪر کڻڻ شروع ڪيا ۽ الميو اهو رونما ٿيو تہ جنهن اقتداري ايوان جي اڱڻ تي سنڌي ٽوپي پائڻ تي طنز خلاف مزاحمت طور اهو ڏهاڙو ملهائڻ جو اعلان ٿيو تہ ان ئي صاحب جي صدارتي ايوان ۾ هئي سال ثقافت کي ايڪتا کان الڳ ڪرڻ جي عملي رٿابندي ڪئي وئي. هي تہ سنڌ جي لوڪ ڏاهپ ۽ قومي شعور جي سگهاري ڌارا جو ڪمال آهي جو سنڌ وري بہ ثقافت ۽ ايڪتا جو سنگم ڪري ڇڏيو.

سنڌ جي قومي ايڪتا جو ڪمال منظر تہ ان وقت ڏسڻ ۾ آيو جڏهن صاحب اقتدار پارٽيءَ، پنجاب مان وائسراءِ بابرُ اعوان کي سنڌ جي دهشتگرد گورنر سان گڏجي سنڌ جي انتظامي ورڇ جو پروانو جاري ڪرڻ جو اجازت نامو ڏئي ڇڏيو. سڄي سنڌ ٽپي ٽامو ٿي وئي. سڄي سنڌ الستي عشق جو الهامي آواز بڻجي وئي. سڄي سنڌ باباءِ سنڌ جو نظم ”جيئي سنڌ“ بڻجي وئي. اقتدار پرستن جا حواس خطا ٿي ويا کين وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ هيو تہ کين سنڌي ماڻهو ايئن لوهہ جا چڻا چٻائي ڇڏيندا. هنن تہ هميشہ سنڌي ماڻهن کي پٽن جو ديوانو سمجهي نظرانداز پئي ڪيو پر قومي ايڪتا جو هي لقاءُ ڏسي کين سنڌي ماڻهن جي مرضيءَ آڏو گوڏا کوڙڻا پيا. ايڪتا جي سفر جي هيءَ شاندار فتح آهي جنهن جي نتيجي ۾ ڌڪ هڻ ڏيءَ کي تہ سکي ننهن جي مصداق ڪراچي صوبي جو راڳ آلاپڻ وارن جا بہ دماغ ٺڪاڻي لڳي ويا ۽ ”جنگ“ جي ترجمان

”جيو“ کي جيئڻ ڏيو جي سين هٿي نيٺ معافي وٺي پئجي وئي. پر اسان کي اهو ڪڏهن به نه وسارڻ گهرجي ته مظلومن جي ننڍڙي ڪاميابي به ظالمن کي ڪک ۾ ڪان وانگر چُڀڻ لڳندي آهي ۽ اهي مظلومن جي حقن تي راتاها هڻڻ لاءِ ۽ سندن فتحن کي شڪستن ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ هزارين حيلا ۽ سوين سازشي جار وڇائيندا رهندا آهن. هي هر روز مفاهمتي معاهدن جا عهد ناما ۽ نت نوان فارمولا سنڌ جي قومي وحدت ۽ ايڪتا تي وار ڪرڻ جا وسيلا ئي ته آهن. اهڙي صورت ۾ اسان کي ايڪتا ڏهاڙي کي محض ميلاگيريءَ جي ور چڙهڻ کان بچائڻ جي ضرورت آهي ۽ ان کي قومي ايڪتا جي مزاحمتي تحريڪ جو اٽوٽ انگ بڻائڻ بيحد ضروري آهي. ٻي صورت ۾ هيءَ ڏهاڙو به هڪ روايتي ڏيک ٻڻجي پنهنجي معنيٰ ۽ وقعت وڃائي ويهندو.

ايڪتا ڏهاڙي جي هيءَ به وڏي حاصلات آهي ته هن ثقافتي تحريڪ ذريعي سڄي دنيا ۾ پکڙيل سنڌين کي هڪ لڙيءَ ۾ پوئي سنڌ سان سندن بيهر ڳانڍاپو پيدا ڪري ڇڏيو آهي. هيءَ ڳنڍ، هيءَ سنڌوءَ جي ساهن جي سڳنڌ، هڪ نئين سنڌ کي، سنڌو واس کي هڪ نئين انسان دوست تهذيب کي جنم ڏيڻ ۾ انتهائي اهم ڪردار ادا ڪندي ۽ ان سلسلي ۾ اسان کي ايڪتا ڏهاڙي کان هڪ قدم اڳتي وڌي ايڪتا سال ملهائڻ گهرجي جنهن ۾ اسين سنڌ ۽ سنڌين جي عالمي ايڪتا ۽ سموري عالم جي انسان دوست ايڪتا جي پروگرام جا ٻڻ ٻڻياد وجهي بين الاقوامي مزاحمتي تحريڪ ۾ پنهنجو اثرائتو ڪردار ادا ڪريون.

هيءَ نئين بين الاقوامي مزاحمتي تحريڪ، جيڪا عرب دنيا مان اڀري آمريڪا ۽ يورپ کي به پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي چڪي آهي، تنهن سان سنڌ جي مزاحمتي تحريڪ کي ڳنڍي نه رڳو سنڌ پر سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ تاريخي تبديلي جو آغاز ڪري سگهجي ٿو. ٻن ڏهاڪن جي مانار ۽ يلغار کانپوءِ هاڻي برف رجڻ شروع ٿي وئي آهي ۽ صاف نظر اچڻ لڳو آهي ته ويهين صديءَ جيان ايڪيهين صديءَ جو هي ٻيو ڏهاڪو به زبردست سماجي اٿل پٿل، عالمگير انقلابن ۽ قومي آزاديءَ جي انقلابي تحريڪن جا نوان ٻڻ ٻڻياد فراهم ڪندو ۽ جيئڻ ته ارتقا جي سفر ۾ هي اولهه جي لاهه ۽ اوڀر جي چاڙهه جو زمانو آهي ۽ وقت سنڌ جي پاسي آهي تنهن مان اسان کي ڀرپور فائدو وٺندي ايڪتا جي سفر ذريعي اڳتي قدم وڌائڻ گهرجي. پنهنجين موضوعي ڪمزورين ۽ اوڻاين تي پريشان ٿي مايوسيءَ جي ڪن ۾ قاتل رهڻ کان هزار درجا بهتر آهي، هٿوراڙيون هڻي منزل عشق جي راهه تي گامزن ٿجي. بلاشڪ هن راهه ۾ رڪاوٽون هزار آهن، مشڪلاتون اڻکٽ آهن ۽ طلسماتي جار بيشمار آهن پر

پنهنجي عزم ارادي ۽ ايڪتا سان سڀ ڏڏ دور ٿي سگهن ٿا. سڀ شڪستون فتحن ۾ بدلائي سگهجن ٿيون ۽ سڀ طلسمي ڄار ٽوڙي آزاديءَ جي مومل ماڻي سگهجي ٿي.

ايڪتا اها طاقت آهي جنهن سان سمورا قيد و بند ٽوڙي سگهجن ٿا. ڏسو عرب ايڪتا اڄ ڪيڏي وڏي تاريخي تبديليءَ جو آغاز ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهو به ڏسڻ ۽ سکڻ وٽان آهي ته ڪيئن اولهه پنهنجي سرمائي ۽ فوجي طاقت سان ان تاريخي تبديليءَ کي بند ٻڌي پنهنجي حق ۾ موڙڻ لاءِ سرگردان آهي. جديد تعليم ۽ انفرميشن ٽيڪنالوجيءَ جي هٿيارن سان آراسته آزادي پسند عرب نوجوانن جڏهن تيونس ۽ مصر مان آمرن کي ڀڄائي عرب بادشاهتن ڏانهن رخ رکيو ته اولهه اگهاڙي جارحيت ۽ ڪمال فنڪاريءَ سان سڄي تحريڪ جو رخ اولهه مخالف رياستن لبيا ۽ شام ڏانهن موڙي ڇڏيو ۽ هڪ پيرو وري اعتدال پسند مذهبي قوتن سان مقدس اتحاد جوڙي تيونس ۽ مصر ۾ به عرب تحريڪ جي هر اول دستي يعني آزادي پسند عرب نوجوانن کي پوين صفن ۾ ڌڪي پراڻن تجربيڪار اڳواڻن کي اقتدار جون واڳون سونپيون پيون وڃن. هي هٿ ناٺ ۽ چالون وقتي طور ته ڪامياب وڃي سگهن ٿيون پر هاڻي گهڻو وقت انهن جو جٽاءُ ممڪن ٿي ڪونهي. اٽليءَ جو عياش ۽ عيار حاڪم برلسڪوني پنهنجي نئين يار ڪرنل قذافيءَ جي پٺ ۾ ڇرو هڻڻ ڪانپوءِ به پنهنجو اقتدار بچائي نه سگهيو ۽ اڄ اٽليءَ ۾ اتان جو معين قريشي، ماريو مونٽي، مسو لينيءَ جو گادي نشين بڻيو آهي. سرمائيداريءَ جي شديد بحران، اٽليءَ جهڙي ترقي يافته ملڪ ۾ سياستدانن کي اقتدار تان في الحال بي دخل ڪري ٽيڪنو ڪريٽن جو راڄ قائم ڪرائي ڇڏيو آهي. جيئن ڪرنل قذافيءَ جو بي رحمانه قتل به برلسڪونيءَ جو اقتدار بچائي نه سگهيو. تيئن بشر الاسد جي اقتدار تان بيدخلي به اولهه جي دادلن عرب بادشاهن کي بي محل ٿيڻ کان بچائي نه سگهندي. عرب انقلاب جي اها لهر، جيڪا عرب ايڪتا جي پيداوار آهي، تنهن کي شڪست ڏيڻ ممڪن ناهي، اوس اها سمورين عرب آمريتن کي لوڙهي عرب عوام کي اولهه جي شڪنجي مان آزاد ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندي.

عرب عوام وٽ ته مزاحمتي تحريڪ جو ڪو وسيع تجربو به ڪونهي جڏهن ته سنڌ سميت سموري ڏکڻ ايشيا جي عوام کي مزاحمتي تحريڪ جو انتهائي وسيع ۽ گهڻ رخو تجربو حاصل آهي. سنڌي عوام کي 1983ع ۾ مزاحمتي تحريڪ جي سرواٽي ڪرڻ جو به اعزاز حاصل آهي جنهن جي ڪاميابين ۽ ناڪامين مان سکي نئين مزاحمتي تحريڪ جا بڻ بڻياد وجهي

سگهجن ٿا ۽ روشن مستقبل جون راهون هموار ڪري سگهجن ٿيون. ايڪتا جي مشعل انهن راهن کي روشن ڪرڻ ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي.

اهو سنڌ جي ايڪتا ۽ مزاحمتي سگهه جو ئي ڪمال آهي جو ڪابه اتساهيندڙ قيادت نه هجڻ جي باوجود به حڪمران ڪالاباغ ڊيم ۽ ڪمشنري نظام بابت سنڌي ماڻهن جي موقف آڏو گوڏا کوڙڻ تي مجبور ٿي ويا آهن. پر حاڪمن کي سنڌي ماڻهن جي اها مزاحمتي سگهه ڳاڙهن مرچن جيان پاسڻ لڳي آهي ۽ اهي تبديليءَ جي طوفان کي روڪڻ ۽ نهنجي حق ۾ موڙڻ لاءِ نوان سانگ رچائي رهيا آهن ۽ پنهنجا نوان گهوڙا ۽ پيادا ميدان ۾ لاهي رهيا آهن نه جيئن مظلوم پنيلجي وري به سندن ئي ڪڍ لڳي پون پر هو نٿا ڄاڻن ته مظلوم اهڙو ته سندن ڪڍ پئجي ويا آهن جو آخرڪار کين پڇائي ئي دم پٽيندا.

جيئن هنن عرب ايڪتا کي ٽوڙڻ لاءِ تيونس ۽ مصر ۾ عيسائي عبادت گهرن ۽ عيسائين تي حملا شروع ڪرائي ڏنا هئا تيئن وري هتي هندن تي حملن جون سازشون سٽيون پيون وڃن جنهن جو تازو مثال چڪ ۾ ٽن ڊاڪٽرن جو قتل آهي پر سنڌ جي قومي ايڪتا هتي به پنهنجي مزاحمتي سگهه جو ڀرپور اظهار ڪيو ۽ سنڌ جي سمورين سياسي، سماجي، ادبي ۽ قومي جدوجهد جي علمبردار قوتن سراپا احتجاج بڻجي ايڪتا جو علم بلند ڪيو. هاڻ سنڌي هندن کي به اهو چٽيءَ ريت سمجهڻ گهرجي ته فرار نه مزاحمت ئي نجات جي راهه آهي ۽ سنڌ جي قومي، عوامي ۽ جمهوري جدوجهد سان اٽوٽ انگ وانگر جڙڻ ۾ ئي سندن ۽ سنڌ جو ڀلو آهي. هاڻ هندو کي هندو هجڻ کان ۽ مسلمان کي مسلمان هجڻ تان هٽ ڪٽڻو پوندو، آسي زميني جيان هونئن به هندو نه اصل ۾ هندو نه پر سنڌو آهي ۽ اسين سڀ سنڌو واسي ئي ته آهيون. اسان جو تاريخي ۽ تهذيبي سچ اهو ئي آهي اها ئي اسان جي سچي سڃاڻپ ۽ قديمي اصليت آهي.

ايڪتا جي سفر ۾ اسان سيني کي هاڻي ثابت قدميءَ سان اڳتي وڌڻو آهي ۽ نه رڳو سنڌ جي پر سموري انسانذات جي نجات جون نيون راهون روشن ڪرڻيون آهن. يقين ڄاڻو ته تاريخ جو ڪٽڻو سنڌ جي نانءُ نڪري چڪو آهي ۽ سنڌ اهو شاندار تاريخي ڪردار ضرور ادا ڪندي.

# پيپلز پارٽيءَ جا اقتداري ڏينهن

هڪ ئي هفتي ۾ "باهہ ڏئي زندهہ ساڙڻ" جون بہ پيانڪ لڳ ڪاندارينڊڙ ۽ انسانيت سوز ڪارروايون هڪ نئين خوني منظر جي نشاندهي ڪري رهيون آهن. 19 اپريل تي ٽن آزادي پسند اڳواڻن کي باهہ ڏئي زندهہ ساڙيو ويو ۽ 26 اپريل تي جيڪب آباد کان ڪوئيٽا ويندڙ ڪوچ کي سبيءَ وٽ باهہ ڏئي پندرهن معصوم ٻارن، عورتن ۽ مردن کي زندهہ جلايو ويو! آزاديءَ جي متوالن کي تہ آزاديءَ جا خواب ڏسڻ جي ڏوهہ ۾ ۽ ملڪ دشمنيءَ جي پاداش ۾ ماريو ويو پر تنگواڻي واسي دودي ڀٽي جي دين محمد، سندس زال نور بانو ڀيڻ ڪونجهان ۽ چار سالن جي عمران ۽ دوران، گهوٽڪي جي رهواسي ڪپيل ڪمار ۽ سندس ڏيڍ سال جي پٽ ونيش ڪمار، سکر واسي عبدالسميع، جيڪب آباد واسي نذير احمد ۽ ڪوئيٽا واسي دودا خان، ڪبير ۽ ٻن عام انسانن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو هيو جنهن جي سزا طور کين جيئري جلايو ويو!!؟

انهن ٻنهي انسان دشمن واقعن جي واردات جو طريقو بنهہ ساڳيو هيو. نامعلوم حملہ آورن طرفان پهريان فائرنگ ڪري پوءِ پيٽرول هاري باهہ ڏيڻ! هنن ٻنهي خوني وارداتن جو ردعمل وري سياسي پارٽين ۽ عوام جي وچ ۾ موجود المناڪ ويڇوٽيءَ جو داستان بيان ڪري ٿو. آزاديءَ جي شهيدن خلاف احتجاج، غم ۽ غصي ۾ تہ سنڌ جو عام ماڻهو برابر جو شريڪ ٿئي ٿو پر عام انسانن جي شهادت تي سياسي پارٽين جي عدم توجهي ۽ لاتعلقي نهايت افسوسناڪ آهي.

بلوچستان ۾ تہ ورهين کان رت جي راند جاري آهي. بگٽي ۽ بالاچ جي شهادت کان وٺي بلوچ مائرون ۽ ڀينر، ڀائر ۽ ڀينرون ۽ ونيون مسلسل چچريل لاشن جا تحفا وصول ڪري رهيون آهن ۽ سندن ڪا داد فرياد بہ نٿي ٿئي!! هاڻي ساڳيو حشر سنڌ سان ڪرڻ جي ابتدا ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن سنڌ جي سياسي قيادت هاڻي پنهنجا اڳيان رويا ترڪ ڪري انتهائي سنجيدگي ۽ بردباري سان مضبوط سياسي صف بندي نہ ڪندي تہ کين بہ ڏاڍا ڏکيہ ڏينهن ڏسڻا پوندا. بلوچستان جي باهہ ۾ بہ بالاچ، بگٽي ۽ ٻين ويڙهاڪ اڳواڻن ۽ ڪارڪنن سان گڏ حبيب جالب جهڙن پرامن اڳواڻن ۽ رازق بگٽي ۽ سندس صف ۾ ٻيئلن جا لاش بہ ڪڇندا رهيا آهن سنڌ جي عوام توڙي سياسي قيادت

کي هاڻي سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ علائقائي ۽ بين الاقوامي مفادن جي جنگ، افغانستان، پختونخواه، بلوچستان ۽ پنجاب کان ڦرندي هاڻي سنڌ جي سرحدن ۾ داخل ٿي چڪي آهي. تخت لاهور مان اٿيل ڪراچي صوبي جو سڏ بہ ان ئي خوني جنگ جو ابتدائي پڙاڏو آهي.

بدقسمتيءَ سان پيپلز پارٽي پنهنجي ساڳي "تاريخي روايت" ورجائي آهي. پيپلز پارٽي جڏهن بہ اقتدار ۾ ايندي آهي تہ پنهنجن خسيس اقتداري مفادن خاطر سنڌ جي تاريخي مفادن تي سوديبازي ڪندي آهي. سنڌي قوم جي تاريخي وجود ۽ سنڌي ٻولي جي تاريخي حيثيت کي تسليم ڪرڻ کان انڪار تي ٻڌل 1973ع جو متفق آئين آخر ڪنهن جو ڪارنامو آهي؟ هي دراصل پاڪستان جي سمورين استحصالي حڪمران قوتن جو متفق آئيني دستاويز آهي. جنهن کي بہ سدائين نظريہ ضرورت تحت معطل ڪري سڌو سنئون ڏنڊي جو راڄ قائم ڪيو ويندو آهي. چشما جهلم لنڪ ڪئنال ۽ گريٽر ٿل ڪئنال جي تڪميل ڪنهن جا ڪارناما آهن؟ اين ايف سي ايوارڊ ذريعي سنڌ جي معاشي استحصال کي قانوني ۽ آئيني تحفظ ڪنهن بخشيو آهي؟ ۽ هاڻي وري نون صوبن جي راڳ کي هٿي ڪير وٺرائي رهيو آهي؟ ڪي نادان دوست سمجهن ٿا تہ پيپلز پارٽي پنجاب جي ورهاڱي ۽ سرائيڪي صوبي جي ڳالهہ ڪري ڪو وڏو سنڌ دوست ڪارنامو سرانجام ڏيئي رهي آهي. جڏهن تہ معاملو بنهہ ابتڙ آهي. اسان کي اهو قطعا نہ وسارڻ گهرجي تہ نون صوبن جي ايجنڊا سڀ کان وڌيڪ هر دلعزيز انهن استحصالي قوتن جي رهي آهي جن جي منزل مقصود سنڌ جو ورهاڱو آهي ڇو تہ انهن کي سنڌ جي قومي جدوجهد ۽ تاريخي قومي وجود ڪک ۾ ڪان وانگر چڀندو آهي. ٻاهر ٻولي ٻي اندر ڪارو ڪانءَ مشرف جي لاڏلي درانيءَ کي اوچتو ئي اقتدار مان لهڻ کانپوءِ بهاولپور جو سور پيٽ ۾ ڇو پيو؟ هزارا صوبي جي حمايت جا اعلان لنڊن جا ياٿي بند زور شور سان ڇو ٿا ڪن؟ جيري خاطر ٻڪري ڪهڻ واري هيءَ مفاهمتي سياست آخر ڪٿي وڃي دنگ ڪندي. بهاولپور، هزارا ۽ سرائيڪي صوبي جي آخر تان اچي ڪراچي صوبي تي ئي ٽٽي. اٿ تہ تڏهن ئي ٿي رنا جڏهن ٻورا ٿي سبيا. پر پيپلز پارٽي جي شاطر دماغن جو هوش اجان ٺڪاڻي نٿو اچي. نواز شريف کي وچ پنجاب تائين محدود ڪرڻ جي چڪر ۾ هو اهڙي خطرناڪ سنڌ دشمن ايجنڊا کي قبوليت عام ڏياري رهيا آهن جنهن کي اڄ تائين سمورين سنڌ دشمن قوتون سياسي ايجنڊا جو حصو بڻائڻ ۾ ناڪام رهيون آهن. سرائيڪي صوبي جي آڙ ۾ نون صوبن جي قيام کي قابل عمل بڻائي سنڌ جي ورهاڱي لاءِ عملي راهہ هموار ڪرڻ آخر ڪهڙي سورهيائي

آهي! اڄ قائم علي شاهه فرمائي ٿو ته سنڌ مان ڪابه ڌر ڪراچي صوبي جي ڳالهه نٿي ڪري پر جيڪڏهن سياڻي سندس اتحادي ڌر اقتدار مان نڪري ڪراچي صوبي جي گهر ڪري ته ڇا اها ڳالهه بعيد از امڪان آهي؟ ۽ پوءِ ڪٿي نتيجو سنڌي قوم جي حق ۾ ٿي نڪري پر تيستائين جيڪا باهه ٻرندي تنهن ۾ ته سموري سنڌ سڙندي رهندي. تنهنڪري سيني جو پلو ان ۾ آهي ته پيپلز پارٽي سميت سنڌ جي سموري سياسي قيادت دانشمنديءَ جو دامن هٿان نه ڇڏي ۽ نون صوبن واري پڙڪايل باهه کي سرائيڪي صوبي جي آڙ ۾ پڙڪائڻ بدران فوري طور تي ان مٿان پاڻي ڇٽڪائي ان کي ٺڏو ڪجي وقت اڃا به هٿن مان ويو ناهي پر جي ايئن نه ڪيو ويو ته خود پيپلز پارٽي به ان باهه ۾ سڙڻ کان بچي نه سگهندي جيڪي پوکبو سوئي لڻبو. آخر سوچڻ جو مقام آهي ته سنڌي، بلوچ، پنجابي ۽ پٺاڻ قومن جي تاريخي حيثيت کي ۽ سندن مادري ٻولين کي قومي ٻولين طور تسليم ڪرڻ کان ته مسلسل انڪار ڪيو پيو وڃي پر هي اوچتو ئي سيني اقتداري ڌرين کي سرائيڪي عوام جو درد ڪيئن دل ۾ جاڳي پيو آهي؟

ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو واري پاليسي اڃا مدي خارج نه ٿي آهي. نت نون اندازن سان اها سدائين جلو گر ٿيندي رهي آهي. روز نوان ٽڪساٽ جڙن ٿا ۽ ماري مارو مارن ٿا.

وچ اوڀر ۽ ڏکڻ ايشيا جو خطو هاڻي بنيادي ڪيفيتي تبديليءَ ڏانهن تيزي سان وکون کڻي رهيو آهي ۽ جڏهن به حاڪمن ۽ محڪومن جي وچ ۾ جنگ تيز ٿيندي آهي ته اهو مرحلو پنهنجي منطقي انجام تائين پهچڻ تائين انتهائي خطرناڪ هوندو آهي ۽ لکين المين کي جنم ڏيندو آهي. سنڌ جي دل، ڪراچي ڇٽڪ قتل گاهه بڻيل آهي. ۽ هاڻي جسمم جي مرڪزي اڱوائن سرائي قربان کهاوڙ ۽ روپلي چوليائي کي بيدرديءَ سان ماري سنڌي قوم لاءِ مقتل سجايو پيو وڃي. هاڻي سنڌي ماڻهن ۽ سياسي قيادتن جي بهادري ۽ ڏاهپ جو امتحان آهي ڇو ته اهڙي ڏکي آزمائش مان ڏاهپ ۽ دليريءَ سان ئي پار پئجي پنهنجي منزل ماڻي سگهجي ٿي.

*(روزاني "ڪاوش" حيدرآباد، 20 جون 2011ع)*

# سنڌ جي وحدت جو سوال

سنڌ ۽ سنڌي قوم جي ڏيهين ۽ پرڏيهين هٿان ڦرلٽ خلاف سڀ کان پهرين ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، سائين جي ايم سيد ۽ ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ سنڌ دوست اديبن، شاعرن، دانشورن، شاگرد اڳواڻن ۽ ڪارڪنن آواز بلند ڪرڻ شروع ڪيو ۽ 4 مارچ 1967ع تي حيدرآباد جي ڪمشنر مسرور حسن خلاف سنڌي شاگردن جي جلوس ان قومي آواز کي قومي تحريڪ ۾ بدلائي ڇڏيو (تڏهن کين اهو ڪمشنري نظام خراب نتي لڳو). ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي هاري تحريڪ ۽ سائين جي ايم سيد جي قومي تحريڪ جي فصل کي 1970ع جي چونڊن ۾ ڀٽي صاحب جي عوامي هلچل لٽي وئي. جيئن ته ڀٽو صاحب سنڌي هو ۽ هن سوشلزم ۽ اٽي، لٽي ۽ اجهي جو نعرو بلند ڪري سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ کي سياسي شعور سان همڪنار ڪيو. تنهن ڪري هو پاڪستاني قوميت جو علمبردار هوندي به سنڌي عوام لاءِ قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جو علمبردار بڻجي ابريو. اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ ڀٽي صاحب هڪڙو وڏو "ڏوهه" اهو ڪيو جو هن ڪراچي ۽ اسلام آباد جي اقتداري ايوانن جا در سنڌين لاءِ کولي ڇڏيا. جيڪا ڳالهه روايتي اسٽيبلشمينٽ کي ڏاڍي ڏکي لڳي، جيڪا سائين جي ايم سيد جي لفظن ۾ مهاجر - پنجابي - پٺاڻ مستقل مفادن جي ترجمان هئي. جيتوڻيڪ ڀٽو صاحب پاڻ به ان ئي اسٽيبلشمينٽ جي ذريعي اقتدار اعليٰ تائين رسيو هو پر ڀٽي صاحب جون اهي عوامي ادائون اصل حڪمرانن جي سيني تي مڱ ڏرڻ لڳيون. هنن ته بنگالي اڪثريت کي اقتدار اعليٰ کان محروم ڪرڻ خاطر ڪيس اڳتي آندو هو پر هي سنڌي سچ پچ مٿن حڪمراني ڪرڻ لڳو هو. سنڌن حواس ئي خطا ٿي ويا! هو موقعي جو انتظار ڪرڻ لڳا ۽ کين پهريون موقعو هٿ آيو تڏهن، جڏهن ڀٽي صاحب بلوچستان ۽ سرحد مان چونڊيل حڪومتن کي ختم ڪري بلوچن خلاف فوجي آپريشن شروع ڪيو. ڀٽي صاحب پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هنيو ۽ پنهنجن قاتلن جا هٿ مضبوط ڪيا. جنهن جي ڪيس ۽ سندس خاندان کي ڀاري قيمت ڀرڻي پئي.

پ پ پ - ايم ڪيو ايم اقتداري شراڪت ۽ ڇڪتاڻ جو ٻج ستر جي ڏهاڪي کان ئي ڇٽيل آهي ۽ ان وقت اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ جي واڳ جماعت

اسلاميءَ جي هٿن ۾ هئي. پاڪستاني قومپرستيءَ جي علمبردار ڀٽي صاحب کي هنن اڳواٽڻ ان وقت ئي سنڌي هئڻ جي ناتي شڪ سان ڏٺو. ايوب دؤر ۾ مستحڪم ٿيل مهاجر - پنجابي - پٺاڻ مستقل مفاد کي ڀٽي صاحب جي دؤر ۾ سنڌين جي اٿي ۾ لوڻ جيتري اقتداري شراڪت به ڪُک ۾ ڪانَ جيان چڀڻ لڳي. کين تاريخي موقعو ان وقت هٿ آيو جڏهن ڀٽي صاحب اسلامي ڪانفرنس ڪرائي ۽ ايٽم بم لاءِ ڳجهي تياري ڪري آمريڪا کي به چيڙائي ڇڏيو جنهن جي نتيجي ۾ آمريڪي ڊالرن جي زور تي ڀٽي صاحب خلاف پي اين اي تحريڪ هلي، جنهن جي پڄاڻي ڀٽي صاحب جي اقتداري انت سان ٿي. ڀٽي صاحب جي ڦاسيءَ سنڌي قوم ۾ قومي اتفاق راءِ پيدا ڪري ورتو. جنهن جو نتيجو 1983ع ۾ ايم آر ڊي جي تحريڪ دوران قومي بغاوت جي روپ ۾ نڪتو. جيتوڻيڪ ايم آر ڊي تحريڪ پيپلز پارٽيءَ جي موقعي پرست وڏيرڪي سياست جي وَر چڙهي بظاهر بنا ڪنهن نتيجي جي ختم ٿي وئي، پر سنڌي ماڻهن جي مزاحمت جي ان انداز سيني جون وايون بتال ڪري ڇڏيون. اصل اقتداري قوتن، سنڌي قوم جي مزاحمتي سگهه کي ٽوڙڻ ۾ ڪنهن به نئين مزاحمتي تحريڪ کي منهن ڏيڻ لاءِ نيون ۽ انتهائي خطرناڪ حڪمت عمليون جوڙي ورتيون. ضياءَ شاهي فوجي آمريت هڪ طرف ايم ڪيو ايم کي جنم ڏئي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ دهشت جو راڄ قائم ڪرايو ۽ ٻئي طرف جيل ٽوڙائي، باقي سنڌ ڌاڙيلن جي حوالي ڪئي. ايم آر ڊي کان پوءِ ضياءَ شاهيءَ جي آمريت جون سموريون حڪمت عمليون شڪست جي خوف جي پيداوار هيون. 1983ع کان اڳ سموري صنعتڪاريءَ جو مرڪز ڪراچي هو جنهن کي نوري آباد صنعتي ايريا ذريعي وڌائي حيدرآباد تائين ڦهلايو پئي ويو. جنهن ڪري سنڌ جي قومي تحريڪ جو اولين خوف خطرو سنڌي قوم جو پنهنجي ڌرتيءَ تي اقليت بڻجڻ جو امڪان هو پر ايم آر ڊي کان پوءِ پنجاب مستقبل جي امڪاني خطرن جي پيش نظر صنعتڪاري جو مرڪز پنجاب ڏانهن منتقل ڪرڻ شروع ڪيو. جنهن لاءِ سڀ کان پهرين لساني گروهه کي ڪراچيءَ ۾ پٺاڻن ۽ پنجابين تي حملن ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو ته جيئن سرمائيڪاريءَ جو رخ وچ پنجاب ڏانهن منتقل ٿي سگهي ۽ اڄ اوهان ڏسي سگهو ٿا ته ڪيئن وچ پنجاب صعنتي طور مستحڪم ٿي ويو آهي.

ايم ڪيو ايم طرفان مهاجر قوم جو نعرو به دراصل شڪست خورده ذهنيت جي پيداوار آهي. جيڪا دراصل مهاجر - پنجابي مستقل مفادن جي ٽڪراءَ جو نتيجو آهي، جنهن جو بنياد 1951ع ۾ لياقت علي خان جي قتل سان پئجي چڪو هو. جيئن ته پاڪستان جي ڪاموراشاهي ۽ مسلم ليگ جي

سياسي واڳ لياقت علي خان جي قيادت ۾ هندستاني مهاجرن جي هٿ ۾ هئي. تنهن ڪري پنجاب جي شهري ۽ عسڪري ڪاموراشاهيءَ تي اهو الزام به لڳو ته ان لياقت علي کي مارائي واڳ پنهنجن هٿن ۾ ورتي. ايوب جي دؤر ۾ پنجاب به اقتدار اعليٰ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيا ۽ ائين اقتداري ٽڪنڊو وجود ۾ آيو. سٺ جي ڏهاڪي ۾ بنگالين ۽ ستر ۽ اسي جي ڏهاڪن ۾ سنڌين جي خوف کان اهو ٽڪنڊو مضبوط ۽ مستحڪم رهيو پر 1983ع ۾ سنڌي قوم جي مزاحمتي سگهه جو مظاهرو ڏسڻ کان پوءِ هرڪنهن نئين سر سوچڻ شروع ڪيو. نواز شريف جي روپ ۾ پنجاب پهريون ڀيرو پنهنجي سياسي قيادت منظم ڪرڻ شروع ڪئي. جنهن جو منطقي ٽڪراءُ مهاجر مستقل مفادن سان پڻ ٿيڻ لڳو. پوءِ زماني اهو لقاءُ به ڏٺو ته نواز ليگ ۽ ايم ڪيو ايم جا اڳواڻ هڪٻئي کي غدار قرار ڏيڻ لڳا. نه ته اهو ”شرف“ ته رڳو بنگالين، سنڌين ۽ بلوچن کي حاصل هو. مهاجر قوميت جو نعرو بلند ڪرڻ کان پوءِ ايم ڪيو ايم پاڪستاني قوميت ۽ مهاجر قوميت جي ٻٽي ڏٻڻ ۾ ڦاسي ڪڏهن مهاجر ته ڪڏهن متحده ٻڻجي موقعي پرست سياست جو ڪاڄ ٻڻجي وئي آهي. مهاجر مستقل مفادن جو تحفظ ڪندي ايم ڪيو ايم هاڻ چئني تاريخي قومن سان ٽڪراءُ ۾ اچي چڪي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هاڻي اِن جو سياسي وجود ئي خطري ۾ اچي ويو آهي. سر سيد جي زماني کان وٺي هو سنڌس سرپرست رهيا آهن، پر هو وساري ويٺا هئا ته سرپرستي ڪندڙ ۽ ترا ڪيندڙ هڪ ئي هوندو آهي.

اڄ سنڌ جي قومي وحدت جو سوال اسان جي اڳيان ائين ئي اڀري آيو آهي، جيئن ستر جي ڏهاڪي ۾ سنڌين جي اقليت ۾ تبديل ٿيڻ جو سوال اسان جي آڏو هو. توڪل جي ترهي تي چڙهي همت ۽ ڏاهپ سان قومي ۽ طبقاتي تحريڪ منظم ڪري اسان ان مشڪل مرحلي مان به ڪاميابيءَ سان نڪري آيا هئاسين ۽ هن مشڪل مان به نڪري ايندا سين. پر هن وقت سڀ کان وڏيڪ پريشان اها سوچ ڪري رهي آهي ته اڄ ستر ۽ اسي جي ڏهاڪن واري بهادر ۽ بي لوث نظرياتي ڪارڪنن جي فوج ۽ سياسي سرواڻي نظر نٿي اچي. اهوئي واحد مرحلو آهي، جتي اچي اسين پريشانيءَ جي ڏٻڻ ۾ ڦاسي ٿا پئون. پر تاريخ جو ادراڪ رکندڙ فرد ڄاڻن ٿا ته انارڪي پنهنجي ڪُکَ مان نين انقلابي قوتن ۽ شخصيتن کي جنم ڏيندي آهي، جيڪي تاريخ جو رخ هميشه لاءِ موڙي ڇڏينديون آهن. ڪنهن تي ڄاتو ته پهرين عالمي جنگ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ انارڪي روس جهڙي پوئتي پيل ملڪ ۾ پهرئين پوهيت انقلاب جي بانيڪارن کي جنم ڏيندي! اڄ اسان جي سنڌ به اهڙي ئي تاريخي موڙ تي پهچي رهي آهي، جيڪا پنهنجي ڪک مان اهڙين قوتن کي جنم ڏيندي، جيڪي نه

رڳو سنڌ جي قومي وحدت جي بقا جون ضامن بڻبيون، بلڪ سموري سنڌو ماٿريءَ جي تهذيبي ايڪتا جي تحريڪ جي سرواڻي ڪنديون. "ڳهٽا پهري ڳٽتين جا، دور اميدن کي نہ امار". اجوڪين موضوعي قوتن جون ڪمزوريون ڏسي مايوس ٿيڻ بدران پنهنجي خود اعتماديءَ کي بحال ڪري، همت ۽ ڏاهپ سان نئين سنڌ دوست، انسان دوست تهذيب جي آبياري ڪرڻ اسان جي باضمير ذهنن جي اولين ذميداري آهي. ارتقا جو علم ۽ ادراڪ سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ جي نئين جنم ۽ عظمت جو واضح ڏس ڏئي رهيو آهي.

*(روزاني "ڪاوش" حيدرآباد، 18 جولاءِ 2011ع)*

# نئين سجاڳيءَ لاءِ سڏيندڙ سنڌ

بااصول فردن ۽ قوتن جي بي عملي ۽ باعمل ڏرين جي بي اصوليءَ سموريون واٽون وِهہ ڪري ڇڏيون آهن. سمورو سياسي منظرنامو موقعي پرستي جا نت نوان شاهڪار پيش ڪري رهيو آهي ۽ سمورو سماج انتهائي بي حسي ۽ بي وسيءَ جو شڪار بڻجي ويو آهي. سمورا صحتمند سياسي، سماجي، ادبي، ثقافتي ۽ اخلاقي قدر اٽلپ ٿي ويا آهن. اسين وڏي جوش ۽ خروش سان ايڪتا ۽ ثقافت جا ڏينهن تہ ملهايون ٿا پر پاڻ کان اهو سوال بہ پڇون تہ ايڪتا ۽ ثقافت جا اصول، آدرش ۽ اخلاقي قدر اسان ڪٿي وساري آيا آهيون؟ خود ثنائي ۽ خوشامد سان جيڪڏهن ڪو نئون سماج اڏجي سگهجي ها تہ اسان اڄ جنت الفردوس جا مزا وٺنا ماڻيون ها!

بلاشڪ هر ڪمال جو زوال هوندو آهي ۽ برائي جي هن ڪمال جو زوال بہ اٽل آهي پر بااصول ۽ باڪردار فردن ۽ قوتن جي ڇڙوڇڙ ۽ ڪمزور ڪردار بہ اذيتن جي هن سلسلي کي طويل ۽ وڌيڪ اذيتناڪ بڻائي ڇڏيو آهي. جن جدوجهد جي راهہ ۾ اصولن ۽ آدرشن کي الوداع ڪري ڇڏيو تن کي ڪهڙي ميار ڏجي، ڏکوئن تہ اهي روح ٿا، جيڪي ماڻهپي جي قدرن کي بچائيندي جدوجهد جون سموريون واٽون وساري ويٺا آهن.

عوام جو رت چوسيندڙ قوتون تہ مفاهمت جي نالي ۾ يڪدم گڏ ٿيو وڃن، پر عوام جون هڏ ڏوکي قوتون سدائين اصولي ۽ نظرياتي اختلاف ڄاڻائي پنهنجون ننڍڙيون ننڍڙيون ديڳڙيون چاڙهڻ کان اڄا بہ ڪين ٿيون مڙن. مِڙڻ ۽ مُٺ ٿيڻ تہ اسان سکيو ئي ڪونهي. تنقيد ڪرڻ جا پاڻ بادشاهہ آهيون باقي پنهنجي اصلاح ڪرڻ پنهنجو ڪم ڪونهي!

عظيم انسان دوست فلاسافر ۽ پهرين پورهيت انقلاب جو باني‌ڪار لينن لکي ٿو تہ ”ماڻهن کي هميشہ سياست ۾ ڏوکو ڏيئي بيوقوف بڻايو ويو آهي ۽ اهي خود بي وقوفيءَ جو شڪار ٿيندا رهيا آهن ۽ تيستائين ايئن ٿيندو رهندو جيستائين هو اهو نٿا سمجهن تہ سيني اخلاقي، مذهبي، سياسي ۽ سماجي اعلانن، لفاظين ۽ وعدن وغيره جي پٺيان ڪنهن نہ ڪنهن طبقي جا مفاد لڪل هوندا آهن.“ طبقاتي مفادن سان گڏوگڏ گروهي مفادن ۽ مقامي قومي توڙي بين

الاقوامي مافيائي مفادن جي سياست کي سمجهڻ به هاڻ انتهائي ضروري آهي. انفارميشن ٽيڪنالوجي جي هن دؤر ۾ ڏوڪي بازي جي سياست ماضيءَ جا سڀ رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا آهن ۽ سياست مان ماڻهپي کي ڏڪي ٻاهر ڪڍيو ويو آهي، ڇڙڪ ماڻهپي، اصولن، آدرشن، ايمانداري، سچائي، نيڪي ۽ اخلاقيات جو سياست سان ڪو پري جو به واسطو نه هجي. گذريل ٻن ڏهاڪن کان سياست مان انهن ستن گڻن کي ٻنهه ڏيهه نيڪالي ڏني وئي آهي، جنهن ڪري اڄ سياست هڪ خطرناڪ ڪاسائڪي ڪار ۽ شطرنج جي راند بڻجي چڪي آهي. ايئن ٿو لڳي ته سياست بس خود غرض انساني جو کيل آهي، جنهن ۾ ڪاميابي انهن کي نصيب ٿئي ٿي جيڪي سڀ کان وڏيڪ عيار، مڪار، چالاڪ، بي رحم، بي اصول ۽ مطلب پرست آهن ۽ جيڪي هر وقت 'جيري خاطر ٻڪري ڪهڻ' لاءِ تيار هجن ٿا. جڏهن ته آمريڪي جنرل جيمز جونز به هن ملڪ جي اصلي توڙي ظاهري حاڪمن جي هلت چلت تي تبصرو ڪندي چوي ٿو ته، "2006ع کان وٺي منهنجو هن ملڪ جي حڪمرانن سان واسطو رهيو آهي ۽ ڪيترن سان نويڪلائي ۾ ون ٽو ون ملاقاتون به ٿيون آهن، مان ان نتيجي تي پهتو آهيان ته هي اهو ملڪ آهي جيڪو پنهنجو پاڻ کي تباهه ڪرڻ تي بضد آهي."

هي اهوئي جنرل آهي جنهن منصور اعجاز جو کليل ميمورنڊم تڏهوڪي آمريڪي آرمي چيف کي اي ميل ذريعي موڪليو جنهن تي هاڻي ملڪ ۾ ممڻ متل آهي. اسان جا حاڪم، گادي نشين ۽ گاديءَ جا اميدوار اڪثر ڪري جيري خاطر ٻڪري ڪُهندي ڪڏهن دير نه ڪندا آهن. واعدا معاف گواهه ٿيڻ ۽ سرڪاري شاهد ٿيڻ کانئن ڪو سکي. بدنام زمانه حسين حقاني جيڪو سدائين حاڪمن جي اک جو تارو هيو سو اڄ هڪڙن حاڪمن جي اک جو ڪنڊو ته ٻين جي اک جو تارو آهي ۽ منصور اعجاز جهڙي عجيب مخلوق وري محب وطنن جو محبوب اثاثو بڻجي وئي آهي. انصاف جا اعليٰ ايوان بدستور ناانصافيءَ جا علمبردار ۽ سياست جا نوان آکاڙا بڻجي ويا آهن. جن آئين سان غداري ڪندڙ جنرلن تي آرٽيڪل 6 لاڳو ڪرڻ بدران ڪين آئين ۾ ترميم ڪرڻ جو حق بخشيو سي پاڻ بخشائي، قوم کان معافي وٺي گهر ويهڻ بدران انصاف جي اعليٰ مسند تي ويهي پنهنجي سياست چمڪائي انصاف جو ٻول بالا ڪري رهيا آهن. سپريم ڪورٽ تي حملو ڪندڙ اسان جا محافظ ۽ سپريم ڪورٽ جا لاڏلا بڻجي پارليامينٽ ۽ جمهوريت جو ٻول بالا ڪري رهيا آهن. عوام جي ووٽن تي چونڊجي اقتدار جا مزا ماڻيندڙ ماڻهن جي ووٽن جي توهين ۽ سندن جذبن جو قتل عام ڪري قاتلن ۽ دهشتگردن سان گڏ پنج سال

پورا ڪرڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي رهيا آهن. مقابلو سخت آهي، جمهوريت کي چئن سالن ۾ چار چنڊ لڳائڻ وارا پنجين سال ۾ پڇاڙي جو کيل کيڏي رهيا آهن ۽ عوام حيران پريشان روزانو هڪ نئين خبر پڙهي سوچي رهيو آهي تہ هي ڇا پيو ٿئي؟ نيٽ ڪا ڇڱائي بہ ٿيندي يا نہ؟ ۽ حڪمران وري ڪين ڇڱائي ٿيڻ جي آسري ۾ نئون رانديڪو عمران خان پيش ڪري رهيا آهن. جمائما خان جو اڪيلو خاوند وري طلاق ۾ مليل تحفي جي زمين تي محل جوڙائي عوام کي آسرا ڏئي پاڻ شهرت جا مزا ماڻي رهيو آهي. بس هر طرف راند ئي راند جا مزا لڳا پيا آهن. هڪڙو پلي بواءِ ايوان صدر مان ويهي چوڪا ۽ ڇڪا هڻي رهيو آهي ۽ ٻيو پلي بواءِ هڪ بال سان بہ وڪيٽون ڪيرائي رهيو آهي. ريفري وري سيني کي آئوٽ ڪري پاڻ ان ٽيڻ جا سانباها ڪري رهيو آهي، ڪورٽ جو بال تہ صاف نظر اچي رهيو آهي تہ ريفري جي گود ۾ وڃي ڪريو آهي، پر رڊٽي ۾ رولو وڏي سرڪار آقاءِ عالم وجهي ڇڏيو آهي. بون ڪانفرنس جي پڙ پڙ ۾ ڪين آسرا، دلجوئي ۽ ڏڙڪا مليا جڏهن تہ ڪرزئي کي ڏڙڪا دهمان ڪرڻ جي ڪليل آزادي ۽ بون جو پاڙو ڪرايو ملي ويو ۽ اسان جا ڏاڍا مڙس ويچارا ڏسندا ئي رهجي ويا. شمسي ايئربيس خالي ڪرڻ جو حڪم جا ڏنائون، آمريڪي سرڪار گوڏا ڪوڙي شمسي بيس خالي ڪري ڪين پاڙي ڪرائي ڪان بہ محروم ڪري ڇڏيو. هاڻي نيٽو جا نٽ ڪٽ نخرا بہ چون ٿا تہ هميشہ لاءِ بند ڪري ڇڏيندا سين. يعني پنهنجي روزي روٽيءَ تي بہ پاڻ لت ڏيندا تڏهن تہ جنرل جيمون ڪين سمجهائي ٿو تہ ٻيلي ڏاها ٿيو هروڀرو پاڻ کي تباهہ ڇو پيا ڪيو پر هو بہ مڙڻ وارا ڪونہ آهن. سنڌن غيرتمند برگيڊ ڪين ڪٽي ٿي سک سان سمهڻ ڏئي. ننڊ جي گورين بنا ننڊ جا مزا تہ وري بہ عوام ٿو وٺي ويچارا حڪمران پنهنجو اقتدار ۽ سِر بچائين يا ننڊ ڪن؟

هي تہ آهن تنقيد جي بادشاهي جا ڪجهہ تير، جيڪي ٽاڪ شوز ۾ مزي سان پاڻ هڻي سگهون ٿا پر سوچڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ سنڌ جا ڏاها، دانشور، اديب، صحافي، سياسي ۽ سماجي اڳواڻ ڪا مثبت عملي وک بہ کڻندا يا ايئن ئي رڳو حاڪمن تي ۽ هڪٻئي تي لفظن جا تير پيا وسائيندا؟ مذاڪرن، ڌرڻن ۽ دهلن دمانن سان جيڪڏهن ڪا وڏي تبديلي ممڪن هجي ها تہ اڄ اسان آزاديءَ جا مزا پيا ماڻيون ها. پر ڇا ڪجي آزادي، انقلاب يا ڪا بنيادي تبديلي ڪنهن سنجيده ڪم، اڻٿڪ جدوجهد ۽ سگهاري تنظيم ڪاريءَ بنا ممڪن ناهي ۽ پائيدار ڪاميابي فقط انهن جي حصي ۾ ايندي آهي جيڪي ڏاهپ، همت ۽ ثابت قدمي سان اصولن، آدرشن ۽ اخلاقي قدرن جي آبياري ڪندا رهندا آهن.

جڏهن بہ ڪو سماج، سياسي ۽ سماجي ابتريءَ جو شڪار ٿيندو آهي تڏهن سڀ کان اولين ذميداري با ضمير اديبن، دانشورن ۽ ڏاهن انسانن تي عائد ٿيندي آهي تہ اهي نہ رڳو نئين جوت جلائن پر مڙي مٽ تي ڪا نئين واٽ بہ هموار ڪن. سٺ جي ڏهاڪي ۾ اهي اسان جا اديب، دانشور ۽ ڏاها انسان ئي هئا جن سائين جي ايم سيد ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سان گڏجي نئين جوت جلائي هئي ۽ قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جون راهون روشن ڪيون هيون. سنڌ جا تي سوچي کان هڪ قدم اڳتي وڌي هاڻي باضمير ذهنن کي ڪا عملي وک کڻي ڪنهن نئين تبديليءَ لاءِ اڳتي اچڻو پوندو جو سنڌ نئين سجاڳيءَ لاءِ سڏي رهي آهي.

*(روزاني "ڪاوش" حيدرآباد، 26 ڊسمبر 2011ع)*

# اسان ردعمل واري سياست کان اڳتي چو نٿا وڌون

”مون پڪ سڃاتا پنهنجا هئا، ڪي ڌارين سان گڏ ڌاڙي ۾!“ سنڌ جي قومي شاعر شيخ اياز جي اها دانهن اڄ سنڌ جي قومي دانهن بڻجي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گونجي رهي آهي. سنڌ جي موقعي پرست وڏيرن ۽ اسيمبلي ميمبرن جي سنڌ جي وحدت ۽ قومي وجود تي اقتدار خاطر سوديبازيءَ جي هڪ طويل تاريخ آهي: غداري ۽ وطن دشمنيءَ جي تاريخ. سورنهن سال سنڌ جي وجود کان انڪاري ون يونٽ بہ انهن ئي مهربانن جي مهرباني ۽ ڪارستاني ئي تہ هئي. سنڌي قوم سميت سنڌو ماٿر جي سمورن تاريخي قومن جي وجود کان انڪاري آئين بہ تہ انهن جي ئي فخريہ پيشڪش آهي. فوجي آمريتن سان گڏجي بنگالين ۽ بلوچن جو قتل عام آخر ڪنهن ڪرايو؟ سانگهڙ جي شهيدن ۽ بلوچ ڳيروئن جي چچريل لاشن جا قاتل ڪير آهن؟ اڄ سنڌ جي وحدت جو ٺهراءُ رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽي ڪرڻ وارا ڪهڙا سنڌ جا ”حلالي پٽ“ آهن؟ غدارين ۽ ويساهہ گهاتين جي هڪ طويل تاريخ آهي جنهن جنم ڏنو آهي سنڌ جي شڪستن ۽ شهادتن جي تاريخي تسلسل کي. جنهن جي ويجهي تاريخ جو تاڃي پيٽو شروع ٿئي ٿو ديبل بندر جي ٻڌ پروهتن جي غداريءَ سان. جنهن ۾ روز نوان رنگ پريندا رهن ٿا سنڌ جا مير، پير، وڏيرا ۽ نائون مل جهڙا سيٺ. هي سنڌ جي عوامي نمائندن جو عجيب رنگ ڍنگ ۽ سنڌ سان سنگين مذاق آهي تہ هو هڪ طرف سنڌ جا حلالي پٽ هئڻ جي دعوي ڪن ٿا ۽ ان ئي مهل سنڌ جي وحدت تي ڪاري وار ڪندڙ ويهين آئيني ترميمي بل جي روڪٿام لاءِ پيش ڪيل ٺهراءُ خلاف سازشن جو طلسماتي محل اڏن ٿا. پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم جو هي اقتدار پرست وڏيرڪو فاشسٽ اتحاد هاڻي سنڌ لاءِ زهر قاتل جو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. اقتدار خاطر ايم ڪيو ايم سان اتحاد ڪري پيپلز پارٽي پهرئين ڏينهن کان ئي سنڌي ماڻهن جي مليل مينڊيٽ جي لتاڙ ۽ ووٽ جي توهين ڪئي آهي ۽ سنڌي ماڻهو جذباتي رد عمل ۽ متبادل جي انتظار ۾ جيستائين پيپلز پارٽي کي موقعا فراهم ڪندا رهندا تيستائين پيپلز پارٽي بہ

موقعي پرستيءَ جي روز نئين تاريخ لکندي رهندي. اقتدار خاطر غداريءَ جي حد تائين موقعي پرستي وڏيرڪي طبقاتي ڪردار جو جوهر آهي جنهن جا پيپلز پارٽي ۽ مسلم ليگ سياسي مظهر آهن.

سنڌ جي ورهاڱي لاءِ راهه هموار ڪندڙ ويهون ترميمي بل پيش ٿيڻ سان سنڌ پنهنجي بقا جي ويڙهه جي فيصلاڪن مرحلي ۾ داخل ٿي وئي آهي. شڪستن ۽ شهادتن جي طويل تاريخي سلسلي کي تاريخي پوئترن ڏيئي ڪاميابين ۽ ڪامرانين جي نئين تاريخ تخليق ڪرڻ جو هي ابتدائي، ارتقائي مرحلو آهي جنهن ۾ معروضي حالتون ۽ وقت واضح طور سنڌ ۽ سنڌ دوست قوتن جي پاسي آهي جڏهن تہ موضوع ۽ سياسي منظرنامي تي سنڌ دشمن ۽ عوام دشمن قوتن جو غلبو آهي.

1985ع تائين سنڌ کي سڀ کان وڏو خطرو ڌارين جي والار سبب سنڌ اندر سنڌين جي اقليت ۾ تبديل ٿيڻ جو هو ۽ هاڻ وري سنڌ جي وحدت جو سوال سڀ کان وڏي خطري طور پيش آهي. ايم آر ڊي تحريڪ تائين سنڌ کي محڪوم ۽ اقليت ۾ تبديل ڪندڙ مهاجر پنجابي، پناڻ مستقل مفاد ۾ مڪمل هم آهنگي ۽ استحڪام موجود هيو پر 1983ع ۾ سنڌي قوم جي مزاحمتي سگهہ جا اهڃاڻ پسي پنجاب جي سول فوجي ڪامورا شاهيءَ اهو سمجهي ورتو تہ هاڻي سنڌ تي سنڌيءَ ريت مستقل قبضو طويل عرصي تائين ممڪن نہ رهندو تنهنڪري هنن سرمائيداريءَ جو رخ سنڌ بدران وچ پنجاب ڏانهن موڙڻ جو فيصلو ڪيو. هن فيصلي جا آهستي آهستي تاريخي اثر مرتب ٿيڻ شروع ٿيا ۽ سياسي منظرنامو يڪسر بدلجڻ لڳو. سنڌي، بلوچ ۽ پختون تحريڪن سان گڏوگڏ جڏهن جاڳ پنجابي جاڳ جو نعرو گونجيو تہ مهاجر بہ پاڪستاني قوميت تان لا دعوي ٿي مهاجر قوميت جو علمبردار بڻيو. الطاف حسين مهاجر قوميت جي بنياد تي ئي آل پاڪستان مهاجر اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جو بنياد وڌو. پوءِ الطاف حسين سنڌي مهاجر اتحاد جي زور تي پنجاب جي بالادستيءَ کي چئلينج ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي جنهن جي سائين جي ايم سيد آجيان ڪئي ۽ ايئن مهاجر پنجابي پناڻ مستقل مفادن ۾ ڏار وجهڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي ضيا شاهي ٽولي وري هڪ جامع حڪمت عمليءَ طور ايم ڪيو ايم کي هڪ فاشسٽ تنظيم طور منظم ڪري سياسي نظام ۾ ڪليل دهشتگرديءَ جو عنصر داخل ڪري ڇڏيو. ايم ڪيو ايم جي هٿيارن جا رخ پهرين ڪراچيءَ جي پناڻ ۽ پنجابي آبادين ڏانهن موڙيا ويا ۽ ايئن سرمائيداريءَ جو رخ سينٽرل پنجاب ۽ سرحد جي گدون امازئي انڊسٽريل اسٽيٽ ڏانهن موڙيو ويو. ان پاليسيءَ جي نتيجي ۾ سنڌ کي درپيش سڀ کان وڏو

خطرو يعني پنجابي آبادڪاريءَ جي مسلسل واڌ جي ڪري اقليت ۾ تبديل ٿيڻ جو خطرو ٽري ويو ڇو تہ سرمائيڪاريءَ سان گڏوگڏ پنجابي آبادڪاريءَ جو سلسلو بہ تمام ڍرو ٿيڻ لڳو. پر ان سان گڏوگڏ مهاجر پنجين قوميت جو نعرو نئين خطري جون گهنٽيون وڄائڻ لڳو. نئين قوميت جو نعرو معنيٰ نئين وطن جو مطالبو يعني سنڌ جي ورهاڱي جو منصوبو. اڳ سندن ابن ڏاڏن مسلمان قوم جو نعرو بلند ڪري نئين وطن جو مطالبو ڪيو هو ۽ هاڻي وري سندن نئون نسل مهاجر قوميت جو نعرو بلند ڪري مهاجرستان جي ايجنڊا تي عمل پيرا ٿي ويو جنهن تي هو اڄ بہ ملڪي توڙي بين الاقوامي سطح تي ڪم ڪري رهيو آهي. سرائيڪي ۽ هزارا سان همدرديءَ جي نالي ۾ ايم ڪيو ايم اڄ بہ ان ئي ايجنڊا تي ڪم ڪري رهي آهي. جڏهن تہ پنجاب جا حڪمران وري ايم ڪيو ايم کي سنڌين خلاف استعمال ڪرڻ جا جتن ڪندا آهن ۽ بين الاقوامي قوتون کين ڪراچيءَ ۾ مسلسل عدم استحڪام ۽ بدامني قائم رکڻ لاءِ استعمال ڪنديون آهن ۽ ان لاءِ کين الڳ وطن ڏيارڻ ۾ مدد ڪرڻ جو لالي پاپ آڇينديون رهنديون آهن جڏهن تہ حقيقت هيءَ آهي تہ ملڪي، علائقائي توڙي بين الاقوامي مفادن جي ٻوڙ ۾ ڪراچيءَ جو سنڌ کان الڳ ٿيڻ ڪنهن جي بہ مفادن وٽان نہ آهي. اهو ئي سبب آهي جو اسيءَ جي ڏهاڪي ۾ جنرل ضياءَ جي گود ۾ پلجي ۽ مڇي مڇ ٿيل ايم ڪيو ايم کي نوي جي ڏهاڪي ۾ لغام ڏيڻ جو ڪم بہ پنجاب جي سول ملٽري ڪامورا شاهي شروع ڪيو جنهن جو آغاز 1992ع ۾ فوجي آپريشن سان ڪيو ويو ۽ ايم ڪيو ايم حقيقي کي ميدان تي لاٿو ويو. ان آپريشن جي نتيجي ۾ ايم ڪيو ايم جي پاڪستان سان وفاداريءَ جي ڏور مڪمل طور ٽٽي وئي ۽ سندس عسڪري قوت وڃي هندستان ۾ پناهہ ورتي. جنهن جا دستاويزي ثبوت اجمل پهاڙي ۽ ٻيا سوين دهشتگرد اختيارين آڏو پيش ڪري چڪا آهن. ايم ڪيو ايم ۽ پنجابي حاڪمن جي وچ ۾ سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن مٿان تسلط برقرار رکڻ لاءِ تہ ڳٺ جوڙ ۽ هم آهنگي اڄ بہ برقرار آهي پر سندس اصل جهيڙو ڪراچيءَ تي آهي. ڪراچيءَ جو سنڌ کان الڳ ٿي ايم ڪيو ايم جي قبضي ۾ اچڻ خود پنجاب جي معاشي مفادن لاءِ خطرناڪ آهي. پنجاب چاهي ٿو تہ سنڌ ۽ بلوچستان تي جديد بينڪي انداز ۾ سندس قبضو مستقل قائم رهي ۽ سنڌ سدائين پنجاب جي منڊي رهي. جيڪڏهن سنڌ ۾ امن امان قائم ٿي ويو تہ سنڌ صنعتي لحاظ کان اڳتي وڌي ويندي ۽ پوءِ سندس تسلط گهڻي دير تائين قائم نہ رهي سگهندو. اهو ئي سبب آهي تہ سنڌ تي ڌاڙيلن، دهشتگردن ۽ وڏيرن جو راڄ قائم دائم رکيو پيو وڃي ۽

جنهن لاءِ پيپلز پارٽي، ايم ڪيو ايم ۽ مسلم ليگ گڏجي سياسي محاذ فراهم ڪن ٿيون.

1999ع ۾ ايم ڪيو ايم کي مشرف جي صورت ۾ ڇڙڪ مسيحا مليو ويو. پنجاب جي فوجي قيادت کي به جيئن ته نواز شريف جي آمرانه انداز ۽ خصوصاً فوج جي معاملن ۾ مداخلت ۽ خصوصاً چيف آف آرمي اسٽاف جهانگير ڪرامت کي من ماني طريقي سان هٽائي مشرف کي نئون آرمي چيف بڻائڻ تي منيان لڳي هئي تنهن ڪري سنڌن به اها مجبوري ٿي وئي ته هو نواز شريف ۽ پيپلز پارٽي ٻنهي کي سياسي منظرنامي تان جلاوطن ڪري ايم ڪيو ايم، ايم ايم اي ۽ مسلم ليگ ف جي ذريعي حڪومت جو ڪاروهنوار هلائين. نائين اليون جي واقعي ايم ڪيو ايم ۽ مشرف کي پنهنجا هٿ مضبوط ڪرڻ جو سونهري موقعو فراهم ڪيو. دهشتگرديءَ خلاف جنگ ۾ مدد جي بدلي ڪراچيءَ کان گوادر تائين الڳ وطن انعام طور حاصل ڪرڻ جا جتن ڪيا ويا. هندستان سان ڪشمير جي بدلي ڪراچي حاصل ڪرڻ جي بئڪ ڏور ڊپلوميسي شروع ڪئي وئي جيڪا ئي اڳتي هلي مشرف جي اقتدار کان بي دخلي جو سبب بڻي. 9 مارچ 2007ع جي انڪار جو اسڪرپٽ فرشتن ان وقت لکيو جڏهن مشرف هندستان سان پيار جا پيچ وڌايا. پنجابي مهاجر مستقل مفادن جو اندروني جهيڙو ته ڳجهه ڳوهه ۾ اقتدار جي اعليٰ ايوانن ۾ نوي جي ڏهاڪي کان هلي رهيو هيو جنهن ۾ مشرف ته بظاهر هڪ فون ڪال تي هٿيار ڦٽا ڪيا پر اصل ڊيل جي ابتدا ته سيپٽمبر 2001ع ۾ الطاف حسين جي ٽوني بليئر ڏانهن لکيل ان خط سان ٿي جيڪو ذوالفقار مرزا جي انڪشافن کانپوءِ بي بي سي پاران پنهنجي ويب سائيٽ تي پيش ڪيو. ان ڊيل جي نتيجي ۾ مشرف ـ الطاف ـ آمريڪا محور سگهارو ٿي ويو ۽ هڪ جامع منصوبابندي تحت رياست جا سمورا ادارا اندروني انتشار ۽ گهرو ويڙهه جي نذر ڪيا ويا. نجي چينلن کي فوج ۽ سيڪيورٽي ايجنسين کي تنقيد جي پهريون ڀيرو آزادي ڏني وئي ۽ جتي ايڇ ڪيو سميت سمورا سيڪيورٽي ادارا دهشتگردن جي حملن جو نشانو بنيا. آخرڪار صبر جو پيمانو تڏهن لبريز ٿي ويو جڏهن مشرف من موهن سنگهه سان ڪشمير تي سوديبازي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. هن سموري تضاد جو ڪلائيميڪس 12 مئي 2007ع تي ڪراچي ۾ ٿيو. هي پهريون ڀيرو هيو جو ايم ڪيو ايم چئني تاريخي قومن سان متصادم ٿي سياسي طور بلڪل اڪيلي ٿي وئي ۽ سندس فاشسٽ چهرو نجي چئنلن ذريعي سڄي دنيا آڏو منظر عام تي اچي ويو. لنڊن ڪانفرنس ۾ ته سيني ڏرين

ايم ڪيو ايم کي دهشتگرد تنظيم قرار ڏئي ساڻس ڪابہ اتحادي حڪومت نہ جوڙڻ جو اعلان بہ ڪيو.

اهو تاريخي سنڌ دشمن ڪارنامو بہ اسان جي چونڊيل پيپلز پارٽي حڪومت جو ئي آهي جنهن ايم ڪيو ايم کي سياسي اڪيلائي مان ڪڍي نئين زندگي بخشي ۽ هاڻ اها هڪ پيرو وري اسان کي اکيون ڏيکاري رهي آهي.

سنڌ جي وحدت ۽ بقا جي ويڙهہ ۾ جنهن جامع حڪمت عملي ۽ واضح قومي ايجنڊا تي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي سا دورانديشي اجا نظر نٿي اچي. اسان رڳو ردعمل جي سياست ڪري وقت بوقت سنڌ جي وحدت تي ٿيندڙ ڪليل حملن خلاف ڪجهہ هڙتالون ڪري پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ٿا وڃون. جڏهن تہ ايم ڪيو ايم مستقل مزاجي سان مسلسل هڪ واضح ايجنڊا تي ثابت قدمي سان ڪم ڪري رهي آهي ۽ هوءَ هر بدليل صورتحال ۾ نوان نعرا، نوان ويس ۽ نوان اتحادي ٺاهيندي بہ دير نہ ٿي ڪري جڏهن تہ اسان اڃان تائين ستر اسي جي ڏهاڪي واري جامع سوچ جا شڪار بڻيل آهيون. اسان کي تيزيءَ سان بدلجندڙ هن دنيا ۾ روايتي پنجاب دشمن، پناڻ دشمن يا مهاجر دشمن روين جي خول مان نڪرڻو پوندو ۽ پنهنجن قومي مفادن پٽاندر هر نئين صورتحال سان هم آهنگ ٿيندڙ انتهائي لچڪدار حڪمت عملي جوڙڻ جي سگهہ ۽ صلاحيت پيدا ڪرڻي پوندي. سڀ کان پهرين ضرورت اها آهي تہ اسان هر پيري رد عمل واري سياست ڪرڻ کان اڳتي وڌي پنهنجي مثبت قومي ايجنڊا جو تعين ڪري ان جي حاصلات لاءِ جامع حڪمت عملي جوڙيون. سنڌ جي قومي ايجنڊا جا چار بنيادي نڪتا آهن. پهريون، سنڌ جي وحدت جي حفاظت لاءِ منظم مزاحمتي سگهہ کي اڀارڻ. ٻيو سنڌي قوم جي تاريخي وجود جي تحفظ لاءِ مستقل مزاجيءَ سان جدوجهد ڪرڻ. ٽيون، سنڌي ٻولي کي قومي ٻوليءَ جي حيثيت ڏيارڻ ۽ چوٿون، سنڌ تي سنڌي قوم جي حق حاڪميت قائم ڪرڻ.

انهن مقصدن جي حاصلات لاءِ اسان جي حڪمت عملي جا ٽي محور هئڻ گهرجن يعني قومي، علائقائي ۽ بين الاقوامي. اسان کي واشگاف لفظن ۾ اهو اعلان ڪرڻ گهرجي تہ اسان سنڌ ۽ سنڌو ماتريءَ کي عدم دشمني جي اصول تحت سڻرز لينڊ جيان امن جو خطو بڻائڻ چاهيون ٿا. سمورين بين الاقوامي سازشن ۽ مفادن جي جنگاڻ کان بچڻ جو اهو ئي واحد رستو آهي. هي خطو خونريز خانہ جنگيءَ جي دؤر مان گذري امن جي دؤر ۾ فقط تڏهن ئي داخل ٿي سگهي ٿو جڏهن هن خطي جي تاريخي قومن جي بحالي ٿيندي ۽ ان سلسلي ۾ اسان سنڌو ماتريءَ جي قومن جي اتحاد Indus Nations Alliance جا بڻ بڻياد پڻ وجهي سگهون ٿا.

*(روزاني "ڪاوش" حيدرآباد 1 فيبروري 2012ع)*

# چوندن جا لقاء

"نفرت کي نفرت سان نه پر محبت سان ئي مٽائي سگهجي ٿو." موهن جي دڙي جي ٻڌ استوپا جي جُهريل ديوارن تيْ لکيل گوتم ٻُڌ جي اها تحرير به وقت جي دَز ۾ ائين گم ٿي وئي آهي، جيئن اسان جي من مان محبت!

اقتداري سياست جي مقتل گاهه ۾ اڄ هرروز هزارين حياتيون موت ۽ قيامت جي وَر چڙهي رهيون آهن ۽ ماڻهو مرون بڻجي ماڻهن جو شڪار ڪري رهيا آهن. ڳُوڙ جو ڪاروبار سڄي دنيا ۾ عروج تي آهي. حرص، هوس ۽ لالچ، حيا ۽ شرم جون سموريون حدون لتاڙي انتهائي وحشت ۽ دهشت سان تختِ اقتدار تي براجمان آهن.

قديم انساني تهذيب جي خلقڻهار سنڌو ماتري به اڄ پنهنجي همعصر بابل ۽ گنڌارا جي وادين جيان رتوڇاڻ جو شڪار ٿي وئي آهي. هيءَ رتوڇاڻ تسلسل آهي 1947ع جي ڀيانڪ رتوڇاڻ جو ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو جي برطانوي بينڪي پاليسيءَ جو. 1947ع ۾ گنگا جمنا جو تهذيبي خطو ته دهلي سرڪار جي پاڇي ۾ محفوظ ٿي ويو پر سنڌو ماتري ۽ گنگا برهمپترا ماتري مذهبي نفرت جي وَر چڙهي جاگرافيائي ۽ سياسي ورهاڱي جو شڪار ٿيون. ڪشمير، پنجاب، بنگال ۽ سنڌو ماتريءَ جا درياهه هندستان ۽ نئين ملڪ پاڪستان پاڻ ۾ ونڊي ورهائي ڇڏيا. گڏيل هندستان جي برطانوي سرڪار اها ونڊ ورڇ اهڙي طريقي سان ڪئي جيئن هندستان ۽ پاڪستان ۾ ان ونڊ ورڇ تان جهيڙو هميشه هلندو رهي. سنڌو ماتريءَ جي انتهائي پرامن خطي ڪشمير کي ان ونڊ ورڇ دوران مستقل ميدان جنگ بڻايو ويو. ائين هيءَ ڌرتيءَ جي جنت ڪشمير مسلسل جنگ وجدل جو شڪار بڻجي معصوم ڪشميرين لاءِ جڻڪ دوزخ بڻجي وئي آهي.

سنڌو ماتريءَ ۾ رتوڇاڻ جو اهو سلسلو اسيءَ جيَ ڏهاڪي ۾ ان وقت هڪ خطرناڪ موڙ تي پهتو جڏهن افغانستان ٻن عالمي طاقتن آمريڪا ۽ سوويت يونين جي وچ ۾ ميدانِ جنگ بڻيو. ان جنگ ۾ پاڪستان، آمريڪا جي هر اول مورچي واري رياست جي حيثيت اختيار ڪري ورتي. هاڻوڪي اليڪشن ۾ هلندڙ خونريزي ان ئي خونخوار انسان دشمن جنگ جو تسلسل آهي جيڪا

سرمائيداري ۽ ڪميونزم جي وچ ۾ جنگ مان بدلجي سوويت يونين جي زوال کان پوءِ اولهہ ۽ اسلام جي وچ ۾ جنگ جو روپ اختيار ڪري وئي آهي. جنگيون ڪهڙن بہ مهذب ۽ مقدس نعرن سان ڇو نہ وڙهيون ويندڙيون هجن پر انهن جو بنيادي ڪارڻ اقتصادي هوندو آهي. خوشحال وادين تي خانہ بدوشن جي حملن جا ڪارڻ بہ معاشي هوندا آهن.

”جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي قنڌارئون جوکو“ جو پس منظر بہ اهوئي آهي تہ وچ ايشيا جا بدحال خانہ بدوش ٽولا سدائين قنڌار جي رستي خوشحال سنڌو ماٿريءَ تي حملي آور ٿيندا رهيا آهن. جنهن ڪري سنڌو واس جو سمورو تهذيبي خطو جنهن جو ڪئنواس هماليہ کان هندي/ سنڌي سمنڊ تائين ڦهليل آهي، سدائين ڌارين جي يلغار ۽ خونخوار حملن جو نشانو بڻجندو رهيو آهي. پختون خواهہ بلوچستان ۽ سنڌ ۾ جاري خونريزي بہ ان تاريخي پس منظر جو تسلسل آهي. ان سان گڏوگڏ هاڻوڪي چونڊ مهم پاڪستان جي اندروني قومي تضاد کي بہ چٽو ڪري ڇڏيو آهي جنهن جو کليل اظهار عمران خان اسپتال جي بستري تان پنجاب جي عوام کي مخاطب ٿيندي ڪيو تہ هن ملڪ جي حڪمرانن جي چونڊ پنجاب ڪندو آهي. پاڪستان جي تاريخ جي هيءَ واحد اليڪشن آهي جنهن جو ميلو رڳو پنجاب ۾ متو آهي سو بہ رڳو خالصتاً پنجاب ۾! پنجاب ۾ شامل سرائيڪي ديس ۾ بہ ٻين ٽن ديسن جيان اهو ميلو مچي نہ سگهيو. پر سرائيڪي ديس وارا پنجاب جو حصو هئڻ ڪري وري بہ خوشقسمت رهيا جو خونخوار حملن، بم ڌماڪن ۽ ٽارگيٽ ڪلنگ کان محفوظ رهيا. آخر ۾ نشانو بڻيو تہ بس ويچارو گيلاني! سلمان تاثير جي پٽ کان پوءِ هيءَ پنجاب ۾ سياسي اغوا جي ٻي وڏي واردات آهي، جيڪا پس پرده جاري اقتدار جي خطرناڪ سازشي کيل جو مڪروه چهرو ظاهر ڪري ٿي. وقت سان گڏ ان راز تان بہ پردو کڄندو تہ آخر ڪهڙي مقصد ۽ حڪمت عمليءَ تحت پنجاب کي پرامن رکيو ويو ۽ باقي ٽن صوبن ۾ دهشت جو راڄ قائم ڪيو ويو. ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو جي بيٺڪي پاليسيءَ تحت طالبان ۽ مذهبي انتهاپسنديءَ جي آڙ ۾ جاري هن دهشتگرديءَ جي جڙ ۾ اصل محرڪ بہ معاشي استحصال ۽ سياسي حاڪميت جي هوس آهن جن جي مٿان مذهب جو غلاف چاڙهيو ويو آهي. تهذيبن جي ٽڪراءَ (Clash of Civilizations) جي نالي ۾ جاري نام نهاد اولهہ ۽ اسلام جي جنگ بہ مذهبي غلاف سان ڍڪيل سياسي ۽ معاشي بالادستيءَ جي جنگ آهي. تهذيبن جي ٽڪراءُ واري نام نهاد نظرئي جو سڀ کان مضحڪ انگيز پهلو اهو آهي تہ ٻنهي ڌرين يعني اولهہ ۽ اسلام جو تهذيب جي تاريخي وصف سان ڪو پري پري جو بہ تعلق نہ آهي. سڀ ڄاڻن ٿا

تہ اسلام مذهب آهي نہ بلڪ تهذيب. جنهن جا پيروڪار مختلف تاريخي تهذيبن سان تعلق رکن ٿا. اسلام عرب دنيا مان ايري اچ سڄي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويو آهي. مسلمانن جو تعلق اچ عرب تهذيب سان بہ آهي تہ ايراني تهذيب ۾ بہ انهن جون جڙون پڪيون پختيون آهن. جيڪڏهن سترهن ارڙهن ڪروڙ مسلمان سنڌو واسي آهن تہ انهن کان وڌيڪ تعداد ۾ مسلمان گنگا جمنا ۽ گنگا برهمپترا جي تهذيبن جو تخم آهن ۽ سڀ کان اهم حقيقت هيءَ بہ آهي تہ اچ ڪروڙين مسلمان اولهہ جو اڻوٽ انگ آهن. اولهہ جي تهذيب جو اصطلاح بہ انتهائي مضحڪ خيز ۽ گمراهہ ڪُن آهي. اولهہ ڪنهن تهذيب جو نہ پر ترقي يافتہ سرمائيداري نظام جو مظهر آهي. سوويت سوشلسٽ نظام جي زوال کان پوءِ هاڻي سمورا ملڪ سرمائيدارانہ ارتقا جي مختلف مرحلن منجهان ئي گذري رهيا آهن تنهن ڪري سڀ کان پهرين تہ اسان کي اها حقيقت ذهن نشين ڪري ڇڏڻ گهرجي تہ دهشتگرديءَ خلاف جنگ يا اولهہ خلاف جنگ سميت لڳ ڀڳ سموريون جنگيون عالمگير سرمائيداري نظام جي اندروني تضادن جون مظهر آهن جيئن گذريل صديءَ ۾ لڳل ٻئي عالمي جنگيون سرمائيداري نظام جي اندروني تضادن جو نتيجو هيون. حڪمران استحصالي قوتن جي وچ ۾ تڪرار، مفاهمت ۽ تڪرار جو سلسلو بہ هڪ اٽل حقيقت آهي. پاڪستان ۾ گذريل پنجن سالن دوران حڪمران استحصالي قوتن سمورن اندروني تڪرارن باوجود جمهوريت جي نالي ۾ "مفاهمت" جو شاندار عملي مظاهرو ڪيو آهي. هن اليڪشني تڪرار کان پوءِ وري نوان مفاهمتي معاهدا منظر عام تي ايندا ۽ نوان وارا ڦيرا ٿيندا. هن اليڪشن جو نئون لقاء عمران خان جي اڳواڻيءَ ۾ پاڪستان تحريڪ انصاف (PTI) آهي، جنهن جي ايجنڊا تي سنڌ ۽ بلوچستان نظر ئي نٿا اچن. تبديليءَ جي خوشنما نعري سان، پاڪستان جي اصل حڪمران قوتن انتهائي رجعت پسند ۽ خود پسند سياسي نابالغ مهرو عمران خان ميدان تي لاٿو آهي ۽ عجيب لقاءُ اهو ٿو ڏسڻ ۾ اچي تہ ان جي حمايت ۾ سڀ کان اڳيان آهي پنجاب ۽ ڪراچيءَ جي نجي تعليمي ادارن جو سڀ کان وڌيڪ تعليم يافتہ نوجوان حلقو! اسان جو هي اعليٰ تعليم يافتہ نوجوان بدقسمتيءَ سان سياسي طرح ايترو ئي نابالغ آهي جيترو عمران خان پنهنجي نوجوانيءَ ۾ سياست کان نابالع هيو. حرفتي حڪمران اسان جي ان سياسي بيگانگيت ۽ سطحي پڻي جو ئي سڀ کان وڌيڪ ناجائز فائدو کڻندا آهن. اڳ تہ ڪين نوان ليڊر ناهڻ ۽ ميدان مارڻ لاءِ وڏي محنت ۽ جفاڪشي ڪرڻي پوندي هئي پر هاڻي پئسي ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جي استعمال سندن ڪم تمام آسان ڪري ڇڏيو آهي. پٽي کي ايوبي

وزير کان عوامي وزيراعظم ٿيڻ ۾ تيرهن ـ چوڏهن سال لڳي ويا. نواز شريف کي به وزارت کان وزارت اعظميٰ تائين پهچڻ ۾ ڏهاڪو سال لڳا پر عمران خان پئسي، ميڊيا ۽ اصل حڪمرانن جي آشيرواد سان اک ڇنڀ ۾ مينار پاڪستان کان ايوان اقتدار تائين پهچي ويو آهي. ۽ ان جي پس منظر ۾ لڪل آهي نئون مفاهمتي معاهدو جنهن ڏانهن اشارو ڪندي شريف ڀائر انتهائي پريشانيءَ جي عالم ۾ اظهار ڪري رهيا آهن ته پس پرده سندن وارو ڪسيو پيو وڃي ۽ ان ۾ سرگرم عمل آهي ڇٽن جو ٽولو يعني زرداري، ڪياني، الطاف حسين ۽ عمران خان. حڪمرانيءَ جو هي آخري موقعو ڪسجي وڃڻ جي خوف ۾ نواز شريف واضح لفظن ۾ اهو اعلان ڪري ڇڏيو ته جنرل ڪيانيءَ جي مدي ۾ ڪابه واڌ نه ڪئي ويندي ۽ سيني کان سينيئر آرمي آفيسر کي نئون آرمي چيف بڻايو ويندو! يعني هاڻي اسٽئبلشمينٽ به واضح طور ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي آهي. هڪڙو حصو عمران خان کي وزيراعظم ڏسڻ گهري ٿو ۽ ٻيو نواز شريف کي. پر هڪ نقطي تي سندن وچ ۾ مڪمل اتفاق نظر اچي ٿو ته وزيراعظم ڪير به ٿئي پر هجي ٻنهي ٽنگن کان لولو لنگڙو ۽ حڪومت ۽ پارليامينٽ به اهڙي وجود ۾ اچي جنهن کي ضرورت پوڻ تي ٽپڙ گول ڪرائڻ ۾ دير نه لڳي.

عمران خان جي حامي اصل تي وڏي سرڪار اهوبه نئون حيرت انگيز لقاءُ منظرعام تي آندو ته ايم ڪيو ايم جهڙي فاشسٽ قوت کي به راتو رات طالبان حملن جي زد ۾ آيل مظلوم، لبرل، ترقي پسند، روشن خيال ۽ ڪابي ڏر جي قوت طور پيش ڪيو ويو. تڏهن اهو ٽوٽڪو سنڌ ۾ ڏاڍو مشهور ٿيو ته "حيرت آ، ايم ڪيو ايم کي ڪراچيءَ ۾ تحفظ گهرجي!" ظالم کي مظلوم، رجعت پسند کي روشن خيال، ستحصاليءَ کي انقلابيءَ طور مشهور ڪرڻ ۾ اسان جي اصل سرڪار ڪمال جي مهارت رکي ٿي. ڀلا اها ڪمال جي ڳالهه ناهي ته اڄ شهباز شريف ۽ عمران خان فيض احمد فيض جي انقلابي شاعريءَ جو سهارو وٺي عوام ۽ نوجوانن کي پنهنجو همنوا بڻائي رهيا آهن! ڪاڏي منهن مريم جو ڪاڏي تندوالهيار!! جن استحصالي قوتن جا تخت ۽ تاج ڪيرائڻ لاءِ فيض صاحب انقلابي شاعري ڪئي اڄ اهي ئي قوتون عوام کي بيوقوف بڻائڻ لاءِ سندس انقلابي شاعريءَ جو خوب استعمال ڪري رهيون آهن!!!

پنجاب جي ابتڙ سنڌ ۾ چونڊ مهم هڪ نئون مثبت لقاء منظر عام تي آندو آهي. چاليهن سالن ۾ پهريون ڀيرو سنڌي ماڻهو پيپلز پارٽيءَ جي اميدوارن کان آڏي پڇا ڪري رهيا آهن. آڏي پڇا جي اٿهوند سندن ڪنڌ ۾ ڪِلي ۽ مغزل ۾ مڱي پيري ڇڏي هئي پر تازي چونڊ مهم دوران ڪين پيش آيل واقعن ۽ آڏين پڇائن ڪين پگهرائي ضرور ڇڏيو آهي. سنڌ مان اڪثريت سان ڪٽي اچڻ

جي امڪانن باوجود به اها ڳالهه طئه آهي ته هاڻي سنڌ ۾ پيپلز پارٽيءَ کي ائين اڳ جيان فري هينڊ ۽ غير مشروط حمايت حاصل نه هوندي.

سنڌ جي سياست تي پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم جي هڪ هٽي ٽٽڻ جا آثار ظاهر ٿيڻ پڻ هاڻوڪين چونڊن جو مثبت لقاءُ آهي. چونڊن جي نتيجن ۾ جيڪڏهن فرشتن پنهنجي هٿن جي غير معمولي صفائي نه ڏيکاري ته پوءِ يقيناً پ پ پ ۽ ايم ڪيو ايم نه رڳو اڳ واري اڪثريت نه ماڻي سگهنديون بلڪ سندن ڪٽيل اميدوارن جي حاصل ڪيل ووٽن جو تعداد به اڳ جي ڀيٽ ۾ گهڻو گهٽ هوندو. هن چونڊ مهم دوران پيپلز پارٽيءَ جي نه رڳو سنڌي عوام تي گرفت ڪمزور ٿيندي نظر آئي آهي بلڪ خود پنهنجي اميدوارن تي به پارٽي قيادت جي گرفت ڪمزور ٿي وئي آهي ۽ ڪيترن هنڌن تي پارٽي پنهنجن ئي اميدوارن جي هٿن ۾ ڇڙڪ يرغمال نظر آئي آهي.

لياريءَ ۾ پيپلز امن ڪميٽيءَ جي جنهن قيادت خلاف پارٽي قيادت پوليس آپريشن ڪرايو هيو اليڪشن جي موقعي تي ان ئي قيادت آڏو مرڪزي قيادت مڪمل طور هٿيار ڦٽا ڪري سندن ئي نامزد ڪيل اميدوارن کي پ پ پ ٽڪيٽون جاري ڪيون. قمبر - شهدادڪوٽ ۾ به مرڪزي قيادت مگسي ۽ائرن آڏو پاڻ کي ائين ئي بيوس محسوس ڪيو. ٺٽي جي شيرازين جي بيوفائي ته ڪيس اهڙو هيٺو ڪيو جو گهوٽڪيءَ جي مهرن آڏو مڪمل طور هٿيار ڦٽا ڪيا ويا. جنهن ڪري لنڊ ۽ پتافي ڪانئن اهڙا ڦريا جو هاڻي پتافيءَ کي مليل تير جي نشان خلاف پيپلز پارٽي پاڻ مهم هلائي رهي آهي. ساڳي صورتحال ڏوڪريءَ ۾ الطاف حسين انڙ جي ٽڪ تي پيدا ٿي وئي آهي يعني ٻن ٽڪن تي پيپلز پارٽي پنهنجي ئي چونڊ نشان تير کي نشانو بڻائي رهي آهي. انتها درجي جي موقعي پرستي، بدعنواني ۽ بي اصولي اهڙن ئي انوکن لقائن کي جنم ڏيڻ جو سبب بڻبي آهي. هي پيپلز پارٽيءَ جي زوال جا ابتدائي آثار آهن. پيپلز پارٽيءَ جي سياسي موقعي پرستيءَ جي نتيجي ۾ اڄ ڪيترن ئي ٽڪن تي پيپلز پارٽيءَ کي سڀ کان وڏو خطرو سندن ئي اميدوارن منجهان درپيش آهي. پنهنجي بداعمالين سبب پهريون ڀيرو پيپلز پارٽي لاڙڪاڻي مان سيٽون هارائڻ جي حقيقي خطري کي منهن ڏئي رهي آهي.

ايم ڪيو ايم سان اقتداري مفاهمت ۽ سنڌ جي وحدت تي وار ڪرڻ سبب پيپلز پارٽي نه رڳو سنڌ جي سمورن باشعور سنڌ دوست ڌرين کي سندس خلاف صف آرا ٿيڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو پر اين پ پ ۽ فنڪشنل ليگ کي به اهو سونهري موقعو فراهم ڪري ڇڏيو جو هو ٻٽي مڪاني نظام خلاف سرگرم ڪردار ادا ڪري پ پ پ کان سنڌ ڪارڊ کسڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. اجوڪين

چوندن ۾ ٽن قومپرست ڌرين جو سرگرميءَ سان حصو وٺڻ پڻ سنڌ جي سياست جو نئون مثبت لقاءُ آهي. ٻه ٽي قومپرست نمائندا به چونڊون کٽي جيڪڏهن پارليامينٽ جو حصو بڻجن ٿا ته اها به سنڌ جي پارليامينٽري سياست ۾ مثبت تبديلي هوندي. پيٽي پرستيءَ جي سحر ۾ ڦاٿل سنڌي ماڻهن جي اها عجيب عادت آهي ته هو پيٽي خاندان جي عشق ۾ پ پ پ جي وڏين ويساهه گهاتين ڏانهن به ڪن لاتار ڪندا آهن ۽ قومپرست ڪارڪنن ۽ اڳواڻن جي ڪوتاهين کي پهاڙ جيڏو ڪري پيش ڪندا آهن. شال هن ڀيري ڪين مت اچي! پ پ پ جي خرمستين ۽ سنڌ دشمن پاليسين کي لغام ڏيڻ خاطر ٽي ڪجهه قومپرست اميدوارن ۽ فشر فوڪ فورم جي محمد علي شاهه جهڙي اميدوار ۽ مهتاب راشديءَ جهڙي معتبر شخصيت کي پارليامينٽ ۾ موڪلي ٿورو گهڻو توازن پيدا ڪن.

هاڻوڪي چونڊ مهم دوران سڀ کان مثبت ڪردار سنڌ جي دانشورن ۽ قومي ڪارڪنن ادا ڪيو آهي جن پيپلز پارٽيءَ جي سياسي هڪ هٽي ٽوڙڻ جي جدوجهد ڪندي ڪنهن عمراني فريب جو شڪار ٿيڻ بدران بهتر متبادل جي آمد لاءِ ميدان هموار ڪرڻ شروع ڪيو آهي. هو ڄاڻن ٿا ته تڪڙي ڪتي انڌا گلر پيدا ڪندي آهي. چاليهن سالن جي سياسي سحر جو ٽٽڻ اچوڪين چونڊن جو سڀ کان مثبت سياسي لقاءُ آهي ۽ مثبت متبادل جو نه هئڻ سڀ کان وڏو منفي لقاءُ آهي پر اسين ڄاڻون ٿا ته بهتر متبادل جي تلاش، جستجو ۽ جاکوڙ اسان کي نيٺ ڪاميابيءَ سان همڪنار ڪندي ۽ سنڌ سموري سنڌو ماٿريءَ ۽ انسان ذات لاءِ هڪ حقيقي انقلابي تبديليءَ جو پيش خيمو ثابت ٿيندي. مستقبل ۾ سنڌ هڪ اهڙي انسان دوست سماج جا بنياد رکندي جنهن جي پيڙهه جو پٿر آفاقي عشق هوندو.

*(روزاني "جيجل" حيدرآباد. 11 مئي 2013ع)*

# چونڊن جا نتيجا

”ڪلهه رات آصف زرداريءَ کي خواب ۾ جنرل ضياءَالحق آيو ۽ کيس گلن جو هار پارايائين! زرداريءَ کانئس پڇيو ته مٽس اها مهرباني ڇو؟ ضياءَالحق فرمايو ته جنهن پيپلز پارٽيءَ کي مان يارهن سالن ۾ ۽ جنرل پرويز مشرف نون سالن ۾ به ختم نه ڪري سگهياسين، تو اها پيپلز پارٽي فقط پنجن سالن ۾ ختم ڪري ڇڏي!! تون اسان جو هيرو آهين.“ لوڪ ڏاهپ جي ترجماني ڪندڙ هي ايس. ايم. ايس چونڊن جي اهم ترين نتيجي جي نشاندهي ڪري رهي آهي.

مئي 2013ع جي چونڊن جا نتيجا، سمورن تجزين ۽ متوقع امڪاني نتيجن کان بنهه مختلف آيا آهن جن سيني کي ڪنهن نه ڪنهن حد تائين حيران ڪري ڇڏيو آهي سواءِ فرشتن جي. هونئن به 1970ع جي صاف ۽ شفاف چونڊن جي تجربي کان پوءِ اصل اقتدار ڌڻي ڪڏهن به چونڊ نتيجن کي مڪمل طور عوام جي رحم ڪرم تي ڇڏڻ جهڙو سيڪيورٽي رسڪ ناهن کڻندا. فوجي آمريت جي دوران ڪرايل چونڊن ۾ مڪمل طور من پسند نتيجا حاصل ڪيا ويندا آهن. جيئن 1985ع ۽ 2002ع جي چونڊن ۾ ٿيو پر جمهوريت جي بحاليءَ جو بول بالا رکڻ وارين چونڊن ۾ هوائن جو رخ ۽ عوام جو مزاج پرکيندي آخري طور اهڙا نتيجا حاصل ڪيا ويندا آهن جن ۾ جمهوريت جو ڊرامو به ڪامياب نظر ايندو آهي ۽ اصل اقتدار جي واڳ به سندن وٽ قابو رهندي آهي. 1988ع ۾ جنرل ضياءَ الحق جي موت کان پوءِ جڏهن چونڊون ڪرائڻ اٽتر ٿي ويون ته سنڌ ۽ پنجاب جي عوام کي راضي رکڻ خاطر حڪومت ته بينظير جي اڳواڻيءَ ۾ پ پ پ جي حوالي ڪئي وئي پر آءِ جي آءِ ٺهرائي سندس متوقع ڪاميابيءَ کي محدود ڪيو ويو. ائين 1990ع، 1993ع ۽ 1996ع ۾ واري واري سان چونڊن ۾ ميوزيڪل چيئر جي راند جاري رکي وئي. 2008ع ۾ بينظير جي موت کان پوءِ ٿيل چونڊن ۾ بينظير مشرف اين آر او تحت ٿي چونڊن جا نتيجا حاصل ڪيا ويا پر بينظير جي موت کان پوءِ وڏو ڦيرو اهو آيو ته زرداري صاحب، بينظير ۽ مشرف ٻنهي جا عهدا يعني پيپلز پارٽيءَ جي اڳواڻي ۽ صدارتي ڪرسي حاصل ڪري ورتي! اهو دبئي ۾ ويٺل زرداري

صاحب جنهن کي بينظير صاحبہ سياست کان پري رکي سندس ٻار پالڻ لاءِ ڇڏي ملڪ موٽي هئي تنهن جي چالاڪي ۽ حرفت جو ڪمال هيو يا فرشتن جي حڪمت جو جادو هو؟

2013ع جي چونڊن زرداري صاحب جي باڪمال قيادت جا سمورا وڪا پڌرا ڪري ڇڏيا آهن. چئني صوبن جي زنجير بينظير کي ڪاميابيءَ سان شهيدن جي مقام تي پهچائي هاڻي سندس پارٽيءَ کي بہ شهيدن جي مقام تائين محدود ڪيو ويو آهي ۽ چيو پيو وڃي تہ هي شهيدن جي قبرن ۽ سنڌن مجاورن جي عشق حقيقي جو معاملو آهي پل پيا مقامن تي سجدا ڪن. هو سنڌن عشق ۽ عبادت ۾ ڪو رخنو نٿا وجهن. ائين هنن چونڊن ۾ سنڌ پيپلز پارٽيءَ کي ٿي تحفي ۾ ملي.

بلاشڪ سنڌي عوام جي اڪثريت اڄ بہ پيپلز پارٽيءَ جي حامي آهي پر پنهنجا من پسند آخري نتيجا حاصل ڪرڻ جي ماهر اسٽيبلشمينٽ جي چاهي ها تہ سنڌ مان پ پ پ ۽ ايم ڪيو ايم جي اڪثريت گهٽائي پئي سگهي جڏهن تہ حقيقي صورتحال بہ اها آهي تہ سنڌ ۾ ٻنهي پارٽين جو ووٽ بئنڪ ۽ مقبوليت ڪافي گهٽجي وئي آهي بلڪ هاڻي تہ پ پ پ، ايم ڪيو ايم هڪ هٽي سنڌ جو ساهہ گهٽي رهي آهي تڏهن تہ سنڌ جو باشعور حلقو هنن نتيجن تي ماتم ڪري رهيو آهي. نتيجن جي رد عمل ۾ سنڌ اندر بہ رويا مدِمقابل نظر اچن ٿا. هڪڙا سنڌي ماڻهن جي پٽي پرستي ۽ مجاور پرستيءَ جي نندا ڪري رهيا آهن ۽ ٻيا سنڌي قومپرستن ۾ نااهليت جي نشاندهي ڪري رهيا آهن. ۽ انهن ٻنهي تنقيدي روين ۾ ڪافي حد تائين صداقت آهي. تاريخ گواهہ آهي تہ ڪيترن موقعن تي عوام اڪثريت راءِ سان اجتماعي خودڪشيءَ جهڙا فيصلا ڪيا آهن جنهن جو سڀ کان وڏو مثال جرمن عوام جو هٽلر کي چونڊن ۾ سوڀارو ڪرڻ جو فيصلو آهي. 1947ع ۾ پنجاب ۽ بنگال جي عوام جي مذهبي منافرت ۾ ڪيل خونريزي بہ تاريخ جو ڀيانڪ سچ آهي جنهن جا نتيجا سنڌو ماتريءَ جا سنڌو واسي ۽ گنگا جمنا, برهمپترا جا لوڪ, پاڪ ـ ڀارت, بنگلاديش ڇڪتاڻ ۽ مذهبي فسادن جي شڪل ۾ اڄ بہ ڀوڳي رهيا آهن. ساڳيءَ ريت سنڌي ماڻهن جي انڌي عقيدي پرستيءَ بہ کين هي ڏينهن ڏسڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو آهي. ان سان گڏوگڏ اهو بہ سچ آهي تہ سنڌ جون قومپرست توڙي ڪابي ڌر جون قوتون بہ پنهنجين تمام تر قربانين باوجود پيپلز پارٽيءَ جو عوامي متبادل ڏيڻ ۾ مڪمل طور ناڪام رهيون آهن ۽ هنن چونڊن ۾ حصو وٺندڙ ٿنهي قومپرست قوتن مان ٻن جا هٽ تہ آخر تائين هڪبئي جي چنڊن ۾ هئا پر تنقيد ۽ خود تنقيد جي هن مثبت تسلسل ۾ اسان کي اها اهم

حقيقت نہ وسارڻ گهرجي تہ اصل اقتدار ڌڻين سنڌ ۾ صورتحال کي جيئن جو تيئن (Status quo) برقرار رکي دنيا کي اهو پيغام ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سنڌ ۾ بلوچستان جهڙي ڪنهن بہ گڙٻڙ ۽ تحريڪ جو ڪو وجود ناهي ۽ سنڌي ماڻهو اڄ بہ اڳ جيان پٽن جا ديوانا آهن ۽ وفاق پرست پيپلز پارٽي ئي سندن واحد ترجمان پارٽي آهي ۽ جيڪڏهن ڪا مخالف ڌر بہ آهي تہ اها پاڳاري جي قيادت ۾ سندن ئي وفادار ڌر آهي.

اسان کي اها حقيقت بہ نظرانداز نہ ڪرڻ گهرجي تہ مخالف ڌر جي تيار ڪيل پِچ تي ڪاميابيءَ جا امڪان هميشہ گهٽ هوندا آهن. سنڌ جي مزاحمتي شعور ۽ سگهہ کي جمهوريت ۽ چونڊن جي گورک ڌنڌي ۾ ڦاسائي منجهن شڪست خوردگيءَ جو احساس پيدا ڪيو ويو آهي ۽ نجات جي اصل راهن تان ڌيان هٽايو ويو آهي. اسان کي هڪ پل لاءِ بہ اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ پارليامينٽ پنهنجو آواز ۽ موقف پيش ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي نہ ڪي نجات جو وسيلو.

"او ڪو پيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي."

تازين چونڊن جي نتيجن کي ملڪي تضادن ۽ بين الاقوامي ايجنڊائن جي پس منظر ۾ سمجهڻ پڻ بيحد ضروري آهي. ٻي عالمي جنگ کان پوءِ آيل سمورين جاگرافيائي تبديلين کي سوويت ڪميونزم ۽ اولهہ جي سرمائيداريءَ جي وچ ۾ جنگ جي تناظر ۾ ڏسڻ گهرجي. سرد جنگ جي دؤر ۾ ڏکڻ ايشيا اندر پاڪستان ۽ وچ اوڀر ۾ اسرائيل کي ڪميونزم خلاف آمريڪي چيڪ پوسٽن طور استعمال ڪيو ويو پر سوويت يونين جي زوال کان پوءِ سڄي دنيا جو سياسي نقشو مٽجي ويو ۽ ڪميونزم جي خطري ٽري وڃڻ کان پوءِ آمريڪي ۽ اولهہ جي ٿنڪ ٽئنڪن انهن ٻنهي چيڪ پوسٽن جي مستقبل جي باري ۾ نوان خيال ۽ رايا پيش ڪرڻ شروع ڪيا. انهن راين ۾ پاڪستان جي وجودي اهميت ۽ اسرائيل کي 1967ع جي سرحدن تائين محدود ڪرڻ جا سوال اڀاريا ويا جن پاڪستان جي سيڪيورٽي اسٽيبلشمينٽ جا ڪن ڪڙا ڪري ڇڏيا. ائين آمريڪا ۽ پاڪستان جي اصل اقتدار ڌڻين جي وچ ۾ شڪن شبهن ۽ بي اعتماديءَ جي فضا پيدا ٿيڻ شروع ٿي جڏهن تہ انهيءَ کان اڳ سندن وچ ۾ اتحاد ۽ مشترڪ مفادن جي مثالي فضا قائم ٿيل هئي. 1990ع جي ڏهاڪي ۾ جيئن تہ آمريڪا جو سڄو ڌيان ڊهي ويل سوويت بلاڪ جي اوڀر يورپ ۽ وچ ايشيا جي رياستن طرف هيو ۽ ڏکڻ ايشيا جو معاملو ٿنڪ ٽئنڪن جي حوالي ڪيل هيو تنهن ڪري ان ڏهاڪي ۾ ٿيل چونڊن دؤران اسان کي آمريڪي مداخلت جو عمل دخل تمام گهٽ نظر اچي ٿو. جڏهن تہ سياسي قوتن ۽

عسڪري قوتن جي پنهنجو پاڻ ۾ ويڙهه وڌيڪ نمايان نظر اچي ٿي. هن ئي ڏهاڪي ۾ چين ۽ هندستان نمايان اقتصادي ترقي ڪري نين عالمگير طاقتن طور ابرن ٿا ۽ آمريڪا هندستان ڏانهن دوستي ۽ مضبوط اتحاد لاءِ هٿ وڌائي ٿو. هيءَ نئين هند ـ آمريڪي دوستي پاڪستان جي سيڪيورٽي اسٽئبلشمينٽ لاءِ خطري جي گهنٽيءَ کان گهٽ نہ هئي. نائين اليون کان پوءِ دهشتگرديءَ خلاف آمريڪي جنگ ۾ يڪدم سهڪار ڪري بين مفادن ماڻڻ سان گڏوگڏ ان خطري کي گهٽائڻ جي بہ ڀرپور ڪوشش ڪئي وئي پر ان جي باوجود بہ آمريڪا ۽ اولهہ جي ٿنڪ ٽئنڪن نون راين سان گڏوگڏ جاگرافيائي تبديلين جا نوان نقشا بہ پيش ڪرڻ شروع ڪري ڏنا جنهن سڄي صورتحال کي انتهائي گنڀير ڪري ڇڏيو. هتان جي حڪمرانن کي هاڻي پنهنجو رياستي وجود حقيقي معنيٰ ۾ خطري هيٺ نظر آيو جنهن کي منهن ڏيڻ لاءِ نوي جي اندروني جهيڙن کي الوداع ڪرڻ ۽ مفاهمتي معاهدن ڏانهن پيش رفت شروع ڪئي وئي. ايڪيهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪي ۾ بہ آمريڪا جي سرگرمين جو مرڪز افغانستان ۽ عراق رهيا پر هاڻي ٻئي ڏهاڪي ۾ آمريڪي سرگرمين جي مرڪزن ڏانهن ڏيان ڇڪائيندي ايران جي احمدي نجاد ڪليل لفظن ۾ اهو اظهار ڪيو تہ "آمريڪا، ايران، شام، پاڪستان ۽ سعودي عرب کي ٽوڙڻ چاهي ٿو." پاڪ آمريڪي دوستي دشمنيءَ ۾ تبديل ٿيڻ جو بنيادي ڪارڻ اهو ئي آهي. پاڪستاني حڪمرانن جو الميو وري اهو آهي تہ هو سدائين آمريڪا جا ڳيجهو رهيا آهن ۽ هاڻي امريڪي جڏهن کين ڳڙڪائي رهيو آهي تہ هو هڪ طرف پنهنجي بچاءَ جا رستا ڳولهي رهيا آهن ۽ ٻئي طرف ماتم ٿا ڪن تہ "جنين ڪاڻ مياس، سي ڪلهي ڪانڌي نہ ٿيا." هاڻي هو آمريڪا کي ڏند بہ ڏيکارين ٿا تہ وري ڪشتو ڪٽي پنڻ بہ وٺس ئي ٿا وڃن. هنن بيوسيءَ ۾ چين ۽ روس آڏو تہ جهولي ڦهلائي پر همدرديءَ جي ٻن ٻولن وڃنن کان سواءِ کين پلئہ ڪجهہ ڪين پيو. پلا ڪنهن کي ڪٽيءَ ڪنيو آهي جو هن ناقابل اعتبار اتحاديءَ خاطر هڪ ارب کان مٿي آباديءَ واري مارڪيٽ سان ڦٽائين. سيني پاسن کان مايوس ٿيڻ باوجود هنن همت نہ هاري آهي ۽ هاڻي هو پنهنجي اندروني محاذ کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهن. هنن چونڊن جا نتيجا سندن انهن ڪوششن جي عارضي ڪاميابيءَ جا مظهر آهن. جيئن تہ خدائي خدمتگار باچا خان جي وارثن جي پارٽي اي اين پي جي پاڪستان سان وفاداري سدائين سندن نظر ۾ مشڪوڪ رهي آهي. تنهن ڪري ان جو پارليامينٽري مورچي تان مڪمل صفايو ڪيو ويو آهي ۽ پختونخواهہ جي سياسي ڪپتاني نئين پاڪستان جي نئين اياريل علمبردار پڪي پاڪستاني عمران خان جي

حوالي ڪئي وئي آهي. جڏهن تہ پنجاب جي چئن حصن يعني نواز ليگ، پيپلز پارٽي، ق ليگ ۽ عمران خان ۾ ورهايل مئنڊيٽ کي هڪ ئي ڏڪ سان نواز ليگ جي جهنڊي هيٺ يڪجا ڪري مضبوط ۽ مستحڪم حڪومت جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. نواز شريف جو نوي وارو ڀاري مينڊيٽ تہ ملڪي تضادن جي بوج هيٺ دٻجي ختم ٿي ويو هيو پر هن ڀيري ڪيس مليل مينڊيٽ ملڪي تضادن سان گڏوگڏ بين الاقوامي ايجنڊا جي بوج هيٺ پڻ دٻجڻ جا قوي امڪان آهن. افغانستان مان نيٽو فوجن جي پُرامن واپسي ۽ نئون علائقائي استحڪام اهڙا چئلينج آهن جن کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏيڻ انتهائي مشڪل آهي.

هنن چونڊن جا سڀ کان خطرناڪ نتيجا بلوچستان ۾ منظر عام تي آيا آهن. هي نتيجا ظاهر ڪن ٿا تہ اصل اقتدار ڌڻين کي هاڻي بلوچن جي ڪنهن معتدل ڌر تي بہ اعتبار نہ رهيو آهي. جڏهن تہ ان کان اڳ نواز شريف جي پيش قدمين مان ائين پئي ظاهر ٿيو تہ بلوچستان ۾ اختر مينگل جي قيادت ۾ حڪومت جوڙڻ جا سانباها ڪيا پيا وڃن. پر سنڌ ۽ بلوچستان جي چونڊ نتيجن ثابت ڪري ڇڏيو تہ اصل حڪمران اختر مينگل ۽ جلال شاهہ جهڙن اعتدال پسند قومپرستن تي بہ اعتبار ڪرڻ لاءِ تيار ناهن جنهن جو منطقي نتيجو قومي تحريڪن جي نئين فعاليت جي صورت ۾ نڪرندو. پر في الوقت بلوچستان جي صورتحال اها آهي تہ اتان جي سياسي واڳ بہ پنجابي ۽ پشتون قوتن جي هٿن ۾ ڏني وئي آهي. بلوچستان ۾ ڪٿي آيل اميدوارن جي ووٽن جو تعداد بہ انتهائي ڪل جوڳو آهي يعني هڪ هزار کان چئن هزارن اندرا ائين ٿو لڳي تہ باغي قوتن جي بائيڪاٽ جي حڪمت عملي مڪمل طور ڪامياب ٿي وئي آهي ۽ ووٽن جو 4 سيڪڙو ٽرن آئوٽ ٻڌائي ٿو تہ اتي فقط نالي ماتر جمهوري حڪومت ئي قائم ٿي سگهي ٿي. بلوچستان جا چونڊ نتيجا واشگاف اعلان ڪن ٿا تہ بلوچ قوم جو وفاق تان ۽ وفاق جو بلوچ قوم تان اعتماد مڪمل طور ختم ٿي چڪو آهي.

سنڌ ۾ پيپلز پارٽيءَ ذريعي حالتن کي جيئن جو تيئن رکڻ جا جتن ان ڪري بہ ڪيا پيا وڃن تہ ان جا نظرياتي بڻ بنياد پاڪستاني قومپرستي ۽ اسلامي جمهوريت آهن ۽ سندن جذباتي نعرو "جيئي ڀٽو" آهي، جيڪو سندن اقتدار جي استحڪام لاءِ بهتر آهي. بنسبت "جيئي سنڌ" جي نعري ۽ قومپرست متبادل جي. ان جي ابتڙ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ايم ڪيو ايم نئين ايرنڊڙ متبادل قوت تحريڪ انصاف نظرياتي طرح پڪي پاڪستاني قومپرست آهي تنهن ڪري ايم ڪيو ايم جي هڪ هٽيءَ کي ختم ڪرڻ جي

هاڻي سنجيده ڪوشش ٿي رهي آهي. ايم ڪيو ايم کي پهريون ڀيرو ڪراچيءَ جي عوام طرفان ٿيندڙ مزاحمت کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي سو به برگر ڪلاس هٿان جنهن تي سنڌن ڪڏهن اک ئي نه ٻڌندي آهي جنهن ڪري سنڌن حواس باخته ٿي ويا آهن ۽ هو اهڙي ته بدشد ٻولي ڳالهائي رهيا آهن جو ائين ٿو لڳي ته ڪين هاڻي ٻئي ڪنهن دشمن جي ضرورت ئي نه رهي هجي بس سنڌن لاءِ الطاف ڀائي ڪافي آهي!

هن ڀيري چونڊن جي ڏينهن تائين به ائين ٿي نظر آيو ته واضح اڪثريت ڪنهن کي به نه ملندي ۽ نتيجي ۾ مفلوج پارليامينٽ ۽ ڪمزور حڪومت وجود ۾ ايندي ۽ نواز شريف ۽ عمران مان جيڪو به وزيراعظم ٿيندو اهو انتهائي ڪمزور حڪمران هوندو پر نتيجا بلڪل ان جي ابتڙ آيا. آخر اهڙو ڪهڙو واءُ وريو جو سموريون پيشنگويون غلط ثابت ٿيون؟

چونڊن جي ڏينهن تائين سڀني جون نگاهون شهباز شريف جي بيان ڪيل چئن جي ٽولي تي هيون ۽ سنڌن ماضيءَ جي ڪاميابين مان سڀني ائين پئي سمجهيو ته هن ڀيري به سنڌن ئي داءُ لڳي ويندو پر راولپنڊيءَ ۾ آيل سوچ ۽ قيادت جي اندروني تبديليءَ تي ڪنهن به ڌيان نه ڏريو. بين الاقوامي ايجنڊا جي خطرناڪيءَ کي محسوس ڪندي ڪمزور حڪومت بدران مضبوط ۽ مستحڪم حڪومت کي قومي سلامتيءَ لاءِ بيحد ضروري سمجهندي چونڊ نتيجن کي به هڪ جنگي حڪمت عمليءَ تحت تشڪيل ڏنو ويو آهي ته جيئن ملڪي سلامتيءَ کي درپيش اندروني ۽ بيروني خطرن کي لٺ ۽ چٺ ٻنهي ذريعن سان اثرائتي نموني منهن ڏئي سگهجي.

ايتري چابڪدستي ۽ ثابت قدميءَ جي باوجود چونڊ نتيجن جا نتيجا اڳيان هلي ڪهڙا ٿا نڪرن. اها هڪ نئين ڪهاڻي هوندي ۽ ان نئين ڪهاڻيءَ جا تخليقڪار سنڌو ماتريءَ جا نوان تخليقي ذهن ۽ محبتي ماڻهو هوندا.

(روزاني "جيجل" حيدرآباد، 19 مئي 2013ع)

# آسرو مَ ڪر چين جو!

”علم حاصل ڪريو پوءِ پڻ چو نہ ان لاءِ چين ولايت وڃڻو پوي“ تعليمي سهولتن کان وانجهيل عرب ديس جي نوجوانن کي بانيءَ اسلام سختي سان هدايت ڪري ٿو. پر اڄ اسلام جا طالب علم، طالبان بڻجي تعليمي ادارن خاص ڪري نياڻن جي اسڪولن کي تباهہ ڪري رهيا آهن. هو ڪتابن کان ڊڄن ٿا!هو علم کان خوفزدهہ آهن !!هو بندوق جي زور تي گنڌاراءِ سنڌو ماٿريءَ جي ٻارن کي جديد تعليم کان محروم ڪرڻ چاهين ٿا!!! هو جديد تعليم کي ڪفر جي تعليم ٿا سڏين! پلا ڪانئن ڪو اهو پڇي تہ پيغمبراسلام جڏهن نوجوانن کي علم حاصل ڪرڻ لاءِ چين ولايت جا پنڌ ڏسي رهيو هو تڏهن ڇا چين ۾ اسلام جي تعليم پئي ڏني وئي؟ ڪانئن اهو وسري ويو آهي تہ ستين عيسوي صدي ۾ جڏهن اها هدايت جاري ڪئي وئي تڏهن چين تي ڪنفيوشس ۽ گوتم ٻڌ جو فڪري راڄ قائم هيو. تڏهن گوتم ٻڌ، پنهنجي جنم ڀوميءَ مان اڄان جلاوطن نہ ڪيو ويو هيو بلڪ هند سنڌ ۾ بہ سندس ئي فڪر ۽ فلسفي جو سڪو هلندو هيو. ان وقت سنڌو ماٿريءَ ۾ فقط ٻن سياسي رياستن، سنڌ ۽ ڪشمير جو وجود هيو. جتان جي تعليمي مرڪزن ۽ پاٺشالائن ۾ بہ مهاوير، گوتم ٻڌ ۽ برهما جو گيان ڏيان جاري هيو تڏهن بہ يا تڏهن ئي تہ پيغمبر اسلام چيو تہ، ”اسان کي سنڌ کان ٿڌڙي هير ٿي اچي.“ علم جي ان ٿڌڙي هير جا مخالف هي نوجوان طالبان پيغمبر اسلام جي پيغام جي نفي ڪندي روحاني ۽ جسماني خودڪشي جي راهہ تي گامزن آهن. سندن سياسي ۽ مالي سرپرست ڪين موت جي راهہ تي ڌڪي پاڻ خوب سوديبازي ڪري رهيا آهن دين تہ ڇا پر هر اصول ۽ اخلاق کان عاري سندن سرپرست اسلام ۽ اولهہ جي قدرن جا علمبردار بڻجي انسانيت جو قتل عام ڪرائي رهيا آهن. اسلام جي هي جاري جنگ دراصل مالياتي مفادن ۽ سياسي قبضہ گيري جي جنگ آهي جنهن جي لپيٽ ۾ اڄ انسانيت تاراج ٿي رهي آهي.

سوويت يونين ۽ سويت ڪميونزم جي زوال کان پوءِ آمريڪا ۽ اولهہ، اُسامہ بن لادن جي اڳواڻيءَ ۾ القاعده جي اسلام کي اُڀاري افغانستان ذريعي وچ ايشا جي تيل جي ذخيرن تي رسارئي حاصل ڪئي ۽عراقي سرزمين ۽ تيل تي

سڌي ريت قبضو ڪري ورتو. پوءِ پنهنجي روايتي پاليسي "ڪم لٽو ڪاغذ ڦاٽو" تي عمل ڪندي اُسامه بن لادن جو قصو ئي تمام ڪري ڇڏيو.

هاڻي هو ساڳيو حشر پاڪستان سان ڪري رهيا آهن، جنهن ڪري هتان جا حڪمران سخت پريشانيءَ جي عالم ۾ در در ڀٽڪي رهيا آهن. انهيءَ چڪر ۾ مملڪت خداداد جو صدر آصف زرداري گذريل پنجن سالن ۾ چين جا ڏهاڪو چڪر هڻي آيو آهي. پنهنجي وجود جي بقا خاطر هاڻي هو ان روسي صدر پيوٽن کي به ٻاڏائي رهيا آهن جنهن جي سوويت ديس کي تباهه ڪرڻ ۾ هنن ڪا ڪسر ڪونه ڇڏي هُئي. کين خوف آهي ته ڪٿي آمريڪا سان مِلي پيوٽن پاڪستان جو به سوويت يونين جهڙو حشر ڪري پنهنجو پلاند نه چُڪائي ڇڏي! سڄي دنيا ۾ هاڻي کين پنهنجو اوهي واهي چين ئي ٿو نظر اچي. پاڪ چين دوستيءَ جا اپ ڦاڙ نعرا هڻي، چيني وزيراعظم تان اور گهور وڃي هو پنهنجي وسان نٿا گهٽائين پر ڇا ڪجي، "پنهنجي وڏئي جو نڪو ويج نه طبيبا" پنهنجي دل کي آٿت ڏيڻ لاءِ هاڻ هو ڀلا ڪري به ڇا ٿا سگهن؟ پنهنجي وجود جي بقا لاءِ هٿ پير ته گگدام جانور به هڻندا آهن. هي گگدام ته ناهن، هنن وٽ ته ائٽم بم به آهن پوءِ به ويچارا چين آڏو ڪيترا نه بيوس ۽ لاچار ٿا ڏسجن!

هي به عجيب لقاءُ آهي ته اسلامي جمهوريه پاڪستان جا محافظ اعلاني طور ملحد ڪميونسٽ رياست عوامي جمهوريه چين سان سمنڊ جيڏي گهري دوستي جا دعويدار آهن! ڪالهه هو افغانستان ۾ ڪافر سوويت يونين خلاف جهاد ۾ خدا پرست آمريڪا سان گڏ هئا ۽ اڄ وري هو ان ئي آمريڪا خلاف ڪافر چين سان گڏ بيهڻ لاءِ بيچين آهن. ڇا هي کليو تضاد ناهي؟ جيڪڏهن هيءَ ڪفر خلاف ايمان جي جنگ آهي ته پوءِ کين ايمان پرست آمريڪا ۽ اولهه سان بيهي ڪفر پرست چين خلاف جهاد ڪرڻ گهرجي ڇو ته اتي اڄ به ملحد چيني ڪميونسٽ پارٽي جو ائين ئي راڄ قائم آهي جيئن سوويت يونين تي ڪميونسٽ پارٽي جي حڪمراني هُئي. هو چون ٿا ته اسان سويت يونين کي ڊاهي روس کي ڪفر جي طوق مان آزاد ڪرايو آهي ته پوءِ ڀلا اها خاص مهرباني هو چيني عوام سان ڇو نٿا ڪن؟ تڏهن هو سرباٽيون ڪن ٿا ته سنڪيانگ ۾ اسان اهو ئي نيڪ ڪم ڪري رهيا آهيون !پوءِ ڇا چيني حڪمران به هنن وانگر ئي انڌا، ٻوڙا ۽ گونگا آهن جو هنن جي نيڪ ڪارنامن جي کين سُڌ ئي نٿي پوي. جي ائين هجي ها ته چيني وزيراعظم لي ڪي ڪيانگ کي پاڪستان جا حڪمران اها پڪ نه ڏين ها ته "ايسٽ ترڪستان اسلامڪ مومينٽ سميت سمورن دهشتگرد قوتن خلاف ويڙهه ۾ چين سان ڀرپور سهڪار ڪيو ويندو." هو ڀهرين روس ۽ چين سميت سڄي دنيا ۾ اسلامي

مجاهدن کي قبائلي علائقن ۾ تيار ڪري جهاد لاءِ موڪلين ٿا ۽ پوءِ کين مارڻ جا معاهدا ڪن ٿا! جنهن ڪري هاڻي مٿن ڪنهن کي بہ اعتماد نہ رهيو آهي ۽ هر ڪوئي موقعي مهل جي مناسبت سان مٿن وار ڪري رهيو آهي.

مارچ ۾ نئين چونڊجي آيل چين جي نئين قيادت انتهائي سرگرم پرڏيهي پاليسيءَ سان ميدانِ عمل تي لهي آئي آهي. چين ۾ هر ڏهين سال نئين قيادت آڏو ايندي آهي. هن سال مارچ ۾ چين جي ڪميونسٽ پارٽيءَ زي جن پنگ کي صدر ۽ لي ڪي ڪيانگ کي وزير اعظم بڻايو. نئين چيني صدر زي جن پنگ مارچ ۾ ئي پنهنجي نئين پرڏيهي پاليسيءَ جو اعلان روس جي دوري سان ڪيو روس بہ سندس ايڏو تہ شاندار استقبال ڪيو جو پراڻيون روس چين دوستيءَ جون يادون تازيون ٿي ويون. ڪريملن جي شاهي محل آڏو کيس ڪلاسڪ گهوڙيسوار جتن سلامي ڏني جيڪا ڪنهن پرڏيهي اڳواڻ کي ڏنل پهريون اعزاز هيو. پيوٽن اعلان ڪيو تہ "هاڻي اسان گڏجي ڪم ڪري رهيا آهيون تہ جيئن نئون عالمي منصفاڻو نظام قائم ڪري سگهجي." اهو دراصل آمريڪي هڪ هٽيءَ واري نظام (Mono Polar World Order) کي ختم ڪري گهڻ ٽنياٽتي دنيا (Multi Polar World Order) اڏڻ جو ڪم آهي.

واشگاف اعلان هيو. چين ۽ روس چاهن ٿا تہ نئون عالمي نظام هندستان جو سهڪار کان سواءِ اڏڻ ممڪن ڪونهي ۽ آمريڪا جي اجاريداري کان اڄ هندستان تہ ڇا يورپ بہ بيزار آهي تنهن ڪري چيني وزيراعظم بہ پنهنجي پهرين پرڏيهي دوري لاءِ هندستان ۽ يورپ جي چونڊ ڪئي آهي پاڪستان جو دورو سندس رسمي دورو آهي جنهن جو بہ بنيادي مقصد پاڪستان کان اها ضمانت حاصل ڪرڻ آهي تہ هو آئينده نہ رڳو چين جي مسلم آباديءَ وارن علائقن ۾ ڪا گڙٻڙ نہ ڪندا بلڪ گڙٻڙ ڪندڙن کي پڪڙڻ ۽ مارڻ ۾ بہ ساڻن سهڪار ڪندا. چيني پاليسيءَ جي ان اهم ترين نقطي کي اسان جي نام نهاد قومي ميڊيا، پاڪ چين دوستي جي گمراهہ ڪندڙ پروپينگنڊا جي طوفان ۾ گم ڪري ڇڏيو آهي.

چيني وزيراعظم هندستان جي دوري دوران سڀ کان پهريا ن چين هند سلامتي جي معاهدي جي ضمانت ڏني ۽ ورتي. چين هند معاهدي جي گڏيل بيان تي نظر وجهو تہ توهان کي سمجهہ ۾ اچي ويندو تہ اهو ٻن برابر قوتن جي وچ ۾ معاهدو آهي جڏهن تہ پاڪ چين گڏيل بيان بہ ان حقيقت جي عڪاسي ڪري ٿو تہ چين مهربان ۽ پاڪستان مجبور ملڪ آهي جيڪو وري مهربان ملڪ سان ڪونس بہ ڪندو ٿو رهي. نواز شريف چيني وزير اعظم کي بجلي بحران جي حل ۾ مدد لاءِ آزي نيزاري ڪري ٿو ۽ عسڪري قيادت کيس

آمريڪي اجگر ڪان بچائڻ لاءِ منٿ ميڙ ڪري ٿي. باقي آصف زرداريءَ خبر ناهي ڪانئس پنهنجي سِر جي سلامتيءَ لاءِ صلاح ورتي يا ڪوئي ٻيو ڪارِ خير سرانجام ڏنو.

پاڪ چين بيان ۾ چيو ويو آهي تہ ٻنهي ملڪن جي باهمي واپار کي چند سالن اندر 15 ارب ڊالرن جي حدتائين پهچايو ويندو جيڪو هينئر 12 ارب 14 ڪروڙ ڊالر آهي يعني ايندڙسالن جي انهي اڻ ڄاتل مدي ۾ بہ رڳو ٻہ ارب 96 ڪروڙ ڊالرن جي اضافي واپار جي توقع واري حد رکي وئي آهي جڏهن تہ ان جي اُبتڙ هند چين معاهدي ۾ 2015ع تائين واپار کي 100 ارب ڊالرن تائين پهچائڻ جو عهد ڪيو ويو آهي جيڪو هينئر 2012ع ۾ساڍا ڇاهٺ ارب ڊالر هيو يعني ٽن سالن جي مقرر مدت اندر ساڍا 33 ارب ڊالرن جي اضافي واپار جي حد مقرر ڪئي وئي آهي. هاڻ اوهين پاڻ اندزو ڪريو تہ پاڪ چين دوستي جا بُنياد مضبوط آهن يا هند چيني دوستي جا؟

35 پيرائن تي مشتمل هند چيني گڏيل بيان جو جائزو وٺوتہ اوهان کي سڀ خبر پئجي ويندي تہ چيني وزيراعظم لي ڪي ڪيانگ هندستان سان اهو معاهدو ڪرڻ ۾ بہ ڪامياب ٿي ويو آهي تہ هندستان چين جو گهيراءُ ڪرڻ واري آمريڪي حڪمت عمليءَ جو حصو نہ بڻجندو ۽ نہ ئي پنهنجي سرزمين چين جي خلاف ڪنهن بہ قسم جي سرگرمي لاءِ استعمال ٿيڻ ڏيندو ۽ بدلي ۾ چين بہ هندستان جي سلامتي خلاف ڪنهن بہ سرگرمي ۾ ڪنهن جي بہ مدد نہ ڪندو. گڏوگڏ چين باهمي واپار ۾ هندستان جي نقصان کي گهٽائڻ خاطر چين جي منڊيءَ اندر هندستاني مال لاءِ وڏيڪ فراخدليءَ سان دروازا کوليندو. گڏيل بيان ۾ واضح طور چيو ويو آهي تہ. "ٻئي مُلڪ پنهنجي باهمي مفاد خاطر هڪٻئي جا پارٽنر آهن نہ ڪي مخالف." هند چين بيان ۾ واضح ڪيو ويو آهي تہ "21 صديءَ ۾ هند چين تعلقاتن جا مضبوط بنياد وڌا ويا آهن ۽ ان سلسلي ۾ ڪنيل قدمن تي ٻنهي ملڪن اطمينان جو اظهار ڪيو آهي." ان کان بہ اڳيان وڌي هو دعوي ڪن ٿا تہ "اسان ڪيترن ئي سالن جي محنت سان دوستاڻي پرامن بقاءِ باهميءَ واري واٽ جو مثال قائم ڪيو آهي جيڪو ٻين وڏن پاڙيسري ملڪن لاءِ مشعل راھ ثابت ٿي سگهي ٿو."

چيني وزيراعظم جي هن انتهائي اهم دوري جي موقعي تي افغانستان متعلق بہ هند چين معاهدي جون جهلڪيون ملن ٿيون جنهن منجهان ظاهر ٿئي ٿو تہ افغانستان مان نيٽو فوجن جي واپسيءَ کان پوءِ افغانستان کي طالبان جي ۽ پاڪستان جي اثر کان پري رکڻ لاءِ بہ گڏيل حڪومت عملي جوڙي وئي آهي جنهن جو اظهار هنن لفظن ۾ ڪيو آهي تہ. "افغانستان ۾ هڪ اهڙي مفاهمتي

عمل جي حمايت ڪئي ويندي جيڪو مڪمل طور افغان اڳواڻي ۾ افغان مالڪي جي ضمانت فراهم ڪندو. ان سلسلي ۾ علائقائي قوتن ۾ بين الاقوامي برادريءَ سان سهڪار ڪبو ته جيئن افغانستان جلد کان جلد آزاد، مستحڪم، پرامن ۽ خوشحال رياست ٿي سگهي.“ ٻنهي ملڪن نه رڳو اقتصادي سهڪار جا معاهدا ڪيا آهن پر گڏوگڏ آرمي، نيوي ۽ ايئر فورسز جي گڏيل سهڪار جا وسيع البنياد معاهدا پڻ ڪيا آهن.

چيني صدر جي روسي دوري ۽ چيني وزيراعظم جي هند پاڪ ۽ يورپي دوري واضح ڪري ڇڏيو آهي ته چين جي اولين ايجنڊا روس، هند، يورپي تعاون سان گهڻ ٿنياتو نئون عالمي نظام قائم ڪرڻ آهي جنهن ۾ ڪنهن جي به هڪ هٽي قائم نه هجي ۽ نه ئي دنيا تي دهشتگرديءَ جو راڄ هجي.

تمام تر اندروني ٽڪرائن ۽ تضادن جي باوجود هاڻي آمريڪا، روس، چين، هندستان ۽ يورپ يعني بين الاقوامي طاقت جا پنج ئي محور ان نقطي تي متفق ٿي رهيا آهن ته آمريڪا جو اُياريل القاعده جو جن هاڻي سيني جي سلامتي لاءِ خطرو بڻجي چڪو آهي جنهن ڪري ان کي بوتل ۾ بند ڪرڻ جا سانباها ڪيا پيا وڃن پر اهو جنُ بوتل ۾ بند ٿيڻ کان اڳ ڪيئن، ڪٿي ۽ ڪيترين تباهيون ڪندو، اهو ايندڙ وقت ئي ٻڌائيندو.

پر اقتصادي سياست جي ان ويڙهه ۾ جتي ڪتي مظلوم ۽ بي گُناهه انسان ئي ماريا پيا وڃن جن جو ڪو داد فرياد به ٻڌڻ وارو ڪونهي. هن خوني جنگاڻ ۾ گوتم ٻڌ جيان امن ۽ سلامتي جو پيغام ڏيندڙ سمورا پاڪ پيغمبر به ڌرتيءَ تان جلاوطن ٿي ويا آهن پر پوءِ به هو ظلم جي هن ڪاري رات ۾ آسمان جا تارا بڻجي اسان کي روشني ڏيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا پر اسان ان هلڪي روشنيءَ کان به اکيوٽ ڪري سندن ئي نالن جي آڙ ۾ رت جي راند جاري رکيو ويٺا آهيون. جنهن جو بظاهر ڪو انت نظر نٿو اچي پر اها حقيقت به پنهنجي جاءِ تي اٽل آهي ته ڪاري رات ڪانپوءِ صبح صادق جو سج ضرور اُڀرڻو آهي.

*(روزاني ”جيجل“ حيدرآباد، 27 مئي 2013ع)*

# انڌير نگري چرپٽ راجا

”خدا جو شڪر آ، تحريڪ تباهيءَ کان بچي وئي.“ قائد تحريڪ حضرت پير الطاف حسين ايم ڪيو ايم جي نئين تنظيم سازي ڪندي جڏهن اها دعويٰ ڪئي ته قائدِ عوام ذوالفقار علي ڀٽي جي ان دعويٰ جي ياد تازي ٿي وئي، جيڪا هن پاڪستان جي نئين ملڪ سازي ڪندي ڍاڪا آپريشن جي آغاز تي ڪئي هئي ته ”خدا جو شڪر آ، پاڪستان بچي ويو!“ قائد عوام جي ان دعويٰ جي 9 مهينن اندر قائداعظم جو پاڪستان ٽٽي ويو. مارچ 1971ع ۾ شروع ڪيل ڍاڪا آپريشن جو انجام ڊسمبر ۾ انڊيا آڏو هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي روپ ۾ دنيا آڏو آيو هاڻي ڏسجي ته مئي ۾ شروع ڪيل لنڊن آپريشن جو انجام ڪڏهن ٿو منظر عام تي اچي، اميد ٿي ڪجي ته ڊسمبر 2013ع تائين سڀ اچا ڪارا پڌرا ٿي ويندا.

تاريخ جي اهڙي سنگين موڙ تي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سنڌ جي عوام سان انتهائي سنگين مذاق ڪندي پنهنجي آخري عهد اقتدار جو پهريون تحفو سنڌ جي انڌير نگريءَ تي خيرپور جي چرپٽ راجا کي ٽيون ڀيرو تخت ڪراچي تي براجمان ڪرائي ڏنو آهي. ڀلا هو ائين ڇو نه ڪن؟ قائم علي شاهه بادشاهه کي سنڌي ماڻهن ئي سندس بهترين ڪارڪردگي تي اعتماد جو ووٽ ڏنو آهي. سنڌو ماتري جي ٻنهي مک رياستن سنڌ ۽ پنجاب کي پراڻا پاپي حڪمران مبارڪ هجن! سنڌ جي لوڪ ڏاهپ ته هونئن به اسان کي ڏسيندي رهي آهي ته ”جهڙو راجا، تهڙي پرجا!“

پر اسان کي اها به خبر آهي ته چورن مٿان مور به وينا هوندا آهن. سنڌو ماتريءَ جي نئين شناخت ماٺيل رياست خيبر پختونخواهه ۾ پختون عوام وري پنهنجي اعليٰ ترين سياسي شعور جو شاندار مظاهرو ڪندي سندن وطن کي شناخت ڏيڻ جو تاريخي ڏوهه سرانجام ڏيندڙ عوامي نيشنل پارٽي کي تاريخي سزا ڏئي عمران خان کي پختونخواهه جي خدمت چاڪري ڪرڻ جو موقعو عطا فرمايو آهي. آمريڪي سرڪار به وري پنهنجي عمل سان عمران خان کي فوراً موقعو فراهم ڪيو آهي ته هو گهٽ ۾ گهٽ ڊرون حملن بابت جلد کان جلد پختون عوام سان ڪيل پنهنجا واعدا پاڙي. پختونخواهه ۾ تحريڪ انصاف

جي پهرين وزيراعليٰ، اسپيڪر ۽ ڊپٽي اسپيڪر جي چونڊ وقت نئون ڊرون حملو ڪري اوباما پاڪستان جي عوام کي اشارو ڏنو آهي تہ ”چورن مٿان مور ويٺا آهن.“

نئين وزيراعظم نواز شريف کي اوباما سرڪار ۽ عمران خان قسم کڻڻ کان اڳ ئي آزمائش ۾ وجهي ڇڏيو آهي. هو ويچارو نہ ڊرون حملا روڪرائي سگهي ٿو نہ ڊرون جهاز ڪيرائي سگهي ٿو. ڪري تہ ڪري ڇا اسان جي مضبوط ايٽمي پاڪستان جو مضبوط جمهوري وزيراعظم! هن اڄان پاڪ ـ طالبان امن معاهدي لاءِ پهرين وک مس کنئين تہ اوباما سرڪار سندس آجيان ڊرون حملي سان ڪئي ۽ کيس اعليٰ ترين طالبان ڪمانڊر ولي الرحمان جي سِرَ جو تحفو تخت لاهور پنڊيءَ آڏو پيش ڪيو. اهڙي ابتدا ڏسي في الحال تہ تحريڪ طالبان ماڳهين ڳالهين تان ئي هٿ کڻي وئي آهي ۽ نئين امڪاني طالبان ڪمانڊر خان سعيد عرف سجنا جي تاجپوشيءَ جون تياريون ڪري رهي آهي. ڏکڻ وزيرستان جي ڇهن طالبان ڪمانڊرن ميران شاهہ ۾ گڏجاڻي ڪري سجنا کي پنهنجو سربراهہ نامزد ڪري ڇڏيو آهي، جيڪو اربع 29 مئي تي ولي الرحمان جي موت وقت افغانستان ۾ هيو. سجنا جو ماضيءَ ۾ مولانا فضل الرحمان جي جميعت سان تعلق رهي چڪو آهي، سندس سرگرمين جو مرڪز بہ ڪمانڊر ولي الرحمان جيان افغانستان رهيو آهي. يعني نئون سربراهہ بہ آمريڪا جي نظر ۾ خراب سپاهي ۽ پاڪستان جي نظر ۾ سٺو سپاهي آهي. نئين طالبان ڪمانڊر سجنا جي ٻي خوبي اها بہ آهي تہ هن نہ جديد تعليم حاصل ڪئي آهي ۽ نہ ئي ڪنهن مدرسي جو طالب رهيو هي پر چون ٿا تہ آهي وڏو ويڙهاڪ! افغانستان ۾ نيٽو جي ننڊ ئي حرام ڪري ڇڏي اٿس، سو جيئن تہ ولي الرحمان ۽ سجنا جهڙن ڪمانڊرن جي موجودگي ۾ نيٽو فوجن جي پرامن واپسي ممڪن نہ هئي، تنهن ڪري اولهہ جي فوجين ۽ شهرين جي سلامتي خاطر ڊرون حملو اٽتر تي ويو ۽ اهو اٽتر سلسلو اوباما چواڻي نيٽو فوجين جي افغانستان مان پرامن واپسي تائين جاري رهندو. تيستائين نواز شريف ۽ عمران خان کي فقط ايتري آزادي بخشي وئي آهي تہ هي ڊرون حملن خلاف پل پيا پولڙي وارو ناچ نچن.

ڪوئي ۽ ٻليءَ جي هن راند ۾ عوام ڪٿي آهي؟ عوام پليگ ۾ مري رهيو آهي! اهو وري ڪيئن؟ ڪٿي آهي پليگ؟ ڪنهن اخبار ۾ پليگ جي سرخي ناهي لڳي نہ ئي ڪنهن تيز ترين ٽي وي چئنل اهڙي ڪا بريڪنگ نيوز هلائي آهي، پليگ جي بمباري هر روز معصوم زندگيون ڳڙڪائي رهي آهي پر پليگ جي خبر ڪٿي بہ نہ ٿي لڳي! گندارا ۽ سنڌو ماتريءَ کي هڪ عجيب پليگ

جي بيماري وڪوڙي وئي آهي، جيڪا ساڻدي وانگر پنهنجا رنگ مٽائي نمودار ٿيندي ٿي رهي. گنڌارا ۾ اها جهادي روپ ۾ موت جو راڪاس بڻجي گشت ڪري رهي آهي، گجرات ۾ گئس جو گولو باهه جو شعلو بڻجي اسڪولي ٻارن کي ساڙي ڀسم ڪري رهي آهي، پنجاب ۾ گيسٽرو سنڌ ۾ ارڙي بڻجي ابهم ٻارن جو ٻليدان گهري رهي آهي، بلوچستان ۾ قومي سلامتي جي بڙڇي بڻجي ڳيروئن کي ڳيا ڳيا ڪري رهي آهي. سنڌ جي نياڻين کي ڪاري ڪري ماري رهي آهي، ڪراچيءَ کي ٽارگيٽ ڪلنگ جي مشين بڻجي ڀيجي رهي آهي. سنڌي قوم کي قبائلي خانن ۾ ورهائي رت سان وهنجاري رهي آهي. سنڌو ماتري سڙي رهي آهي ۽ زرداري جمهوريت جي بانسري سان پاڪستان ڪپي جا سر وکيري رهيو آهي، سنڌ سڙي رهي آهي ۽ سنڌ اسيمبلي جيئي ڀٽو ۽ جيئي الطاف جي نعرن سان گونجي رهي آهي. لوڪ لڏڻ تي چري اڏڻ تي، پٽيو پنهنجي مقدر کي، پنهنجي مقدر جي چونڊ بہ تہ اسان پاڻ ئي ڪئي آهي. قدرت بہ ڪنهن جي تقدير تيستائين نٿي بدلائي جيستائين پاڻ پنهنجي تقدير بدلائڻ جي نيت ۽ همت نٿي ڪجي، "ساڳيا لاٽون ساڳيا چڳهہ" وارو پهاڪو اڄڪلهہ سنڌي اخبارن جي زينت بڻيل آهي، اسان پنهنجي مقدر جي صاحبي بخشي بہ تہ ساڳين ئي لاٽوڻن ۽ لانڙين کي آهي. چورن کي چوڪيدار بڻائبو تہ ائين نہ ٿيندو تہ ڪيئن ٿيندو. اڄ حليم بروهي ۽ ماٽڪ منير ڏاڍو ياد ٿا اچن، حليم بروهيءَ جون سنڌي سماج تي ڪيل تلخ طنزون ۽ ماٽڪ جو ناول "ساهہ مٺ ۾" پڙهي ڏسو تہ توهان کي ڪوئن ۽ پليگ جو قصو آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچي ويندو باقي رهيو بڌ يڪشو امر جليل تہ توهان ٽپي جهپيءَ کي اجايو ميار ٿا ڏيو. ڪيس ڪهڙي خبر تہ گوتم جو گيان ڇا آهي، سنڌ جو ايمان ڇا آهي؟ گوتم جي گيان کي هند واسين ۽ سنڌ جي ايمان کي سنڌ واسين ئي جلاوطن ڪري ڇڏيو آهي، تہ باقي ٻين تي ڪهڙي ميار آهي!؟ جيڪي پاڻ ٻين جا گولا غلام آهن. تن تي ڪهڙيون ميارون. زرداري صاحب بہ سنڌ جيان سدائين احساس محروميءَ جو شڪار رهيو آهي، 1988ع ۾ ڏنائين تہ شريفن وٽ مال جام آهي پر پاڻ وٽ ايڏو پئسو ڪونهي تہ لڳو مال ميڙڻ. وري جو شريفن تي نظر وڌائين تہ ڏٺائين مٿن عرب سڳورن جي رحمتا سو پاڻ بہ وڃي دبئي جا وڻ وسائي عرب سڳورن جو آشيرواد ماٺي خيرن سان ارب پٽي ٿيو گڏريل پنجن سالن جي راج ڀاڳ دوران ڏٺائين تہ نواز شريف کي هڪ عدد سگهارو پاءُ بہ آهي تہ وري احساس محروميءَ جو شڪار ٿي ويو ۽ پوءِ ڪيس ياد آيو تہ وٽس بہ هڪ عدد سڳو نہ سهي، ويڳو ئي سهي پاءُ آهي، بس پوءِ تہ پاءُ جا ڀاڳ ئي کلي ويا. سينو تاڻي نواز شريف کي نئين ملاقات ۾ ٻڌايائين تہ تو وانگر مون وٽ بہ هڪ

عدد ڀاڱي آهي، جي توکي منهنجي جهڙپ قبول ناهي تہ پوءِ ٽپي حاضر آهي، في الحال تہ نواز شريف جي دل تي لڳل آهي ٽپي جي ٽپي ۾ زرداري برادران کي سمجهي ٿو پل پر جي مستي، سو ڪين آئت ڏئي مهل ٽاري ٿو پر هو ڄاڻي ٿو تہ هيءَ ٿوري مهل بہ آهي ڏاڍي ڀاري مهل.

سڀ کان ڀاري مهل تہ هيءَ الطاف ڀائيءَ لاءِ بہ آهي، ويچارو جنڊ جي ٻن پڙن وچ ۾ ڦاسي پيو آهي. هڪ طرف آهي سنڌس ازلي آقا برطانوي سرڪار ۽ ٻئي طرف آهي پنجاب سرڪار، مٿان وري سنڌس پرجهلو زرداري صاحب بہ ٿي ويو آهي بي يارو مددگار اهڙي ڏکي مهل تي وري ڪيس لڳو تہ پنهنجا بہ دغا ڪري رهيا آهن سو بدحواسيءَ ۾ لڳو آهي سڄو جهڳو جهڻ ڪرڻ. ڪراچيءَ جي صاحب لوڪن جي ٻارن سان اُچايائين تہ ويتر ٿي سِرَ ويس، پر ڪيس سڀ کان وڏو ڏک آهي لالو کيتي عوام جوا جنهن بہ ڪيس پٺ ۾ ڇرو هڻي لکن جي تعداد ۾ پاڪستان تحريڪ انصاف کي ووٽ ڏنا. جن وٽ عمران خان هڪ پيرو بہ نہ پڳو پر پوءِ بہ عزيز آباد، لياقت آباد، ناظم آباد جي عوام عمران خان مٿان مهربانين جا مينهن وسائي ڇڏيا. تڏهن تہ عمران خان بہ حيرت ڀرئي خوشيءَ سان اعلان ڪيو آهي تہ ”ڪراچيءَ جي عوام مون کي اميد کان وڌيڪ محبت ڏني آهي. هاڻي مان صحتياب ٿي سڀ کان پهرين ڪراچيءَ جو دورو ڪندس.“ هاڻي ايم ڪيو ايم ڀلا ڇا ڪري؟ زرداريءَ جي فرمائش تي سنڌ حڪومت ۾ شامل ٿي عمران جي دوري جا سرڪاري حفاظتي انتظام سنڀالي!؟ هيڏانهن باهہ هوڏانهن پاڻي ۾ پيرن هيٺان وڃي ٿي زمين کسڪندي، الطاف ڀائيءَ شايد اهو ڀاڪو نہ ٻڌو آهي تہ ”ميرن کي گهران لڳي!“ الطاف ڀائي جي ڪڙم سنڌ سان ڪو جذباتي لاڳاپو تہ ڪڏهن رکيو ئي ڪونهي جو هو سنڌ جي لوڪ ڏاهپ کان ڪا آگاهي حاصل ڪري سگهن. ڪين وڏيرن، جاگيردارن کانسواءِ سنڌ ۾ ڪجهہ نظر نٿو اچي ۽ سنڌ جي سگهڙن سان بہ سندن ڪڏهن بہ ڏيٺ ويٺ نٿي آهي تہ هو سڃاڻن رڳو سنڌ جي سائين لوڪن کي ٿا جن جي خلاف هو ڏينهن رات زهر بہ اوڳاڇين ٿا ۽ ساڻن اقتدار جون رنگين رانديون بہ کيڏن ٿا. هاڻي بہ هو پيپلز پارٽي جي وڏيرن، جاگيردارن جي فرينڊلي اپوزيشن يعني دوستاڻي مخالف ڌر جو ئي ڪردار ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا تہ جيئن در پرده ڪين حصو پتي ملندو رهي. ڀلا جي ڀتا خوري بہ بند ٿي وڃي، دهشتگرديءَ تان هڪ هٽي بہ نٽي وڃي ۽ مٿان حڪومت بہ کسجي وڃي تہ پوءِ گاڏي ڪيئن هلندي، ايئن تہ ايم ڪيو ايم جي گاڏيءَ جو حشر بہ پاڪستان جي ريل گاڏيءَ جهڙو ٿي ويندو، اهڙي حشر کان بچڻ لاءِ ۽ پنهنجي وجايل ساک پٽ بحال ڪرڻ لاءِ هاڻي ايم ڪيو ايم وٽ فقط هڪڙوئي ڪارڊ بچيو آهي،

يعني مهاجر ڪارڊ، تنهن ڪري ئي هنن هڪ پيرو وري اردو آباديءَ جي مظلوميت جو راڳ زور شور سان ڳائڻ شروع ڪيو آهي پر ايم ڪيو ايم ۽ پيپلز پارٽيءَ جي لڳاتار بدڪارين سبب مهاجر ڪارڊ، سنڌ ڪارڊ ۽ مظلوميت جو ڪارڊ به سنڌن هٿن مان کسڪي رهيو آهي. هاڻي هنن وٽ وڃائڻ لاءِ گهڻو ڪجهه آهي ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ فقط نالي ماتر اقتدار جي انڌي لٽ، پر اسان ڪي اهو به نه وسارڻ گهرجي ته انڌي جي لٽ ڪي به مٿا هوندا آهن ۽ هو پنهنجن ۽ پراون پنهي جا مٿا ڦاڙي سگهن ٿا. پنهنجن جا مٿا ڦاڙڻ جو مظاهرو ته الطاف پاڻ ٽي نائين زيرو تي خوب ڏيکاريو ۽ گڏوگڏ پنهنجن هڏ ڏوکي صحافي پاڻرن کي به خوب ست سريون پڌايون، جيڪي هر وقت سندس لائيو نشريات ڏيکارڻ لاءِ آتا هوندا آهن. تين تلوار جي دادلن ٻارن کي به هن زهرا شاهد جي قتل سان خوب دهشت زده ڪيو وري به ڪين شاباس هجي جو هڪ قومي ۽ به صوبائي سيٽون ڪائنس کسي ۽ لنڊن ميٽرو پوليٽن پوليس کي جاڳائي ڪيس ڏينهن جا تارا ڏيکاري ڇڏيا. ايم ڪيو ايم جي رنڊڪي ۾ پيل رولي ۽ عوام جي بغاوت بهرحال اها ڳالهه ثابت ڪري ڇڏي آهي ته هاڻي ايم ڪيو ايم ڪراچيءَ تي اڳ جيان پنهنجي ڏاڍ جو راڄ برقرار رکي نٿي سگهي، جيڪو سنڌ لاءِ نيڪ شگون آهي.

ساڳيءَ ريت سنڌي ماڻهن تان به نينهن جو نشو ڪافي لهي چڪو آهي ۽ هو به شهيدن جو قرض لاهي اڃي آجا ٿيا آهن، هاڻي حسابي حساب آهي. به پاڻ ٿيون ليکو هنن ٻن ويائن مان جان ڇٽندي ته ڪوئا به وڃي ٻرن ۾ لڪندا ۽ پليگ به پويان پير ڪندي. اسين جيڪڏهن پاڻ پنهنجي گهر جي صفائي نه ڪنداسين ته پيا ٻهاري ڏيڻ سان گڏوگڏ سڄو گهر به ٻهاري سگهن ٿا، تنهن ڪري پلائي ان ۾ آهي ته "اپڻي گهوٽ ته نشا ٿيوي" پنهنجا فرض نڀائبا ته حق به پلئه پوندا. پنهنجي اصطلاح جو عمل شروع ڪبو ته سماجي اصلاح جو آغاز به ٿي ويندو. پاڻ بدلائبو ته دنيا به بدلجي ويندي. خوف ۽ لالچ کان مٿانهون ٿي سوچبو لکبو ڳالهائبو ۽ عمل ڪبو ته آزاد فضائن ۾ ساهه کڻي سگهبو. آزادي ڪو ٻن جو مال ته ناهي جو پينو فقير جي ڪشتي ۾ اچي پاڻهي پوي. آزادي عظيم انساني وٿ آهي جيڪا سخت رياضت، محنت ۽ پاڻ ارپڻ سان ئي ماڻي سگهجي ٿي.

# پنجاب نوٽس

ماڻهو سپ نہ سهڻا، پکي سپ نہ هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ اچي بوءِ بهار جي.

پنجاب دوست دانشور مشتاق صوفي پنهنجي انگريزي ڪالم ”پنجاب نوٽس“ ۾ پنجاب جي اڳوڻي نگران وڏي وزير نجم سيٺي کي خراج تحسين پيش ڪندي لکي ٿو تہ هن مختصر عرصي دوران پنجابي ٻوليءَ جي ترقي لاءِ جيڪي قدم کنيا آهن تنهن کي نظر ۾ رکندي هن سنڌ جي عظيم شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جون اهي سٽون ڪيس ڀيٽا طور پيش ڪيون آهن.

پنجاب جا ماڻهو ان لحاظ کان گهڻ ۾ گهڻ خوش قسمت آهن جو کين مختصر عرصي لاءِ بہ اهڙو وڏو وزير مليو جنهن کي پنجاب جو دانشور اهڙي طرح ساراهي ٿو. جڏهن تہ سنڌ جي نگران توڙي مستقل وڏي وزير تي سنڌ جو دانشور منهن مٿو پٽڻ کان سواءِ رهي تہ ٿو سگهي. بس اها بہ پنهنجن جي ئي مهرباني آهي.

قومي شعور جي جنهن ڏارا ۾ اسان جو فڪري جنم ٿيو آهي، ان شعوري ڏارا ۾ مظلوم سنڌ جي آڏو ظالم پنجاب ۽ بالادست پنجاب جو تصور ڦرندو رهيو آهي پر پنجاب ۽ پنجابي ٻوليءَ جو ترقي پسند دانشور ڇا ٿو سوچي، سا تصوير سمجهڻ لاءِ مشتاق صوفي جا خيال اهميت جوڳا آهن. مشتاق صوفي لکي ٿو تہ ”پنجاب جيتوڻيڪ پنج هزار سالن کان خطي ۾ پراڻي شاندار تاريخ جو مالڪ آهي، پر اڄ ائين ٿو لڳي تہ ثقافتي لحاظ کان پنجاب ڇڻ تہ ويران سرزمين هجي. اسان جي دانشوراڻي جمود مان قطعاً اهو نٿو لڳي تہ هي اهو پنجاب آهي، جنهن نديءَ ڪنڌ جي تهذيب کي جنم ڏنو هيو. جنهن آرين ۽ دراوڙن جي محاذ آرائي ۾ لڳ لاڳاپي جي نتيجي ۾ وجود ورتو هو اهو پنجاب ئي هيو جتي رگ ويد مرتب ٿيو هيو يا رشين ۽ سامين تي ان جو نزول ٿيو هيو اها پنجاب جي عالم آشڪار ٽيڪسيلا يونيورسٽي ئي هئي جتي گرامر جي عظيم ليکڪ پاڻني پنهنجو ڪتاب اشتا اڌيائي (اٺ باب) لکيو جيڪو لسانيات جو پهريون ڪتاب هيو جتي چاڻڪيا ڪاٽيليا مشهور ڪتاب ارٿ شاستر لکيو جنهن ۾ هن رياستي ڪاروهنوار جي بدنام پر حقيقي هنر جي

رازن تان پردو کنيو رڪارڊ تي آيل انساني تاريخ جو ان موضوع تي اهو پهريون ڪتاب هيو. پنجاب ۾ ٿي گنڌارا مجسمي سازيءَ جا چند شاهڪار نمونا تخليق ڪيا ويا. ۽ اهو به وري پنجاب ۾ ئي ٿيو ته ڏکڻ کان عربن ۽ اتر کان ترڪن جي آمد کان پوءِ هتي هندو مسلم ثقافت جو سنگم ٿيو جنهن اسان جي اجتماعي زندگيءَ تي اڻمٽ اثر ڇڏيا آهن."

مشتاق صوفي سنڌ جيان پنجاب جي عظمت بيان ڪندي پنجاب جي حال تي به سنڌ جيان ماتم ڪندي لکي ٿو ته "اسان جي ثقافتي تباهي ۽ زوال جي سڀ کان چٽي نشاني اسان جي اشرافيه طرفان پنهنجي ٻوليءَ کي تسليم نه ڪرڻ پر ماڳهين رد ڪرڻ آهي. جيڪو سندس تڪبراڻي جاهليت جو مظهر آهي، جيڪا اسان جي اشرافيه جي پنهنجي پيداوار آهي. پنجابي ٻوليءَ سان اها وارتا پنجاب تي برطانوي قبضي جي نتيجي ۾ ٿي آهي. برطانوي بينڪي حڪمرانن پنهنجي نئين تعليمي نظام ۾ پنجابي، فارسي ۽ سنسڪرت تي جهڙوڪر بندش هڻي ڇڏي ۽ ان جي جاءِ تي مٿئين طبقي جي اسڪولن ۾ انگريزي ۽ وچولي ۽ هيٺئين طبقي جي اسڪولن ۾ اردو رائج ڪئي وئي. ان کان پوءِ پنجابين کي اڻ پڙهيل، جاهل ۽ بد تهذيب قرار ڏنو ويو (جيئن لياقت علي خان سنڌين جي تهذيب کي گڏهن ۽ گهوڙن هڪلڻ واري ثقافت قرار ڏنو هو) جڏهن ته حقيقت اها هئي ته پنجاب ۾ تعليم جي شرح نندي ڪنڊ ۾ سيمي کان وڌيڪ هئي ۽ عورتن جي تعليم جي شرح به تمام گهڻي هئي. هن حقيقت جو اظهار مشهور انگريز تعليمدان ڊاڪٽر جي ڊبليو لائٽنر "پنجاب ۾ تعليم جي رپورٽ" ۾ ڪيو آهي. پنهنجي بينڪي نظام کي مضبوط ڪرڻ خاطر برطانوي حاڪمن شعوري طور پنجابي جي جاءِ تي اردو ۽ انگريزي کي نافذ ڪيو ۽ ان سلسلي ۾ هنن هڪ عام حڪمنامو پڻ جاري ڪيو ته "جيڪو به ماڻهو پنهنجي تلوار جمع ڪرائيندو، ان کي پنج آنا ۽ جيڪو پنجابي قاعدو جمع ڪرائيندو اُن کي 6 آنا انعام ڏنو ويندو"!

اهڙيءَ ريت آزاد پنجاب جي جاءِ هڪ بينڪي پنجاب والاري، اڻويهين صديءَ جي چوٿين ڏهاڪي ۾ اولهه جي سامراجي قوت برطانيه، سنڌ ۽ پنجاب تي قبضو ڪري سنڌو ماٿري جي ٻنهي قومي رياستن جو آزاد وجود ختم ڪري ڇڏيو. سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو بڻايو ويو ۽ پنجاب کي برطانوي مفادن جي مضبوط چوڪي بڻايو ويو. پوٺوهار جي علائقي کي هڪ منظم پاليسي تحت بينڪي فوج جي ڀرتي جو مرڪز بڻايو ويو ۽ جڏهن 1947ع ۾ پاڪستان ٺهيو ته ان کي ورثي ۾ اها ئي برطانوي بينڪي فوج حصي ۾ ملي، جنهن جو پهريون ڪمانڊر ان چيف برطانوي جنرل ئي هيو. 1948ع ۾ ڪشمير

اندر پاڪستان، هندستان سان پنهنجي پهرين جنگ به ان برطانويَ ڪمانڊر جي اڳواڻي هيٺ وڙهي، جنهن جي نتيجي ۾ پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ مستقل ڪشمير مسئلي جنم ورتو جيڪو دراصل برطانوي بينڪي پاليسي ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو واري فلسفي هيٺ ڪيو ويو هيو ۽ ان جو بنيادي مقصد اهو هو ته نئون قائم ٿيندڙ ملڪ پاڪستان ۽ هندستان ڪنهن مستقل جهيڙي جو شڪار ٿين. هندستان ته تيزي سان پنهنجي فوجي ڍانچي ۾ تبديلي آڻي ان کي سموري هندستان جي نمائندگي ڪندڙ آزاد قومي فوج ۾ تبديلي ڪري ڇڏيو پر پاڪستان ۾ نه رڳو ان جي برطانوي آمريڪي بينڪي حيثيت برقرار رکي ويئي پر ان کي اندروني طور پنجابي مهاجر بالادستي جي آلهء ڪار به بڻايو ويو جنهن جي نتيجي ۾ پاڪستان عالمي سطح تي سيٽو ۽ سينٽو جهڙن سامراجي معاهدن جو حصو بڻيو ۽ اندروني طور انتهائي شديد قومي تضاد جو شڪار بڻجي مصيبتن جي ور چڙهيو.

مشتاق صوفي پنجاب جي جنهن عظمت جا ڳڻ ٿو ڳائي، اهي ساڳيا ئي ڳڻ سنڌ جي عظمت جا اسين ڪافي عرصي کان ڳائيندا پيا اچون. جنهن رگ، ويد کي پنجاب جو دانشور اڄ پنجاب جي تخليق ٿو ڳڻائي ان ئي رگ ويد ۾ رچيل سنڌوءَ جا سلوڪ اسين سالن کان [illegible] ترجمو ڪري پنهنجي عظمت جي گواهي طور پيش ڪندا ٿا رهون، پوءِ حقيقت ڇا آهي؟ ڪنهن جي دعوي سچي آهي، ڪنهن جي ڪوڙي يا ٻنهي دعوائن ۾ حقيقت جو هڪ عنصر شامل آهي؟

پاڪستان کان پوءِ شدت سان ابريل سنڌ پنجاب تضاد سبب اسان اها تاريخي سچائي نظرانداز ڪري ڇڏي آهي ته تهذيبي طور سنڌ ۽ پنجاب هميشه هڪ ايڪائي رهيا آهن. ماضيءَ ۾ ان ايڪائي جي سڃاڻپ هئي ”سپت سنڌو“ يعني ستن ندين جو ديس. اڄوڪي پاڪستان جو سمورو جاگرافيائي خطو بشمول اوير پنجاب ۽ ڪشمير، وشال سنڌو ماتريءَ جي ديس سپت سنڌو جو قدرتي انگ هئا، آهن ۽ رهندا. سياسي سرحدون عارضي هونديون آهن پر قدرتي سرحدون اٽمٽ هونديون آهن، سياسي سرحدون جنگين، قبضن ۽ انساني فتحن جي صورت ۾ نمودار ٿينديون ۽ مٽجنديون رهنديون آهن پر قدرتي سرحدون لکين سالن جي زميني ڦيري ۾ ئي رڳو ڦري سگهنديون آهن. جڏهن کان سنڌو درياءَ وجود ۾ آيو آهي، اهو تبت مان هماليه جي ڪئلاش پربت کان پنهنجي سفر جو آغاز ڪري سنڌ جي سمنڊ ۾ اچي پنهنجي منزل کي رسي ٿو ان سچي سفر ۾ سنڌو ماتري ۽ سنڌو واس کي جنم ڏئي ٿو. پنهنجي جنم کان وٺي اڄ ڏينهن تائين سنڌو واس جون قدرتي سرحدون سنڌوءَ

جي رخ متائڻ سبب ڪن تورن گهڻن ڦيرن سان لڳ ڀڳ ساڳيون ئي رهيون آهن. پر ان وشال خطي اندر مختلف تاريخي دورن ۾ مختلف نموني جون سياسي رياستون ظاهر ۽ غائب ٿينديون رهيون اهن. سنڌو واس جي ڌرتيءَ تي جڏهن ڪنهن آريائي ڌاريي جو پير نہ پيو هو تڏهن هتي دراوڙ لوڪن جو راڄ هيو جيڪو شڪاري دؤر مان گذري زراعت جي ظهور سان مدري راڄ مان گذري هر ۽ ڍڳي جي استعمال سان پدري دؤر ۾ داخل ٿي چڪو هيو. هزارين سالن جي هن سفر ۾ سنڌو ماٿري ٻاهرين حملن کان محفوظ هئي. جنهن ڪري هتان جون ديويون ديوتائون بہ ڌرتيءَ جون ڌيئر ۽ پٽ هئا. هن وقت تائين جي مليل نشانين منجهان اهو صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ سنڌو ماٿري جي مدري سماج جي آخري مها ديوي پاربتي هئي، جنهن جو جنم آستان هنگلاج هيو. جڏهن تہ پدري سماج جو پهريون مها ديو شِو هيو جنهن جي جنم ڀومي سيوهڻ هئي، جنهن جو اصل نالو ئي شِو آستان آهي. سيوهڻ، لاهوت ۽ هنگلاج دراصل سنڌو دراوڙي شِو پاربتيءَ جا مڪان لامڪان آهن. جتي اڄ تائين نہ رڳو سنڌو ماٿري جا لوڪ پر گنگا جمنا جي ديس جا لوڪ بہ پيرا ڀڄن ٿا. پنجاب جي ماڻهن جا قلندر ڏانهن پنڌ دراصل سنڌو دراوڙي لوڪن جي پنڌن جا پيرا آهن جيڪي سنڌ پنجاب ايڪائي جي گواهي ڏين ٿا.

سنڌو واسي لوڪ جڏهن پنهنجي خوشحالي سبب امن ۽ آرام جي زندگي گذاري رهيا هئا ۽ پنهنجي بچاءَ کان غافل ٿي ويا تہ وچ ايشيا ۽ افغانستان جا بک ستايل ٽولا اچي مٿن حملي آور ٿيا. سنڌو ماٿري جي خوشحالي جو مٿن اهڙو تہ جادو ٿيو جو هو آواره گردي ڇڏي، هتي پرامن زرعي سماج جو حصو بڻجندا ويا. صدين جي ان سفر ۾ انهن خانہ بدوشن پاڻ کي آريا يعني سڌريل قرار ڏئي دراوڙ لوڪن کي سنڌ ۽ هند جي ڏکڻ ۾ ڌڪي ڇڏيو جتي هو اڄ بہ وڏي انگ ۾ آباد آهن. انهن آريا لوڪن اتر ۾ ئي اڪثر پنهنجي سياسي حاڪميت جا مرڪز قائم ڪيا. جيڪي اڄ بہ قائم آهن. جن کي هندستان جا عالم الهامي ڪتاب قرار ڏئي هندومت جي عظمت طور پيش ڪن ٿا ۽ هاڻي پنجاب جا دانشور پنجاب جي تخليق قرار ڏئي پنجاب جي عظمت طور پيش ڪن ٿا. تن سيني جي دعوي ۾ هڪڙو حقيقت جو عنصر اهو آهي تہ اهي ويد، سنڌو سرسوتي ۽ پنجن ندين جي ديس سپت سنڌو جي آريا لوڪن جي تخليقن جا شاهڪار آهن ۽ ان وقت اهي ٽئي ڌارائون هڪ ئي لڙيءَ ۾ پوبل هيون، جن پوءِ وقت جي وهڪري ۾ هڪبئي کان ٽٽي الڳ ۽ متضاد رخن تي سفر شروع ڪيو.

رگ ويد ۾ سرسوتي ۽ سنڌو ندي جي شان ۾ تہ قصيدا لکيل آهن پر گنگا جمنا جو ڪو ذڪر نٿو ملي، جنهن منجهان ظاهر ٿئي ٿو تہ ان وقت سنڌو واس جو عروج هيو ۽ گنگا ماتري گمنامي جي غقا ۾ هئي. جڏهن تہ اڄ ان جي ابتڙ گنگا جمنا جو ديس ترقي ۽ شهرت جو نئون اوج ماڻي رهيو آهي ۽ سنڌو ماتري پاڳا پاڳا ٿي وئي آهي. سنڌو ماتري جيستائين پنهنجي اندروني ٽڪرائن ۽ ٽڪرارن مان جند آزاد ڪرائي پنهنجي قدرتي ايڪائي بحال نہ ڪندي تيستائين نئون اوج ماڻڻ ممڪن ناهي.

سنڌ ۽ پنجاب جي انسان دوست دانشورن تي اڄ اها تاريخي ذميواري عائد ٿي ٿئي تہ اهي قومپرستيءَ جي محدود دائرن ۽ قومي شاونزم جي انسان دشمن رجحانن مان پنهنجي جند آجي ڪرائي سنڌو ماتريءَ جي تهذيبي ايڪائي ۽ انسان دوست ثقافت جي اجتماعي آبياري ڪن، جيئن موهن جي دڙي ۽ هڙپا جي لوڪن ڪئي هئي، جيئن ٽيڪسيلا جي ٻڌ عالمن ۽ مهر ڳڙهہ جي مهربان روحن ڪئي هئي، جيئن اتر جي سنڌو آريائي لوڪن ۽ ڏکڻ جي سنڌو دراوڙي ديوي، ديوتائن جي عظمت کي تسليم ڪندي ڪئي هئي.

ان لاءِ اسان کي سڀ کان پهريان سنڌ پنجاب تضاد جي تاريخ جو نئين سر جائزو وٺڻو پوندو سو بہ ٿڌي دل ۽ آزاد دماغ سان نہ ڪي ورثي ۾ مليل غلام ٻيڻڪي ذهنيت سان. سامراجي سياست اسان کي نفرت جي سياست سيکاري آهي، جنگ ۽ جهيڙي جي سياست سيکاري آهي. سامراجي سياست پيار، امن ۽ دوستي کي چڻ تہ سياست جي ڊڪشنريءَ مان خارج ڪري ڇڏيو آهي. سامراجي سياست ۾ اهي فقط کوکلا سفارتي لفظ آهن جيڪي فقط ڊپلوميٽڪ مشينريءَ ۾ استعمال ڪيا وڃن ٿا. جڏهن تہ سچي سياست انسان دوست سياست جو روح ئي پيار، امن، دوستي ۽ عالمي ڀائيچارو آهي. خيال پرست دانشور هيگل جڏهن مادي کي خيال جي پيداوار طور پيش ڪيو تہ مارڪس ان مٿي پر بيٺل فلاسافي کي پيرن ڀر بيهاري خيال کي مادي جي پيداوار طور پيش ڪيو. اڄ سچي دنيا جا استحصالي انسان دشمن دانشور سياست کي مفادن جي جنگ قرار ڏئي، جنگ دشمني ۽ نفرت کي نہ رڳو جائز پر اٽلو قرار ڏئي رهيا آهن. تڏهن وقت جي اهم ترين تقاضا اها آهي تہ ان مٿي پر بيٺل عوام دشمن سياسي فلاسافي کي تبديل ڪري باهمي مفادن جي پيرن تي بيٺل آفاقي انسان دوست سياسي فلاسافي جا بڻ بنياد وڌا وڃن. جنهن لاءِ سنڌو ماتري جي سرزمين انتهائي زرخيز ثابت ٿي سگهي ٿي.

# سنڌ- پنجاب لاڳاپن جي باري ۾

"پنجابي هڪ ته پانئج ڏون. جي ڏون ته هي گهر هي تون!" ويهين صدي جي سنڌ ۾ مشهور هيءَ چوڻي نئين ايريل سنڌ - پنجاب تضاد جي لوڪ نشاني آهي، جيڪا سنڌ ۾ اڻويهين صديءَ جي پوين ڏهاڪن کان جاري پنجاب مان ثيندڙ آبادڪاريءَ جي خطرناڪيءَ کي ظاهر ڪري ٿي. اولهه جي بينڪي پاليسيءَ سمورين بينڪيتن جي مقامي آبادين ۾ اهڙن ئي خطرناڪ رجحانن. تضادن ۽ جهيڙن کي جنم ڏنو آهي، جن جي باهه ۾ سڄو اوپر اڄ سڙي رهيو آهي.

چوندا آهن ته هنڌ اهو سڙي جتي باهه ٻري. سو سنڌ ۾ جڏهن کان انهيءَ آبادڪاري جي آمد جو سلسلو شروع ٿيو ته ان رڪجڻ جو نالو ئي نه ٿي ورتو. سکر بئراج جي تعمير کان پوءِ ته اهو سلسلو نهايت ئي تيز ٿي ويو. سنڌ جون سموريون پليون زمينون ويون سنڌ ور چڙهنديءَ انگريزن کي هئي ضرورت نئين آبادڪار فوج جي، جيڪا پنجاب ٿي پوري ڪئي ۽ کيس موت ۾ ملڻ لڳيون سنڌ جون قيمتي زمينون انعام طور. اهو انعامي سلسلو اڄ به جاري آهي. پاڪستان کان اڳ ته ڪين رڳو زرعي زمينون انعام طور مليون ۽ آهستي آهستي هو سڄي سنڌ مٿان قابض ٿي ويا. سنڌ سنڌن لاءِ سونا انڊا ڏيڻ واري ڪُڪڙ بڻجي وئي. ڊفينس اٿارٽيز جي نالي ۾ اڄ به قيمتي شهري ايراضين تي ڌالار جاري آهي. هيءَ دنيا جي سڀ کان نرالي دفاعي پاليسي آهي، جنهن تحت سرحدون سدائين غير محفوظ آهن، پر شهرن ۾ ڳوٺن جون قيمتي زمينون قبضو ڪري محفوظ بڻايون پيون وڃن. گوادر پورٽ ۽ ذوالفقار آباد به اهڙي ئي زمينن کي حفاظتي تحويل ۾ رکڻ واري پاليسي جا جز آهن پاڪستان ٺهڻ کان وٺي حڪمرانن ... حڪومتي ڦيرا آيا آهن پر ان اندروني توسيع پسند پاليسيءَ ۾ هڪ رتيءَ جيترو به ڦيرو نه آيو آهي. پهرين وزيراعظم لياقت علي کان اڄوڪي وزيراعظم نواز شريف، تائين اهو سلسلو جيئن جو تيئن جاري آهي. پهرين وزيراعظم سنڌ جا شهر ڪافر سنڌ واسين کان خالي ڪرائي محب وطن (هند واسي) پاڪستانين حوالي ڪري ڇڏيا ته جيئن اندروني سلامتيءَ کي خطرو پيش نه اچي سگهي. سنڌ جي گادي ڪراچي کي سنڌ کان ڪسي پاڪستان جي

گادي بڻائي محفوظ ڪيو ويو ۽ پوءِ پنجابي پٺاڻ محنت ڪشن کي آباد ڪري ڪراچيءَ کي مني پاڪستان بڻايو ويو. ان کان پوءِ سيني آبادڪارن گڏجي راڳ الاپڻ شروع ڪيو تہ ڪراچي کي ترقي ڏيارڻ ۾ اسان جو نمايان هٿ آهي، تنهن ڪري ڪرچي اسان جي آهي. هاڻي تہ ائين ٿو لڳي تہ ڪراچي جڻ گڏريل ڪيترين صدين کان سنڌن پيءُ ڏاڏي جي ملڪيت هجي جنهن تي سنڌن پيدائشي حق هجي. پلو ٿيو پاڳين جو. جو اسيءَ جي ڏهاڪي ۾ چور مال غنيمت جي ورڇ تي اٽڪي پيا ۽ پاڳيا جاڳي پيا. 1983ع ۾ پاڳيا بي قابو ٿيا ۽ پهريون ڀيرو نہ رڳو پنجاب جي رستا روڪ ڪئي پر منظم فوجي طاقت سان ٽڪرائجي ويا. پنجاب پهريون ڀيرو عام سنڌي ماڻهو جي مزاحمتي سگهہ جا نظارا پسيا ۽ پنجاب جي حڪمرانن پنهنجي نئين حڪمت عملي جوڙڻ شروع ڪئي.

ايم آر ڊي تحريڪ تائين، سنڌ تي سنئين سڌي قبضي واري بينڪي پاليسي آزمائي وئي، پر نئين حڪمت عمليءَ ۾ اڻ سڌي قبضي جي جديد بينڪي پاليسيءَ کي نمايان اهميت ڏني وئي آهي. جديد بينڪي حڪمت عمليءَ ۾ سڌي آبادڪاري ۽ فوج ڪشيءَ بدران جديد بينڪيت کي سياسي ۽ اقتصادي طور غلام بڻايو ويندو آهي ۽ سندس سمورن معاشي وسيلن تي پنهنجي ڪاروباري ڪمپنين ذريعي قبضو ڪري ڀرپور معاشي استحصال جو بندوبست ڪيو ويندو آهي. 1985ع تائين سنڌ ۾ سڌي آبادڪاري ۽ والار جو سلسلو جاري رهيو. جيڪو تقريباً هڪ صدي اڳ شروع ٿيو هيو. پاڪستان کان پوءِ ڪراچي کي صنعتي مرڪز بڻائي ۽ ون يونٽ ٺاهي سنڌ کي سڌيءَ ريت تخت لاهور جي قبضي هيٺ آندو ويو پر ايم آر ڊي تحريڪ کان پوءِ حڪمت عملي تبديل ڪري وچ پنجاب کي صنعتي مرڪز بڻايو ويو. هڪ جامع حڪمت عمليءَ تحت پنجاب کي صنعتي مال جي تياريءَ جو مرڪز ۽ سنڌ کي ان جي منڊيءَ ۾ بدلايو ويو تہ جيئن طاقت جو توازن بدلجي پنجاب جي حق ۾ ٿئي، جتي پنجاب سنڌ جو محتاج هجڻ بدران سنڌ پنجاب جي محتاج بڻجي وڃي. پنجاب اڄ بہ جڏهن تر جي ڪوئلي مان بجلي ٺاهڻ ۾ دلچسپي نہ ٿو وٺي تہ ان جو بنيادي سبب بہ اهوئي آهي تہ پنجاب اهو نٿو چاهي تہ سندس معيشت جو دارومدار سنڌ تي هجي. گوادر پورٽ ٺاهڻ ۽ چين کان گوادر تائين ريلوي لائين جي منصوبي پويان بہ اها سوچ آهي تہ جيئن پنجاب جي ڪراچي پورٽ جي محتاجي ۽ هڪ هٿيءَ کان جند آجي ڪرائجي. اوهان پنهنجي اکين سان ڏسي رهيا آهيو تہ مهاجر جنرل مشرف جي فوجي حڪومت هجي يا سنڌي اڳواڻ زرداريءَ جي پيپلي جمهوري حڪومت توڙي نواز شريف

جي پنجابي جمهوري حڪومت هجي. اهي سڀ گوادر پورٽ جي منصوبي تي ثابت قدميءَ سان عمل پيرا آهن. آصف علي زرداريءَ کي به ته انهن مفادن جي رکوالي ڪرڻ جي انعام ۾ پنج سال صدارتي ڪرسي ملي ۽ هاڻي جڏهن ڪم لٿو آهي ته ڪاغذ به ڦاٽڻ وارو آهي. هو ته هاڻي به ڪين آزيون نيازيون ڪري ٿو ته ٿورو ڏيو گهٽو وٺو سنڌ وٺو اقتدار ڏيو منهنجي ڪرسي قائم رکو ڏنگي ۽ پنڊار پيٽ ڪٽو سنڌ ۽ بلوچستان جو سڄو سمنڊ ڪٽو هن ڪان ڪرسي نه کسيو. هيءَ سموري خانه جنگي دراصل مختلف استحصالي قوتن جي سنڌ ۽ بلوچستان جي مال غنيمت تي جهيڙي ڪان سواءِ ڪجهه ڪونهي ۽ هن جهيڙي جو انت تيستائين ممڪن ناهي، جيستائين مهاجر - پنجابي بالادستي جو انت نٿو اچي ۽ سنڌ بلوچستان مان وڏيرڪي سرداري نظام جو خاتمو نٿو ٿئي. پنهنجي وسيلن تي هر قوم جي حق حاڪميت جي بحاليءَ ۾ سيني جو ڀلو آهي. پر مخصوص مفادن جا علمبردار استحصالي طبقا سدائين پنهنجي اڪثريتي عوام کي به گمراهيءَ جي راهه تي وٺي وڃي مستقل جنگ، جهيڙي ۽ لٽ مار جا بندوبست پيا ڪندا آهن. طفيلي سنڌي حڪمران طبقو اقتدار خاطر ڪڏهن مفاهمت ته ڪڏهن ٽڪراءَ واري پاليسيءَ جي ڦير گهير ڪندو رهندو. گذريل ٻن ڏهاڪن کان نوس سياسي سماجي، اقتصادي ڇنڊڇاڻ ۽ نظرياتي بحثن جي اٿهوند سڄي صورتحال کي ڏنڊلو ڪري منجهائي ڇڏيو آهي، جنهن ڪري ٻين تضادن سان گڏوگڏ سنڌ پنجاب جي لاڳاپن وارو مونجهارو به موجود آهي. اسان جي نسل جي ذهني پرورش ان دؤر ۾ ٿي آهي جڏهن دنيا سرمائيداري ۽ سوشلزم جي ٻن واضح بلاڪن ۾ ورهايل هئي ۽ قومي انقلابي تحريڪون، سويت سوشلسٽ بلاڪ جو اهم انگ هيون. تڏهن اندروني توڻي بيروني دوست ۽ دشمن قوتن جو به چٽو ۽ واضح ادراڪ ٿيل هوندو هيو پر 1990ع ۾ سويت يونين جي زوال سان نه رڳو قومي انقلابي تحريڪون مونجهارن جو شڪار ٿي ويون پر دنيا به مڪمل طور تبديل ٿي وئي. اسان وٽ وري اهو الميو رونما ٿيو ته اسان جو نئون نسل سياسي تعليم ۽ جدوجهد کان بلڪل بيگانو ٿي ويو ۽ پراڻو نسل سرد جنگ جي ذهني سانچي کان اڳتي ايڪيهين صديءَ جي تقاضائن کي سمجهڻ ۽ ان جي تڪميل ڪرڻ جي صلاحيت کان وانجهيل رهيو. هنن چونڊن ۾ پارليامينٽيرين سياست ۾ پير پائيندڙ قومپرست قوتن جي ڪسمپرسيءَ جو به بنيادي سبب اهو آهي ته انهن پارٽين جي اڳواڻن توڻي ڪارڪنن جي سموري پرورش احتجاجي ۽ مزاحمتي جدوجهد جي دؤر ۾ ٿي آهي. جنهن ڪري انهن جو سمورو مزاج ئي احتجاجي ۽ مزاحمتي آهي نه ڪي اليڪشني ۽ اقتداري، هنن جڏهن آڙيڪاپ اقتداري

پارٽين سان اتحاد ڪيو ته انهن کين آساني سان اليڪشني ميدان کان ٻاهر الڳ ڪري ڇڏيو جڏهن ته ٻئي مڪاني نظام خلاف سنڌين مزاحمتي جدوجهد کين سنڌ ۾ نمايان مقام ڏياري ڇڏيو هيو.

اقتداري آڙيڪاپ قوتن قومي جدوجهد کي به انتهائي سخت مونجهاري جو شڪار ڪري ڇڏيو آهي. سڀ کان وڏو سراب اهو ڏنو پيو وڃي ته اليڪشني سياست جي چنگل ۾ ڦاسائي قومي جدوجهد جو مزاحمتي روح مسخ ڪيو پيو وڃي. ٻئي طرف وري قومي جدوجهد ڪنڌر سيني قوتن کي وري مهاجر دشمن، پنجاب دشمن يا پٺاڻ دشمن جي درجن ۾ ورهائي کين هڪٻئي سان ويڙهائڻ سان گڏوگڏ سچي قومي جدوجهد کي انسان دوست جدوجهد جي واٽ تان هٽائي گمراهي جي کڏ ۾ ڪيرايو پيو وڃي. ايم ڪيو ايم اسان کي پنجابين ۽ پٺاڻن سان ويڙهائي پنهنجو الو سڌو ڪرڻ چاهي ٿي ته نوازليگ وري سنڌي مهاجر جهيڙي کي مستقل قائم رکي ، ننڌ تي پنجاب جي بالادستيءَ کي مستحڪم رکڻ چاهي ٿي. جڏهن ته اصل ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان کي اهڙي ڪنهن به چار ۾ ڦاسڻ بدران نجات جون نيون سنڌ دوست ۽ انسان دوست راهون روشن ڪرڻ گهرجن. اسان جي قومي جدوجهد جو روح لازمي طور تي انقلابي ۽ انسان دوست هئڻ گهرجي. ان لاءِ اسان کي پنهنجي دلين ۽ دماغن جو ڪينواس وسيع ڪرڻو پوندو ۽ تنگ تعصبي ذهنيت سنجهان نڪرڻو پوندو. اسان کي کوهه جي ڏيڏر واري زندگي کان نجات ماڻي آسمانن جي وسعتن ۽ آزاد فضائن ۾ اڏام ڪرڻ سکڻي پوندي.

جڏهن کان ذاتي ملڪيت جا ادارا وجود ۾ آيا آهن، تڏهن کان قومي ۽ طبقاتي غلاميءَ جي مرضن به جنم ورتو آهي. قومي ۽ طبقاتي تضادن وري جنم ڏنو آهي قومي ۽ طبقاتي جدوجهد کي. انهن تضادن ۽ جدوجهدن جي ماهيت ۽ نوعيت هر دؤر ۽ هر سماج ۾ بدلجندي رهي آهي ۽ هر قسم جي ظلم استحصال ۽ غلامي کان پاڪ سماج جي تعمير اڄ به انسان ذات لاءِ سڀ کان وڏو چئلينج بڻيل آهي. غلاميءَ جي پهرين اداري جو ظهور انسان هٿان جانورن جي صورت ۾ نمودار ٿيو. انسان جڏهن مختلف قسمن جي جانورن کي پنهنجي تابع بڻائي پنهنجن ڪمن ڪارين لاءِ استعمال ڪرڻ شروع ڪيو تڏهن ئي سندس ذهن ۾ اهو خيال اڀريو ته اها ساڳئي ڪار انسانن سان به ڪري سگهجي ٿي. انساني غلامي جي پهرين اداري جو ظهور "هر" جي ايجاد سان ٿيو ڦيٿي ۽ هر جي ايجاد سان جتي ترقي ۽ تهذيب جون بيشمار راهون کليون اتي غلامي جي انيڪ قسمن به جنم ورتو. هَرَ ۾ ڏڳو ۽ انسان ٻئي جوٽجڻ لڳا ۽ تڏهن کان انسان چاڪيءَ جي ڏاند وانگر وهڻ شروع ٿيو آهي. هَرَ جي ايجاد

سان ئي انساني محنت جو استحصال، اضافي پيداوار قدر زائد ۽ ذخيره اندوزي ممڪن بڻي. ان کان اڳ جيڪڏهن ٻن ڪڙمن يا قبيلن جو پاڻ ۾ جهيرو به ٿيندو هيو ته اهو مارا ماريءَ تائين محدود هوندو هيو پر هر ايجاد ٿيڻ کان پوءِ زير ٿيل قبيلي يا ڪڙم جي عورتن توڙي مردن کي غلام بڻائي سندن محنت جو استحصال ڪرڻ جو رواج پيو جنهن قومي غلامي کي جنم ڏنو پوءِ اهو ساڳيو ورتاءُ هڪ ئي قبيلي جي سگهارن ماڻهن پنهنجي ئي قبيلي جي ڪمزور ماڻهن سان به اختيار ڪرڻ شروع ڪيو. جنهن طبقاتي غلامي کي جنم ڏنو. هر جي ايجاد کان اڳ جيئن ته ابتدائي کيتي ٻاڙي جو هنر سڀ کان پهريون عورت سکي ورتو هيو ۽ نسل جي افزائش جو دارومدار به ان تي هيو تڏهن خلقڻهار ۽ پالڻهار جو پهريون اعزاز به ان کي ئي مليو هيو ۽ پاڳ ورهائيندڙ پاڳواڻ/ ڀڳوان به اهائي بڻي پر هر جي ايجاد کان پوءِ پيداوار جو اهم ترين وسيلو يعني هَرُ عورت جي پهچ کان مٿانهون ٿي ويو ۽ عورت کيتي ٻاڙي جي ثانوي مرحلن، ميڙي چونڊي، مال چاري ۽ گهر ٻار جي سنڀال تائين محدود ٿي وئي. ائين مدري سماج ۽ مدري خدا جو انت اچي ويو ۽ پدري سماج ۽ پدري خدا جو ظهور ٿيو. جنهن جنسي غلامي جي اداري کي جنم ڏنو. جنهن جو شڪار اڄ تائين معصوم عورتون ۽ ٻار بڻجي رهيا آهن.

سماجي ارتقا جي ان پس منظر ۾ سنڌو ماتريءَ تي نظر وجهجي ته هن وقت تائين جي مليل ڄاڻ موجب تهذيب جي ارتقا جا سڀ کان اوئلي ثبوت سنڌو ماتريءَ جي ڏکڻ يعني موجوده سنڌ بلوچستان جي جابلو ۽ ساحلي پٽيءَ منجهان ملن ٿا. هنگلاج ماتا جو مندر جنهن کي شاهه لطيف ناني امان جو مندر به سڏي ٿو سو مدري سماج جو چٽو اهڃاڻ آهي. جڏهن ته لاهوت ۽ سيوهڻ/ شيوستان پدري سماج جا پد آهن. ڪارونجهر ۾ واقع ساڙڏرو مندر به مدري سماج جو چٽو ثبوت فراهم ڪري ٿو مدري سماج جي سڄي دؤر ۾ ڪنهن به ٻاهرين حملي جا اڃا تائين ڪي ثبوت نه مليا آهن. جڏهن ته هنگلاج ماتا جي ٻئي تعارف يعني ناني امان جو تعلق بابل جي تهذيب جي ديوي نانيان سان ڳنڍيو پيو وڃي، جنهن مان سنڌو ماتريءَ جي تهذيب ۽ بابل جي تهذيب جو هڪ ٻئي سان تعلق ۽ ڳانڍاپي جو اظهار ٿئي ٿو جڏهن ته انهن جو هڪٻئي تي حملہ آور ٿيڻ جو ڪو ثبوت نه ٿو ملي. تاريخ ۾ اهڙو ثبوت نه ٿو ملي ته سنڌو لوڪن ڪڏهن به ڪنهن ڌارئي ملڪ تي وڃي ڪاهه ڪئي هجي. جڏهن ته سنڌو لوڪن تي پهرين حملي جا ثبوت وچ ايشيائي قبيلن جي حملن ۽ آبادڪاري جي صورت ۾ ملن ٿا. جن هي آباد ٿيڻ کان پوءِ پاڻ کي آريو يعني سڌريل سڏڻ شروع ڪيو. فاتح مفتوحن سان اڄ به اها ئي ڪار جاري رکندا پيا

اچڻ. ايشيائي قبيلن جي اها ڪاهه ۾ آبادڪاري افغانسان وسيلي سنڌو ماٿريءَ جي اتر يعني اڄوڪي پنجاب ۾ پختونخواهه ۾ سڀ کان پهرين شروع ٿي جتان کان هو اتر طرف گنگا جمنا جي واديءَ ڏانهن ۾ ڏکڻ ۾ اڄوڪي سنڌ ڏانهن به وڌندا آيا. هو هتي آيا ته فقط لٽ مار ڪرڻ جي ارادي سان هيا. پر سنڌو ماٿري جي خوشحالي ۾ آرامده زندگي ڏسي موهجي ويا ۾ هتي ئي آباد ٿيندا ويا. ائين سنڌ هند ۾ پهريون قومي تضاد وچ ايشيائي حملہ آورن ۾ سنڌو لوڪن جي وچ ۾ پيدا ٿيو جنهن آريا دراوڙ تضاد جي صورت اختيار ڪئي. آرين ۾ دراوڙن جي باهمي تضادن ۾ ميلاپن هڪ نئين تهذيب ۾ نئين نسل کي جنم ڏنو جنهن باهمي هم آهنگي سان رهڻ سکي ورتو. تڏهن اڄوڪي سنڌ ۾ پنجاب سميت سنڌو لوڪن جو هڪ ئي ديس هيو سنڌوديس جيڪو مقامي ٻوليءَ ۾ سنڌوديش ۾ مهاڀارت جي زماني ۾ سنڌو راڄ سڏبو هيو. رگ ويد کان مهاڀارت تائين اسان کي فقط ان ئي ديس جا نشان ملن ٿا.

مهاڀارت جي زماني ۾ سنڌو راڄ جي راجا ڄئدرٿ کي انتهائي نمايان مقام مليل هيو. مهاڀارت جي زماني ۾ هستناپور (دهلي ويجهو گنگا نگر جي راڄڌاني) ڪانپوءِ ٻي طاقتور ترين رياست سنڌو راڄ جي هئي جنهن سان هستناپور جي راجا جي ڌيءَ پرڻيل هئي. هستنا پور توڙي جو سنڌو راڄ جي حڪمران خاندان جو تعلق آريا ورت سان هو. جڏهن ته ڪرشن جو تعلق اصلوڪن دراوڙ لوڪن سان هيو جنهن ڪري سنڌو توڙي گنگا جمنا جي دراوڙ لوڪن ۾ سنڌ پنجاب جي ناگا لوڪن مهاڀارت جي جنگ ۾ سندس ساٿ ڏنو. ائين مهاڀارت جي جنگ نہ رڳو قومي پر طبقاتي تضاد جو بہ مظهر هُئي. سڄي سنڌو گنگا جمنا ماٿريءَ ۾ ڪرشن جي مقبوليت ۾ پوءِ ڀڳوان بڻجڻ جو بہ بنيادي سبب اهو هيو تہ هن جو تعلق اصلوڪن ڌرتيءَ ڌڻين جي نسل سان هيو. اها بہ دلچسپ تاريخي حقيقت آهي تہ سنڌ هند جا ٽيئي وڏا پيغمبر شو ڪرشن ۾ گوتم ٻڌ اصلوڪا ڌرتيءَ ڌڻي ڪارا دراوڙ آهن. جڏهن تہ مها ديوي پاربتيءَ جو تہ ٻيو نالو ئي آهي ڪالي ديوي. جڏهن آرين جو عروج هُيو ۾ سنڌو آريائي لوڪن ويدن جي تخليق ڪئي تہ انهن سنڌ جي دراوڙي ديوتا شو کي بلڪل نظرانداز ڪري ڇڏيو هيو ۾ ان جي جاءِ تي پنهنجي آريا اندر ديوتا جي پوڄا ٿي ڪئي پر جيئن تہ سنڌو دراوڙي تهذيب جو پاڙون پاتال ۾ هيون تنهن ڪري اڳيان هلي هن پنهنجي عظمت سڄي سنڌ هند ۾ مڃائي ورتي ۾ شِوَ بہ ڀڳوان جي حيثيت ماڻي. سنڌ هند جي تصور تي برهما، وشنو ۾ شو جو ٽيون اٽوٽ انگ بڻجي ويو جڏهن تہ آرين جو درآمد ڪيل ديوتا لئہ متي ٿي ويو. رامائڻ جي زمانيَ ۾ ايوڌيا جي راجا دسرٿ جي ڇئن پُٽن رامچندر، ڀرت،

لڪشمڻ ۽ شتروگهن مان ٻيو نمبر پُٽ پرت. جنهن جي نالي پُنيان پارت نالو پيو سو سنڌو ماترِيءَ جي مرڪزي شهر مُلتان جيڪو ان وقت ڪيڪيا جي نالي سان مشهور هيو تنهن جي راجا جي ڌيءَ ڪيڪئي سان پرڻيل هيو. ان وقت ايوڌيا ۽ ملتان جو اوج هيو ۽ لاهور ناپيد هو. لاهور لاءِ چيو وڃي ٿو تہ ان کي رامچندر جي پُٽ لَوَ اڏيو جيڪو سندس نالي پويان لهور سڏجڻ لڳو. پنجاب نالي جو بہ قديم ڪتابن ۾ ڪو ذڪر نٿو ملي چو تہ پنجاب آهي ئي فارسي لفظ باقي مها پارت ۾ پنجند جو ذڪر ضرور ملي ٿو. قديم ڪتابن ۾ سنڌ، پنجاب، ڪشمير سميت سنڌو ماترِيءَ جو ذڪر آهي سپت سنڌو ۽ سنڌو راج جي نالن سان. 712ع ۾ عربن جي حملي وقت هتي ٻن رياستن سنڌ ۽ ڪشمير جو ذڪر ملي ٿو. اروڙ ۽ ملتان سنڌ جي گاديءَ جا هنڌ هئا ۽ جڏهن ملتان تي بہ عربن جو قبضو ٿي ويو تہ ڪشمير جي راجا سنڌ جي راجا ڏاهر جي پاءُ چندرسين کي چڪوال جي رياست شاهاٽي جاءِ پناهہ طور تي ڏني هُئي، جتي ڪلر ڪهار ۾ هن جلاوطن سنڌ حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ اڏيو. سنڌ بلوچستان جي ساحلي پٽي مان سنڌو ماتري تي ٽيل اهو پهريون وڏو حملو هيو جيڪو عربن جي نئين هٿيار منجنيق جي ايجاد سبب ڪامياب ٿيو سمنڊ ذريعي حملي آور ٿيڻ جو مکيہ سبب بہ اهو هيو تہ منجنيق ايتري تہ ڳري هُئي جو اها خشڪي رستي آڻڻ ممڪن نہ هُئي. هيءَ پهرين ڪاهہ هُئي جيڪا ڏکڻ کان اُتر طرف هُئي. جڏهن تہ ان کان اڳ سڪندر يوناني جون فوجون آيون اُتر کان ۽ واپس ڏکڻ کان سمنڊ رستي ويون هيون. انهن سمورن حملن ۽ ڪاهن ۾ سنڌ ۽ پنجاب جا مقامي رهواسي هڪ طرف هيا ۽ ڌاريا حملہ آور ٻئي طرف. تاريخ ۾ پنجاب جو ذڪر چوڏهين صديءَ ۾ ابن بطوطہ جي سفرنامي ۾ ملي ٿو پوءِ باضابطہ ذڪر سورهين صدي ۾ شير شاهہ سوريءَ جي زماني ۾ ملي ٿو جنهن کي پنجاب جو شير خان بہ سڏيو ويو آهي. پر پنجاب جي جديد رياست جو بانيڪار راجا رنجيت سنگهہ آهي، جنهن لاءِ اياز امير لکي ٿو تہ ٻن هزار سالن جي تاريخ ۾ اهو پنجاب جو پهريون خودمختيار پنجابي حڪمران هيو. هند تي انگريزن جي ڪاهہ وقت پنجاب تي راجا رنجيت سنگهہ ۽ سنڌ تي ميرن جي حڪمراني هئي، جيڪي هڪٻئي کي شڪ جي نظر سان ڏسندا هُئا انگريزن سنڌ ۽ پنجاب جي ان بي اعتمادي ۽ نفاق جو خوب فائدو ورتو. سنڌ جي مير حاڪمن انگريزن کي سنڌوءَ جي سفر جي اجازت نٿي ڏني، پوءِ هُنن هڪ چال جي ذريعي سنڌو جي اونهائي ۽ ويڪرائي ماپي ورتي. هنن مهاراجا رنجيت سنگهہ ڏانهن سمنڊ رستي تحفن سان ڀريل جهاز ڏياري موڪليو جنهن ۾ انگريز مئرين انجنيئر ۽ جاسوس بہ سوار هُئا. هن جهاز جو دڳ ميرن ان خوف

ڪان نہ روڪيو تہ متان ان بهاني راجا رنجيت انگريزن سان گڏجي مٿن حملي آور نہ ٿي وڃي. سنڌ جي هڪ سياڻي مهاڻي سنڌو نديءَ ۾ انگريز جهاز ڏسي ان وقت ئي دانهن ڪئي تہ هنن سنڌو جو ڏڳ ڏسي ورتو آهي هاڻي سنڌ اسان جي هٿن مان وئي! هي پهريون پيرو هيو تہ ڪنهن ڌارئي ڪاهہ وقت سنڌ ۽ پنجاب گڏ هُجڻ بدران آمهون سامهون هُئا. اها ئي سنڌ پنجاب تضادن جي شروعات هُئي، جڏهن تہ ان کان اڳ هزارين سالن جي تاريخ ۾ ڪٿي بہ سنڌ پنجاب لڙائي تہ ڇا ڪنهن ننڍي جهيڙي جو بہ ذڪر نٿو ملي. 1843ع ۾ سنڌ تي انگريزن جي قبضي کان پوءِ سنڌ اڳتي هلي بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو بڻجي وئي ۽ 1848ع ۾ پنجاب تي انگريزن جي قبضي کان پوءِ پنجاب برٽش انڊيا جو حصو بڻجي ويو. انگريزن جي منظم ٿورائي ڇڙوڇڙ هندستانين جي گهڻائي تي پنهنجو قبضو مستحڪم ڪرڻ لاءِ انتهائي پيچيدهہ گهڻ رُخيون ۽ ڏور رس پاليسيون ۽ حڪمت عمليون جوڙيون. ايران ۽ اولهہ جي تاريخي ٽڪراءَ کي نظر ۾ رکندي برطانوي حڪومت سنڌ مان ايران جو اثر ختم ڪرڻ لاءِ سنڌ مان فارسي ٻولي جي سرڪاري حيثيت ختم ڪري سنڌي ٻولي کي سرڪاري ٻوليءَ طور رائج ڪيو ان حد تائين جو سنڌ ۾ مقرر ٿيندڙ انگريز عملدارن لاءِ بہ سنڌي سکڻ لازمي قرار ڏنو پر ان جي ابتڙ پنجاب مان پنجابي ۽ سنسڪرت ختم ڪري اُردو ۽ انگريزي ٻولي رائج ڪئي وئي. دهليءَ جي تخت تي پنهنجي قبضي کي مستحڪم رکڻ لاءِ هنن مُغل دوُر جي ڪامورا شاهي کي پنهنجي لاءِ وڌيڪ بهتر ٿي سمجهيو کين جديد تعليم تربيت ۽ حڪمراني جي فن سان آشنا ڪرائڻ لاءِ هنن سر سيد جي اڳواڻي ۾ پهرين آل انڊيا محمدين ايسوسيئيشن قائم ڪئي، ۽ پوءِ ان ذريعي علي ڳڙهہ ڪاليج قائم ڪيو ويو. علي ڳڙهہ جي تعليم يافتہ انگريزن جي وفادار ان ڪاموراشاهيءَ کي مُلڪ پاڪستان جڻ تہ مال غنيمت طور هٿ آيو جنهن کي اڄ بہ هوائين ئي لُٽين ڦرين ٿا.

1905ع ۾ پنجاب ۽ بنگال جي عددي ۽ سياسي طاقت کي مدِنظر رکي انهن کي ورهائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. جيڪو پوءِ 1911ع ۾ مقامي مزاحمت سبب ختم ڪيو ويو پر ان دوران ۾ ان کان پوءِ بنگال ۾ هندو ـ مسلم ۽ پنجاب ۾ هندو سک. مسلم نفاق جو ٻج ڇٽڻ جو ڪم ڪاميابي سان جاري رکيو ويو جنهن جا ڀيانڪ نتيجا 1947ع ۾ ورهاڱي جي فسادن جي صورت ۾ آڏو آيا. هي انساني تاريخ جو انتهائي لَڱ ڪانڊاريندڙ قتلِ عام هيو. نفرت ۽ دشمني جي باهہ بنگال ۽ پنجاب کي رت سان وهنجاري ڇڏيو قتل و غارت ۽ عصمت دري جا دردناڪ داستان رقم ٿيا ۽ انسانيت جو ڪنڌ شرم وچان جُهڪي ويو! پر

انسان جيترو حساس آهي اوترو ئي عجيب ۽ بي خس هستي بہ آهي. جنهن آڙاهہ مان گُذري پنجاب بہ اڄ ٿيو هيو اهڙي ئي آڙاهہ ۾ هن 1971ع ۾ اوير پاڪستان يعني بنگال کي ڌڪيو. 25 سالن جي مُختصر عرصي ۾ بنگال بہ پيرا رت ۽ باهہ جي دريا مان گذريو. بيگناهہ بنگالين جو ايڏو قتلِ عام ويهين صدي جي انساني تاريخ جو وڏو الميو آهي. 1947ع ۾ انگريز ريڊڪلف جي قلم جي ڌار سان پنجاب جو ورهاڱو ٿيو. اولهہ پنجاب کي پاڪستان جي حڪمراني ملي ۽ اوير پنجاب دهلي جو تارو بڻيو ۽ سنڌ کي صرف تاريخ جي بدنصيبي ملي. هڪ نئين غلامي جيڪا انگريزن جي غلاميءَ کان بہ بدتر غلامي هُئي. سنڌ جي جهولي خالي ٿي وئي، قيمتي خزاني ۽ ان جي وارثن کان، دهلي جا نڳ ۽ اولهہ پنجاب جا ڳٽ ڇوڙ بڻيا سنڌ جي اڇي ڪاري جا مالڪ. اِئين سنڌ گهڻ رخي قومي تضاد جو شڪار ٿي، جنهن ۾ سنڌ پنجاب تضاد بُنيادي قومي تضاد جي حيثيت اختيار ڪري ورتي.

جيستائين سنڌو ندي آزاد هئي ۽ ان تي بئراج ۽ ڊيم نہ جُڙيا هئا تہ اها سيني کي آباد ڪندي هُئي ۽ ان جي پاڻي تي ڪنهن جو بہ جهيڙو نہ هو. پر سکر بئراج جي تعمير کان پوءِ پنجاب بہ ان تي بئراج ۽ ڊئم جوڙڻ جي رٿابندي ڪرڻ شروع ڪئي جنهن کي برٽش انڊيا جي سرڪار لغام ڏنو ۽ 1945ع ۾ سنڌ پنجاب پاڻي معاهدو ٿيو جنهن ۾ سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي سڀ کان پهريون حق سنڌ جو تسليم ڪيو ويو. پر پوءِ پاڪستان ٺهڻ بعد پنجاب بي لغام ٿي ويو ۽ پنهنجي من ماني ڪرڻ لڳو. پاڻ کان ڏاڍي هندستان آڏو تہ سندس هڪ نہ هلي باقي سنڌ ۽ بلوچستان کي ڳِڙڪائڻ ۾ تہ هن دير ئي ڪانہ ڪئي. سنڌ طاس معاهدي ۾ هندستان کي پنهنجا ٽي دريا وڪڻي ڇڏيائين ۽ ان جي رقم مان سنڌو تي تربيلا ۽ جهلم تي منگلا ڊئم اڏي پاڻي جي رستا روڪ شروع ڪئي. 1970ع جي ڏهاڪي ۾ وري پٺي کيس چشما جهلم لنڪ ڪئنال جو تحفو پيش ڪيو ائين سنڌي پٺي سنڌ جي حصي جو پاڻي کسي پنجاب کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر پنجاب جي اڄ ان اضافي پاڻيءَ سان نہ لٿي سو پٺي جي رت سان اها اُڃ پوري ڪيائون. تڏهن سنڌ پنجاب تضاد وڏيڪ شدت سان اُڀريو ۽ سنڌ ۾ عوامي سطح تائين پهچي ويو. پٺي جي ڦاهيءَ کان پوءِ سنڌ ۾ پهريون ڀيرو قومي اتفاق راءِ پيدا ٿيو تہ پنجاب جي استحصال کان نجات ماڻڻ ضروري آهي. ٻئي طرف پنجابي اسٽيبلشمينٽ محسوس ڪيو تہ پنجاب جي مفادن جي رکوالي لاءِ عسڪري قوت سان گڏ پنجاب جي سياسي قوت جو ڪنهن پنجابي سياستدان جي قيادت هيٺ منظم ٿيڻ بہ ضروري آهي، تنهن ڪري جنرل ضياالحق جي دؤر ۾ نواز شريف "جاڳ

پنجابي جاڳ“ جي نعري سان اُڀريو. اهو حاڪم قوم جي قومي شاونزم جو ڀرپور اظهار هيو. ان وقت جيئن تہ آمريت خلاف مزاحمت جو علم بينظير جي قيادت ۾ پيپلز پارٽي وٽ هو ۽ پنجاب ۾ پيپلز پارٽيءَ جون جڙون مضبوط هيون، تنهن ڪري 1988ع جي اليڪشن ۾ پيپلز پارٽي سنڌ سان گڏ پنجاب مان پڻ واضح اڪثريت سان کٽيو جنهن جي اڪثريت ۾ آءِ جي آءِ ذريعي اسٽيبلشمينٽ نمايان گهٽتائي آندي، پر بينظير حڪومت جي ناتجربيڪاري، نااهلي ۽ بدعنوانيءَ سبب نواز شريف کي پنجاب ۾ عوامي سطح تي پنهنجا پير پُختا ڪرڻ جو وجهہ مليو. جنهن بي نظير کي اقتدار ۾ آڻڻ لاءِ سنڌ ۽ پنجاب جي جيالن پنهنجا سر قربان ڪيا ۽ يارنهن سالن تائين فوجي آمريت جا ڦٽڪا ۽ جيل ڀوڳيا، تنهن بينظير جي حڪومت جڏهن ٻن سالن جي مختصر عرصي ۾ ختم ڪئي وئي تہ ان خلاف پنجاب توڙي سنڌ مان ڪا عوامي مزاحمت نہ اُڀري! ان جو مُکيہ سبب اهو هيو تہ عوام توڙي جيالن ڏٺو تہ پيپلز پارٽي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ مزاحمت ۽ سُٺي حڪومت بدران مفاهمت ۽ بد عنوانيت جي راهہ تي هلڻ لڳي هئي. بهر حال اقتدار تان لهڻ کان پوءِ بينظير کي بہ لاهور ۽ لاڙڪاڻي جو فرق سمجهہ ۾ اچڻ شروع ٿي ويو. سنڌ پنجاب تضاد جي سياسي اوسر ۾ اها نئين ڪيفيتي تبديلي هُئي جو پاڪستان جي سڀ کان وڏي سياسي پارٽي جنهن جون جڙون سنڌ ۽ پنجاب ۾ هيون. تنهن جي اڳواڻ پاڻ سنڌ پنجاب تضاد جي وجود کي اعلانيا تسليم ڪيو ۽ لاهور ۽ لاڙڪاڻي جي فرق جي صورت ۾ ان جو کليو اظهار پڻ ڪيو. اها واضح ابتدا هُئي، پيپلز پارٽي جي سنڌ ۽ نواز ليگ جي پنجاب جي پارٽي طور اڀرڻ جي. جنهن جو منطقي نتيجو 2013ع جي چونڊن ۾ سڄي دنيا جي آڏو اچي چُڪو آهي. هنن چونڊن جا نتيجا بہ سنڌ پنجاب تضاد جا سياسي مظهر آهن. جنهن جي منطقي نتيجي ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي قومي رياستن جو ظهور اٽل آهي. سنڌو ماٿري جي تاريخي ارتقا جو سفر پڻ سنڌو واس جي قومي رياستن ۽ انهن جي نئين رضاڪارانا الحاق يونين آف انڊس اسٽيٽس يا انڊس يونين جي وجود ۾ اچڻ جو ڏس پتو ڏيئي رهيو آهي.

# بلوچستان جون نياڻيون نماڻيون

"بلوچستان جي نياڻين کي زندهہ ساڙيندڙ باهہ تيستائين نہ وسامندي، جيستائين ان جو سيڪ پنجاب محسوس نہ ڪندو." آخر اهو ظلم ڪيستائين جاري رهندو؟ جهڙي معصوماڻي سوال جي جواب ۾ بيان ڪيل هي هڪ تلخ حقيقت آهي.

ان باهہ ۾ بلوچستان جون نياڻيون تڏهن کان سڙي رهيون آهن. جڏهن خان آف قلات پنهنجي رياست کي پنهنجي وڪيل جي رياست ۾ ضم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ پوءِ 1948ع ۾ فوج ڪشي ذريعي سندس رياست کي پاڪستان ۾ ضم ڪيو ويو. تڏهن اجوڪي بلوچستان جي شناخت اها قلات رياست هئي جنهن جي موجوده شناخت ۽ صوبائي حيثيت 1969ع ۾ ون يونٽ جي خاتمي ۽ ٻين صوبن جي بحالي جي صورت ۾ ملي. بس ۾ لڳل باهہ سيني کي نظر اچي ٿي پر جنگ ۾ لڳل باهہ ڪنهن کي نظر نٿي اچي. هر جنگ ۾ نياڻيون نظر نہ ايندڙ باهہ ۾ ٻي موت مرنديون آهن ۽ سورهيائي جا تمغا ٻنهي طرفن جي مردن کي ملندا آهن ڇو تہ ميدان جنگ ۾ فقط مرد هوندا آهن. عورتن جون قربانيون تہ گهٽو ٽٽو ڪنهن کاتي ۾ ئي نہ هونديون آهن. انهن جو موت ۽ سندن موت کان بہ بدتر زندگي جيڪا جنگ جي صورتحال ۾ جنم وٺندي آهي تنهن کي اڄڪلهہ نئين اصطلاح "ضمني نقصان" (Collateral Damage) سان نوازيو ويو آهي. هي اصطلاح انساني بي حسي جو بدترين شاهڪار آهي يعني باضابطا يا بي ضابطا جنگ دوران جتي بہ عورتون، ٻارڙا ۽ بي گُناهہ ماڻهو ماريا وڃن ٿا يا زخمي ٿي زندگي جو روڳ ٻڌجي وڃن ٿا تن جي دردن تڪليفن ۽ اذيتن ڀري زندگي ڏانهن انتهائي بي حسي وارو رويو اختيار ڪندي چيو وڃي ٿو تہ اهو تہ هر جنگ جو ضمني نقصان هوندو آهي. باقي فائدا تہ اڻ ڪٿ هوندا آهن قومي مفادن جي نالي ۾ جاري اهي وحشي جنگيون ڌرتيءَ جي ڌيئرن لاءِ ڪيتريون اذيتناڪ ثابت ٿين ٿيون تنهن جو گهرو احساس ۽ حقيقي ادراڪ پدري سماج جي حاڪم مردن کي ٻنهہ ڪونهي.

مردانگي بي رحمي ۽ بي حسيءَ جي هيءَ انتها تہ ڏسو تہ بلوچستان جي معصوم نياڻين جي بس کي باهہ ڏيئي اهو تاثر ڏنو پيو وڃي تہ هي انتقام آهي

زيارت ۾ جناح ريذيڊنسي ۾ بم ڌماڪي جو!! هاڻي جهنگلي لشڪرين ۽ سنڌن آقائن کان ڪو پُڇي ته ڇا سنڌن قومي، غيرت۽ مردانگي، بلوچ گوريلن هٿان شڪست کائي چڪي آهي جو هاڻي هو ان شڪست جو انتقام بلوچستان جي نياڻين کي زندهه ساڙي وٺي رهيا آهن آخر هنن معصوم نياڻين کهڙو ڏوهه ڪيو هيو؟ ڇا هو مسلمان نه هيون؟ ڇا هو پاڪستاني نه هيون؟ ڇاهنن پاڪستان ۽ اسلام خلاف بغاوت جو علم بلند ڪيو هيو؟ ڇا هو بلوچستان جي آزادي جي ويڙهه وڙهي رهيون هيون؟ ڇا آمريڪا ۽ ڀارت جون ايجنٽ هيون؟ ڇا لشڪرين جيان هٿيارن ۽ منشيات جي واپار مان ڪرو ڪمائي ڪرائي جون قاتل بڻجي ويون هيون؟ هو جي ڪڏهن ايتريون عقلمند هجن ها ته هنن غيرت مند غازين کي مٿن حملو ڪرڻ جي همت ئي نه ٿئي ها هو معصوم بي گناهه انسانن جو مسلسل قتل عام ان ضمانت تي جاري رکيو ويٺا آهن ته سنڌن وار به ونگو نه ٿيندو! تڏهن ته هو هر وحشي ٿي ڪاروائي کان پوءِ يڪدم اعتراف جرم به ڪيو ڇڏين ۽ شاباس آهي اسان جي پئسن ۽ رت تي پلجندڙ پروفيشنل محافظن ۽ عمراني عقل سياستدانن کي، جيڪي امن مُذاڪرات ۽ ڪُل پارٽي ڪانفرنسون ڪندي ٿڪجن ئي نٿا! لڳي ٿو ته هي سڀ ويچارا سنڌن آڏو بيوس آهن يا وري ڪٿي ائين ته ناهي ته هنن معصوم نياڻين جي قاتلن جا پيرا ڪٽبا ته اُهي سنڌن ئي درن ڏانهن وٺي ويندا ڇو ته سنڌن محلن جا در ۽ دريون به ته مظلومن ۽ مسڪينن جي آهن ۽ سُسڪين جي گواهي ڏين ٿا. ڪنهن کي خبر ناهي ته هي جهنگ پنجاب ۾ واقع آهي، جيڪو پاڪستان جي سول توڙي فوجي اقتدار اعليٰ جو سرچشمو آهي، جيڪو مقامي توڙي بين الاقوامي دهشتگردي جو محفوظ ترين مورچو آهي. ڪراچي، ڪوئيٽا، پشاور فاٽا ۽ قبائلي علائقن ۾ ته وري به ڪنهن نه ڪنهن جي طرفان زميني ۽ آسماني حملا ٿيندا رهن ٿا پر پنجاب جي پاڪ سرزمين تي اوهان ڪڏهن ڪنهن دهشتگرد جي مارجڻ جي خبر ٻڌي آهي؟

حاڪمن ۽ محڪومن جي متضاد صورتحال ڪيڏي نه ڇتي آهي. دهشتگردي سنڌ جو مسئلو آهي، بلوچستان جو مسئلو آهي، گلگت ۽ بلتستان لاءِ ته هاڻي جهڙوڪر حياتي ۽ موت جو مسئلو بڻجي چُڪو آهي پر دهشتگردي پنجاب جو مسئلو ناهي. پنجاب جو مسئلو بجلي جي لوڊشيڊنگ آهي جيڪو آصف زرداريءَ جي عياري ۽ مڪاريءَ جو نتيجو آهي!!! ڏسو پنجاب ڪيڏو نه مظلوم آهي!! باقي بلوچ بدمعاش آهن. پنجاب جي حاڪميت کي چئلينج ٿا ڪن. هو غدار به آهن. ڀارت ۽ آمريڪا کان پئسا ۽ هٿيار وٺي پاڪستان خلاف سازشون ٿا ڪن تنهن ڪري ڪين ڇچريل لاشن جا تحفا ٿا ملن ۽ ڪين

زندهہ ساڙيو پيو وڃي. ايئن ئي سنڌ ۾ سرائي قربان کھاوڙ روپلي چوليائي ۽ نور الله تنيي کي زنده ساڙيو ويو ۽ ائين ئي اسان کي ڳيرو نوجوانن سجاد عباسي ۽ عامر کھاوڙ جا تشدد ٿيل لاش ٿا ملن. ڇا ڪجهي سنڌي ۽ بلوچ تہ آهن ئي پاڪستاني رياست جا پيدائشي غدار. غداريءَ جو ڏوهہ تہ باچا خان بہ گهٽ ڪو نہ ڪيو هيو پوءِ ڇو نہ ان جي ڌرتي پوڳيندي. سچا ۽ پڪا مومن ۽ پاڪستاني تہ هئا ئي پنجابي ۽ مهاجر! سو جڏهن نواز شريف جاڳ پنجاب جاڳ جو نعرو هنيو ۽ الطاف، مهاجر قوميت جو علم بلند ڪيو تہ پوءِ خبر نٿي پئي تہ هاڻي پياري پاڪستان جو نظرياتي علم بردار جماعت اسلاميءَ کان علاوه پيو ڪير آهي جنهن جي باني مولانا مودوديءَ، بانيءَ پاڪستان کي ڪافر عظم جي لقب سان نوازيو هو: هي بہ پاڪستان جي تاريخ جو عجيب الميو آهي تہ جنهن جماعت اسلاميءَ آل انديا مسلم ليگ خلاف نظرياتي جنگ ڪئي تہ اها انگريز سامراج جي وفادار تظيم آهي ۽ هندستان جو ورهاڱو سڀ کان وڌيڪ هندستان جي مُسلمانن لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندو اج اها ساڳي جماعت اسلامي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بلڪل يوٽرن کائي قائداعظم ۽ سندس لفظن ۾ ڪافراعظم جي پاڪستان جي سڀ کان وڏي نظرياتي محافظ بڻجي وئي. جڏهن تہ اصولي طور تي هن کي پنهنجي موقف تي قائم رهندي هند پاڪ جي مسلمانن جي اتحاد ۽ يڪجهتي لاءِ ڪم ڪرڻ گهرجي ها. مسلمان اتحاد لاءِ ڪم ڪرڻ تہ پري رهيو مراڳو جماعت اسلامي برطانيا دشمني ڇڏي آمريڪي غلاميءَ جي واٽ ورتي ۽ ماڳهين پاڪستان جي اندر موجود مذهبي رواداريءَ جي سچي تاڃي پيٽي کي ٽوڙي احمدين خلاف تحريڪ هلائي مذهبي فرقي پرستي جا بنياد وڌا ۽ ٻئي طرف بيگناهہ بنگالين، سنڌين، بلوچن ۽ پشتونن کي غدار قرار ڏيئي پاڪستان جي اڪثريتي عوام خلاف نفرت جو وسيع پئماني تي ٻج ڇٽيو جنهن جي نتيجي ۾ 1971ع ۾ پاڪستان ٽٽي ويو. باقي بچيل پاڪستان ۾ وري جنرل ضيا ان فرقي پرستيءَ جي فصل کي وڌائي وڌ ڪيو جنهن جي ڇانوَ هيٺ اج سمورا لشڪر ۽ طالب پلجي رهيا آهن. هي جماعتي، لشڪري، طالباني، عمراني ۽ ايم ڪيو ايمي قوتون ڪالهہ بہ پاڪستان جي اڪثريتي مسلم عوام ۽ مظلوم قومن جون قاتل هيون ۽ اج بہ سندن ساڳي ڪرت جاري آهي. ڪالهہ هنن احمدين خلاف ڪات ڪهاڙا اُڀا ڪيا هئا، اج هو هزارن ۽ شيعن جو قتل عام ڪري رهيا آهن. ڪالهہ هو آمريڪي بهادرن سان گڏجي روسين خلاف جهاد ڪري رهيا هئا ۽ اج هو چينين سان گڏجي آمريڪي سامراج خلاف جنگ ڪري رهيا آهن پر هر جنگ ۾ مسلم عوام ئي مارجي رهيو آهي ۽ مظلوم قومون ئي نشاني تي آهن!

خبر نٿي پوي تہ هو ڪنهن جي ايجنڊا تي ڪم ڪري رهيا آهن. مسلم عوام جي اتحاد ۽ يڪجهتي واري ايجنڊا تي يا اولهہ جي انسان دُشمن ايجنڊا تي! پر هڪڙي ڳالهہ يقين سان چئي سگهجي ٿي تہ ڪين هر جنگ ۾ هٿيارن ۽ پئسي جي رسد تہ هميشہ اولهہ کان ئي ٿيندي رهي آهي افغانستان ۾ روس خلاف جهاد ۾ آمريڪي ڊالرن ۽ هٿيارن جي حاصلات جو تہ هو سينو تاڻي اعتراف ڪندا رهيا آهن پر هن نام نهاد آمريڪا مُخالف جهاد ۾ ڪين روس ۽ چين طرفان ڪيتري مالي مدد ملي آهي تنهن جو تہ روئڻو هو پاڻ روئن ٿا تہ ڪين چين بہ رڳو ٿلهن آسرن تي راضي رکيو اچي باقي چيني پئسن ڏيڻ ۾ وياج خور واڻين کان بہ وڌيڪ پڪا آهن. پوءِ هي جيڪا هيترن سالن کان ڪين هٿيارن ۽ پئسن جي بي روڪ رسد ٿي رهي آهي سا ڪا آسماني مخلوق ڪري رهي آهي؟ ڪنهن بہ فرد جي ڪردار يا ڪنهن گروهہ ۽ تحريڪ جي اصلي جوهر پرکڻ لاءِ سندن دعوائن تي اعتماد ڪرڻ بدران اهو ڏسڻ گهرجي تہ سندن گُذر سفر ۽ تحريڪ جي آمدنيءَ جو ذريعو ڪهڙو آهي. هر ڪنهن جي اصليت ۽ اصل جوهر جو پتو پاڻهي پئجي ويندو. ”جهڙا ڪانگ، تهڙا ٻچا.“

جنسي ڏاڍ جو شڪار عورت تہ وحشي دوَر کان ئي ٿيندي ٿي رهي پر سندس باقائده غلاميءَ جا بڻ بنياد پدري سماج ۾ پيا ۽ ذاتي ملڪيت جي وجود ۾ اچڻ سان عورت پدري سماج ۾ مرد جي ذاتي ملڪيت بہ بڻجي وئي ۽ ان سان گڏوگڏ اهڙن سماجي، سياسي، ثقافتي ۽ مذهبي فڪرن، فلسفن، قائدن، قانونن ۽ نظامن جنم ورتو جن صدين جي سفر ۾ عورت کي نہ رڳو جسماني ۽ معاشي طور پر ذهني طور بہ مرد جو غلام بڻائي ڇڏيو ۽ عورت خود بہ ان غلاميءَ جي نہ رڳو هيراڪ بڻجي وئي پر ان تي فخر بہ ڪرڻ لڳي ۽ مردن جي آقائي روايتن جي امين بڻجي وئي. پدري سماج ۾ عورت، مردشاهيءَ جي پنجوڙ جو شڪار ايڏو تہ مضبوطيءَ سان ٿئي ٿي جو بانيءَ اسلام بہ عورت کي ايتري آزادي نہ ڏياري سگهيو جيڪا هن چاهي پئي. سيني مذهبن جو گهرو مطالعو ڪندڙ ڪيرن آرمسٽرانگ سوانح حيات ”حضرت محمد ﷺ اسان جي دوَر جو پيغمبر“ ۾ لکي ٿي تہ حضرت محمد ﷺ جڏهن زالن تي هٿ کڻڻ جو منع نامو جاري ڪيو تہ ان جي مخالفت سندس ويجهن اصحابين بہ ڪئي. ان منع نامي تي عمل رڳو ويهين صديءَ جي سرمائيداريءَ ۾ ممڪن ٿيو. ڇو تہ سرمائيداري پنهنجي صنعتي منافعي خاطر عورت کي ذاتي ملڪيت مان ڪڍي اجتماعي ملڪيت بڻائي ٿي ۽ مرد سان گڏ عورت کي بہ محنت جي جنس طور استعمال ڪري ٿي. عورت کي مرد جي برابر انسان جو رُتبو پهريون پيرو ڪميونسٽ فڪر، فلسفي ۽ انقلابي تحريڪن ڏنو پر مڪمل برابري ۽ حقيقي آزادي جو

آدرش اڄ بہ تعبير جو منتظر آهي. اڄ بہ اوير جي عورت مرد هٿان ائين ئي مارون کائيندي رهي ٿي جيئن دؤر جهالت ۾ کائيندي هُئي. قومي غلامي جي دؤر ۾ تہ عورت ٽهائين وڏيڪ عذاب ۾ اذيت جو شڪار بڻجي ٿي ۾ جڏهن سندس مرد بغاوت جو علم بلند ڪري ٿو تہ ڪيس وڃوڙي جو درد ۾ گهر ٻار جو سمورو بوجهہ برداشت ڪرڻو پوي ٿو. بلوچ بغاوتن جي تاريخ تہ سيني کي خبر آهي ۾ بلوچ باغين جي بهادري ۾ سرفوشي جا قصا تہ هر زبان تي آهن پر بلوچ نياڻين جي درد ڪٿا ڪنهن لکي آهي، بلوچ سورمين جي تاريخ جو راوي ڪير آهي؟ شايد ڪو بہ نہ. ٽارچر ڪئمپن جي المناڪ داستانن ۾ معصوم نياڻي زرينہ جو ذڪر تہ ڪڏهن ڪڏهن ٻڌڻ ۾ ايندو آهي پر بلوچ نياڻين جي ظلم سهڻ جا داستان ٻڌي سينسر جوشڪار ٿيو وڃن. ظالم خود تہ پنهنجي ظلمن جا داستان بيان نہ ڪندو پر هتي مظلوم بہ مجبور آهن تہ جي ڪُڇن ٿا تہ سندن عزت تي آنچ ٿي اچي جنهن ڪري "مِٺي بہ ماٺ، مُٺي بہ ماٺ." بلوچ، خاموشيءَ سان پنهنجي عزتن جو پلاند تہ ڪن ٿا پر هي ويچارا هزارا وارا لڳي ٿو تہ انسان ئي ناهن، قرباني جا ٻڪرا آهن! رئيساڻيءَ کي هٽائڻو آهي تہ بہ ڪين قربانيءَ جو ٻڪرو بڻائڻو آهي. مالڪ جي مالڪي کي للڪارڻو آهي، تڏهن بہ ڪين ئي نشانو بڻائڻو آهي. وٽن نہ آهن هٿيار نہ ئي اٿن ڪا سياسي مالڪي. "ڏٻري ڍور تي مڇر بہ گهڻا." هنن هزاروين مٿان مڇر ۾ مڇ سڀ حملي آور آهن ڇو تہ هو سيني لاءِ آسان شڪار آهن. سندن مظلوم عورتون اڃان هڪڙي ماتم مان نڪرن ئي نٿيون تہ مٿان ڪو ٻيو سانحو ڪين ماتم ڪدي ۾ ڏڪي ٿو ڇڏي. ذهين ۾ بهادر ملالا يوسف زئي جي درد ڪٿا تہ اُميد جو روشن ڏيئو بڻجي جڳ ۾ جرڪي ٿي پر بلوچ ۾ هزاروي عورتن جون سموريون درد ڪٿائون انهن ئي تاريڪ راهن ۾ گم ٿي وڃن ٿيون جن ۾ هو ۾ سندن ساٿي ماريا وڃن ٿا. ائين ئي گُمناميءَ جي غار ۾ غرق آهن، سنڌ جي انهن نياڻين جون آهون ۾ دانهون، جن جا ڳڀرو جوان گم ڪري ماريا وڃن ٿا يا ٽارچر ڪئمپن مان معذور ڪري موٽايا وڃن ٿا. "تنهنجو منهنجو رت بہ ساڳيو روح بہ ساڳيو درد بہ ساڳيو".

*(روزاني "جيجل" حيدرآباد، 2 جولاءِ 2013ع)*

# ڏرت ٽري ٽو ڏيھہ تان

”سنڌي مھاجر ڀائي ڀائي، تيسري قوم ڪھان سي آئي!“ ھن شاطرانہ نعري سان آل پاڪستان مھاجر اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن ۽ مھاجر قومي موومينٽ اوڻيھہ سئو اسي جي ابتدائي سالن ۾ پنھنجي عملي سياست جو آغاز ڪن ٿا ۽ سنڌي قوم پرستن ڏانھن دوستيءَ جو ھٿ وڌائين ٿا جن جي سرواڻي سائين جي ايم سيد ڪري ٿو ۽ جيڪو ھن سڏ جي مُثبت موٽ ڏئي ٿو. ھي نظريئہ ضرورت جو دؤر ھيو. ايم آرڊي تحريڪ ۾ سنڌي قوم جي مزاحمتي سگھہ جا نظارا پسي ۽ پنجاب مان ”جاڳ پنجابي جاڳ“ جا نعرا ٻڌي مھاجرن کي پاڪستان قومپرستيءَ جو زوال صاف نظر اچي ويو ۽ ھو پنھنجي نئين شناخت ڳولڻ لڳا. پاڪستان ٺھڻ ڪان وٺي مھاجر ۽ پنجابي حڪمران نظريہِ پاڪستان جا سڀ ڪان وڏا چيمپئن بڻجي ويا ھُئا. کين سڀ ڪان وڏو خطرو اوڀر پاڪستان جي بنگالين ڪان محسوس ٿيندو ھيو جن کي ھنن 1971ع ۾ غدار قرار ڏيئي پاڪستانيت ڪان پاڪ ڪري ڇڏي ھاٿي کين ڪنھن ڪان بہ اُلڪو نہ ٿي محسوس ٿيو. بلوچن جي آبادي ھُئي گھٽ ۽ سندن بغاوتن جو پنجاب ۽ ڪراچي جي معيشت تي ڪو بہ اثر نہ ٿي پيو جنھن ڪري بلوچ قومي تحريڪ کي بيرحميءَ سان ڪچلڻ ۾ کين ڪڏھن بہ ڪا ھٻڪ محسوس نہ ٿي آھي. ايوب دؤر ڪان وٺي پشتونن کي بہ اقتدار ۾ حصو پتي ملڻ لڳو ھو جنھن جي نتيجي ۾ جي. ايم. سيد مھاجر پنجابي، پٺاڻ مستقل مفادن خلاف مزاحمت ڪرڻ جو ستر جي ڏھاڪي ۾ سڏ ڏنو. پيپلز پارٽي جي اقتدار ۾ اچڻ سان مھاجر حڪمرانن کي پھريون ڀيرو پنھنجو اقتدار بہ طرفي خطري جي زد ۾ نظر آيو. اندروني طور 1951ع ۾ راولپنڊيءَ ۾ لياقت علي خان جي قتل ڪان وٺي مھاجر پنجابي ڇڪتاڻ تہ موجود ھُئي، پر ٻنھي کي سنڌين جي طرفان ڪو خطرو محسوس نہ پئي ٿيو ۽ سٺ جي ڏھاڪي ۾ پٺاڻن کي حصيدار بڻائي انھن اوڀھ پاڪستان ۾ طاقت جو توازن مڪمل طور پنھنجي حق ۾ ڪري ورتو ھيو جتي سنڌي ۽ بلوچ بلڪل نڌڻڪي حالت ۾ ھئا. بنگال جي سياسي طاقت کي منھن ڏيڻ لاءِ جڏن اسٽئبلشمينٽ پٽي جي قيادت ۾ پيپلز پارٽيءَ کي اولھہ پاڪستان جي مضبوط ۽ مقبول ترين سياسي مدمقابل طور سامھون آندو

تہ مهاجر دانشورن ۾ حاڪم حلقن ۾ ڳَٽَتيءَ جي لهر ڊوڙي وئي. پيپلز پارٽي جيئن تہ خصوصي طور سنڌ ۾ پنجابي عوام جي نمائنده سياسي قوت طور ابري ۾ پوري طاقت سان اقتدار تي قابض ٿي وئي تنهنڪري پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو مهاجرن کي اقتدار اعليٰ کان "بيگانگي جو احساس" اُڀريو جنهن کي 1972ع ۾ ٻوليءَ وارن فسادن شديد ڪري ڇڏيو. ٻئي جيتوڻيڪ فوراً سنڌن آڏو گوڏا کوڙيندي سنڌ کي عملاً ٻہ لساني صوبو ٺاهي ڇڏيو پر مهاجر آباديءَ ۾ پنهنجي نئين شناخت جي جستجو شروع ٿي وئي. ان وقت سنڌن وڏي اڪثريت مذهبي تنظيمن جماعت اسلامي ۾ مولانا شاه احمد نوراني جي جميعت علماء پاڪستان جي پيروڪار ٺَهيل هُئي پر پوءِ بہ مهاجر آباديءَ جو هڪ چڱو خاصو حصو انجمن ترقي پسند مصنفين، ڪميونسٽ پارٽي، پيپلز پارٽي ۾ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن وغيره سان لاڳاپيل هيو ۾ اين ايس ايف تہ ڪراچي جي سمورن تعليمي ادارن ۾ جيئي سنڌ. بي ايس او ۾ پختون اسٽوڊنٽس سان گڏجي جميعت طلباءِ اسلام جو مقابلو ڪري رهي هُئي، ۾ گڏوگڏ معراج محمد خان، منهاج برنا، جمال نقوي وغيره پڻ سياسي ميدان تي رجعت پسند مذهبي قوتن سان مدمقابل هئا. تڏهن ڪراچيءَ اندر بنيادي ٽڪراءُ ترقي پسند ۾ رجعت پسند قوتن جي وچ ۾ هيو پر ايم ڪيو ايم جي سگهاري ٿيڻ سان اهي سڀ قوتون پس منظر ۾ هليون ويون ۾ مهاجر آبادي، مهاجر قوميت جي سحر ۾ ڦاسي مڪمل طور ايم ڪيو ايم جي تسلط هيٺ اچي وئي. ايم ڪيو ايم جا بنياد الطاف حسين ڪراچي يونيورسٽي ۾ شاگرديءَ واري زماني ۾ وڌا. 11 جون 1978ع تي شاگردن جي هڪ ننڍي گروه الطاف حسين جي اڳواڻي ۾ آل پاڪستان مهاجر اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جا بُنياد وڌا، جنهن کي اختر حسين رضوي ۾ ڪُجهه ٻين مهاجر دانشورن جو آشيرواد مليو. ان کي فوري طور تي تہ ڪا خاص موٽ نہ ملي بلڪ الطاف حسين کي مار ڏيئي جماعتي شاگردن ڀڄائي ڪڍيو ۾ الطاف مايوس ٿي آمريڪا ۾ وڃي ٽيڪسي هلائڻ لڳو. سندس ياڳ جو ڪٽو تڏهن کُليو جڏهن ايم آر ڊي تحريڪ کان پوءِ اسٽيبلشمينٽ سنڌ جي قومي تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ دهشتگردي ۾ ڊاڙيل ڪلچر کي پروان چڙهائڻ جو فيصلو ڪيو. سڀ کان پهرين معراج محمد خان کي چيو ويو تہ هو مهاجر قوميت جو علمبردار بڻجي مهاجرن جي واحد نمائنده جماعت جو اڳواڻ بڻجي ۾ سنڌن ڪم ڪري پر معراج محمد خان هيو بااصول اڳواڻ، سو هن صاف انڪار ڪري ڇڏيو. جنهن کانپوءِ نظر ڪرم الطاف حسين تي پئي، جنهن جي جڻ تہ الله ٻڌي. ان ئي زماني ۾ مشهور صحافي ڪرسٽنالئمب پنهنجي مشهور ڪتاب "الله جي انتظار

۾“ لکيو تہ پاڪستان کي ٽرپل اي يعني الله آمريڪا ۽ آرمي هلائي رهي هُئي، جنهن تي پنهنجي مخصوص طنزيہ انداز ۾ تبصرو ڪندي سابق گورنر سلمان تاثير چيو تہ هاڻي پاڪستان کي ٽرپل اي جي بدران ٽرپل جي يعني جج، جنرل ۽ جرنلسٽ هلائي رهيا آهن. سو جيڪڏهن اهو سچ آهي يعني الله ۽ آمريڪا پاڪستان کان رُسي ويا آهن تہ پوءِ سنڌي ۾ پهاڪو آهي تہ، ”رب رُسي مت کسي.“

هاڻي الطاف ڀائي ڏانهون ٿو ڪري تہ لوڪل ۽ بين الاقوامي اسٽئبلشمينٽ سنڌس خلاف سازشون ڪري رهيون آهن. يعني آمريڪا ۽ آرمي هاڻي سنڌس پرڄهلا ٽيڻ بدران سنڌس پيرن هيٺان زمين کسڪائي رهيا آهن ۽ ڪيس جنت الفردوس جهڙي پناهہ گاهہ ميسر ڪندڙ برطانيا وري سنڌس ڳچيءَ ۾ رسو وجهي ڇڏيو آهي. باقي رَبُ الطاف ڀائي کان لڳي ٿو ان وقت ئي رُسي چُڪو هُيو جڏهن هن پردا نہ اُٺائو جهڙا ڪلاسڪ گيت ڳائڻ شروع ڪيا. جن جي تال اچي تين تلوار تي ٽُٽي. ايم ڪيو ايم جي پاڪستان سان محبت جي تار تہ اُن وقت ئي مُڪمل طور ٽُٽي چڪي هُئي، جڏهن هنن پنهنجي ئي بقول پاڪستان جي سڀ کان وڏي دُشمن ۽ سنڌن ابن ڏاڏن جي جنم ڀومي هندستان ۾ وڃي پاڪ آرمي خلاف هٿياربند ويڙهہ ڪرڻ جي تربيت ورتي جنهن جو سڀ سوڌو ثبوت اجمل پهاڙيءَ جي روپ ۾ اڄ بہ ايجنسين جي هٿن ۾ محفوظ آهي. پاڪستان خلاف بين الاقوامي اسٽيبلشمينٽ سان ڳٺ جوڙ جو ثبوت تہ بي بي سي جي نيوز نائيٽ پروگرام ۾ ان خط جي سرڪاري تصديق جي ذريعي پيش ڪيو ويو آهي جنهن جو انڪشاف ذوالفقار مرزا ڪيو هيو. جنهن ۾ الطاف ڀائي برطانيا معرفت آمريڪا کي پنهنجي طرفان سڄي سنڌ ۾ جاسوسي ڪرڻ جون خدمتون پيش ڪيون هيون جنهن جي موٽ ۾ سنڌ حڪومت ۾ حصو پتي گهريو ويو. جيڪو کين مليو. بي بي سي طرفان ان خط جي سرڪاري تصديق ۽ الطاف ڀائي خلاف وٺ پڪڙ ثابت ڪري ٿي تہ لوڪل، بين الاقوامي اسٽئبلشمينٽ ۽ الطاف حسين جو اهو معاهدو هاڻي پنهنجو مدو پورو ڪري برطانوي آرڪائيو جي زينت بڻجي چڪو آهي. اهڙي ئي زينت جا ٽڪرا ڳيان هلي خبرن جي زينت بڻبا آهن. پر سرڪاري تصديق شده آرڪائيو فقط تڏهن خبرن جي زينت بڻبا آهن جڏهن کين اها پڪ ٿي چڪي هوندي آهي، تہ هاڻي اهي بس وسريل تاريخ جو ورق بڻجي ويندا.

اهڙي صورتحال ۾ نہ ڳو ايم ڪيو ايم پر مهاجر آبادي بہ سخت ڏڌتر ۽ پريشانيءَ جو شڪار آهي. ايم ڪيو ايم کي پنهنجو سمورو وجود ختم ٿيندي نظر اچي ٿو. سنڌس آخري سهارو آصف زرداري بہ پنهنجو سر بچائڻ ۾ پورو

آهي، جنهن کي بہ بلاول شيخ جي قتل سان ڳاڙهي بتي ڏيکاري وئي آهي. پيپلز پارٽي گهٽا هٽ پير هنيا آهن، تہ من ايم ڪيو ايم سنڌس حڪومت ۾ شامل ٿئي ۽ الطاف حسين بہ ريفرنڊم جو ڊرامو رچائي سنڌ حڪومت ۾ وري حصو پتي ونڻ لاءِ بلڪل تيار ٿي ويو هيو پر "بندي جي من ۾ هڪڙي، الله جي من ۾ ٻي." عين شموليت جي موقعي تي الطاف پائي کي سنڌس ويجهي ساٿي ساجد قريشي ۽ سنڌس پٽ جي لاشن جا تحفا موڪلي پيغام ڏنو ويو.

کين نئون همسفر عمران خان هاڻي ملي ويو آهي، جنهن تي في الحال لڳي ٿو تہ رب بہ راضي آهي جنهن اشارو ڏنو آهي تہ "جنهن کي رب رکي، تنهن کي ڪير چکي." سو عمران خان پنهنجي ريڙهہ جي هڏي نيڪ ڪرائڻ سان گڏوگڏ ڪراچي جي نئين سياسي ريڙهہ جي هڏي بہ ٽرانسپلانٽ ڪرائڻ لنڊن پهچي چڪو آهي. مٿان آصف زرداري بہ نئين اين آر او جي اُميد سان لنڊن جو خالص نجي دورو ڪري رهيو آهي. خدا خير ڪري، خبر ناهي ڪيستائين اسان جي قسمتن جا فيصلا ڪنهن نہ ڪنهن لنڊن پلان تحت ٿيندا رهندا. اسين مسڪين ماڻهو تہ انڌي بجي ۾ خوش، وانگر في الحال ڪڳيون پيا هڻون تہ بلا مُئي چڳي. پر اها خبر ڪنهن کي ڪونهي تہ نئين بلا ڪهڙي مٿي ۾ لڳندي. لڳي ائين ٿو تہ نئين مصيبت سنڌ جي ورهاڱي جي سياسي ايجنڊا تي ڪم ڪرڻ بدران سنڌ کي پنجاب جي نئين بينڪيت بڻائڻ جي ايجنڊا تي ڪم ڪندي ۽ اڌ مُئي ايم ڪيم ايم ڪنهن نہ ڪنهن شڪل ۾ ساڻن ان ايجنڊا ۾ بہ شراڪت داري ڪرڻ جي ڪوشش ضرور ڪندي.

ايم ڪيو ايم جي نازن نخرن ۽ ڏاڍاين مهاجر آباديءَ کي بہ ڪافي بيزار ڪيو آهي جنهن جو اظهار عمران خان جي تحريڪ انصاف کي مليل لکين ووٽن ذريعي ٿيو آهي. حالانڪ عمران خان ڪراچي، حيدرآباد ۾ ڪا خاص اليڪشن ورڪ بہ نہ ڪئي هئي. جنهن جو صاف مطلب آهي تہ هاڻي مهاجر آباديءَ جو ڪافي حصو متبادل جي تلاش ۾ آهي جنهن خود روطور پي ٽي آءِ کي ووٽ ڏنا آهن. جنهن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ پنهنجي پيرن هيٺيان زمين ايم ڪيو ايم پاڻ پنهنجي افعالن ذريعي ڪڍي ورتي آهي ۽ مقامي ۽ بين الاقومي اسٽيبلشمينٽ بہ ڏسي ورتو آهي تہ ايم ڪيو ايم هاڻي مهاجرن جي واحد [illegible] جماعت رڳو ڏنڊي جي زور تي آهي. جيڪڏهن ايم ڪيو ايم جي ڏنڊي کي هنن چونڊ ۾ لغام ڏنو وڃي ها تہ ايم ڪيو ايم جي سياسي شڪست اٽتر هُئي پر بهرحال ظاهري فتح جي باوجود اصل نتيجا تہ سيني جي آڏو اچي چُڪا آهن. هاڻي برطانيہ ۾ جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو آهي، اهو انهن اصلي نتيجن جو نتيجو آهي. يعني ڪرٽي تهڙي پرٽي.

سنڌ جي سنڌي توڙي مهاجر آبادي هاڻي تاريخ جي نئين فيصلا ڪن موڙ تي پهچي چُڪي آهي. سنڌ تان پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم جو سياسي تسلط ٽٽي رهيو آهي۽ سنڌ نون مسيحائن لاءِ واجهائي رهي آهي. سياسي منظر تي نظر ايندڙ سمورين قوتن پنهنجي نااهليءَ جو ڀرپور مظاهرو ڪيو آهي ۽ توهين اسين سڀ ڄاڻون ٿا تہ مهاجر آباديءَ، جنهن عمران خان جي جهولي ۾ پنهنجا لکين ووٽ وڌا آهن اهو کهڙي باغ جي موري آهي. مهاجرن جو الميو اهو آهي تہ پنهنجو وطن وڃائڻ کان پوءِ هو سنڌ جي مالِ غنيمت ۾ سنڌ جي اقتدارِ اعليٰ جا شراڪت دار تہ ٿيا پر سنڌ ۽ سنڌي قوم سان نہ جُڙڻ ڪري ڪٿان جا بہ نہ رهيا آهن. پاڪستان بڻجڻ وقت هنن نٿي ڄاتو تہ پاڪستاني قوم جي تصور کي بنگالي ايترو جلدي للڪاري ان ڦوڪٽي مان هوا ڪڍي ڇڏيندا. هنن سمجهيو تہ بنگالي آهن هندن جي اثر هيٺ سو ڪين الڳ ڪنداسين تہ باقي پاڪستاني وچي بچندا پريُتي جي اقتدار تي نظر وڌائون تہ هر طرف ڪين پنجابي ۽ سنڌي نظر اچڻ لڳا ۽ پوءِ پاڻ کان پُڇڻ لڳا تہ "ڀائي هم ڪيا هين؟" تڏهن مهاجر دانشورن الطاف ڀائي کي ٻُڌايو تہ "هم مهاجر هين. هم الگ قوميت هين اور الگ وطن مهاجرستان همارا حق هي." تڏهن کان هو هن سراب پويان ڊوڙي رهيا آهن. 'متحده' ۽ 'اردو ڳالهائيندڙ سنڌي' ٻوڪي جون ديوارون آهن. هو پاڻ کي بہ نڳين ٿا ۽ اسان کي بہ. ساڳيو ئي سنڌي هجڻ جو ڊرامو ڪندي پنجابي شاگردن بہ نيوسنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جوڙي هئي جنهن جون سنڌ ۾ ڪيل سنڌين سان مهربانيون بہ ڪنهن کان ڳجهيون نہ آهن. پر اسان وري بہ ساڻن گڏجي پنجاب کي شڪست ڏيڻ جا خواب لهندي ڪين سنڌي ڪرڻ جا جتن پيا ڪريون. هنن تہ متحده ۽ اردو ڳالهائيندڙ سنڌي بڻجڻ جي حڪمت عملي ان ئي مقامي ۽ بين الاقوامي اسٽيبلشمينٽ کي راضي رکڻ جي چڪر ۾ قبول ڪئي هئي جن تي هاڻي هو آگريون کٽي رهيا آهن. حڪمت عملي طور تہ مهاجر قومي موومينٽ بدلجي متحده قومي مومينٽ نالي ماتر ضرور ٿي پر هنن پنهنجو اصل جوهر ڪڏهن بہ منظر تان گم ٿيڻ نہ ڏنو. سنڌي ٻڌجي بہ هو سنڌ ۽ سنڌين سان جُڙڻ بدران سنڌن اقتدار اعليٰ تي مڪمل قبضي جا خواب ڏسندا رهيا آهن. اسان بہ وري انتهائي سادگيءَ جو مظاهرو ڪندي اُميد ڪندا رهيا آهيون تہ ڪين رهڻو تہ سنڌ ۾ ئي آهي سو يقيناً ڪين سنڌي بڻجڻو ئي پوندو ۽ هاڻي جڏهن هو پاڻ کي سنڌي تسليم ڪري رهيا آهن تہ اسان سنڌن نيت تي شڪ ڇو ڪريون؟ ۽ ائين جيڪو ايم ڪيو ايم جي مخالفت ٿو ڪري ۽ سنڌن اصل ايجنڊا ڏانهن اشارو ٿو ڪري تہ جهڙوڪر پنجاب جو ايجنٽ ٿيو پوي! "ڪاڏي منهن مريم جو ڪاڏي تنبو الهيارا!" اسين

تاريخ جو اهو سڌو سادو سبق سکڻ لاءِ تيار ئي ناهيون ته حاڪم ڪڏهن به محڪومن منجهه ضم ناهن ٿيندا. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي مهاجر اقتدارِ اعليٰ جو ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ حصو ضرور رهيا آهن. جنهن ڪري هنن جا معاشي، سياسي، ذهني ۽ جذباتي طور جُڙڻ جي ڪڏهن به ڪوشش نه ڪئي آهي. سندن سموريون بيان بازيون سندن نظر ۾ بيوقوفن کي اڃان وڌيڪ بيوقوف بنائڻ کان سواءِ ڪجهه به ناهن. اڄ به سندن آئيڊيل مهاجرستان جو قيام آهي پر مهاجر آبادي جو جيڪو حصو اها حقيقت سمجهي ويو آهي ته ائين ٿيڻ ممڪن ناهي اهو سنڌ ۽ سنڌين سان حقيقي طور جڙڻ جي ضرورت کي اُجاگر ڪري رهيو آهي ۽ اسان کي ان ئي سوچ جي حوصله افزائي ڪرڻ گهرجي.

*(روزاني "جيجل" حيدرآباد، 14 جولاءِ 2013ع)*

# نئين المئي جو شڪار لياريءَ جا لال

"سنڌي قومپرست خاموش ڇو آهن؟" ڪڇين جي همدردي ۾ واڳونءَ وارا ڳوڙها ڳاڙيندي ايم ڪيو ايم جا اڳواڻ ڪڇي - بلوچ جهيڙي جي باهه نه پڙڪڻ سبب پريشان ٿي ڪُجهه وقت اڳ تائين اهو سوال ڪري رهيا هئا ۽ ڏسندي ئي ڏسندي سڄي اردو ميڊيا ڪڇين تي ظلمن جا داستان بيان ڪرڻ لڳي. ايئن اردو ميڊيا راتو رات سنڌي دوست ميڊيا بڻجي وئي آهي!

جڏهن ته سنڌ جا سڄڻ سخت پريشانيءَ جي عالم ۾ هڪ ٻئي کان پُڇي رهيا آهن ته آخر سنڌ کي وري ڪهڙي ڏبڻ ڏانهن ڌڪيو پيو وڃي؟ لياري جا لال ته سڀ سنڌي آهن. هي ڪڇي بلوچ سياست ڇو پئي چمڪائي وڃي؟ سنڌي بروچ جو جهيڙو ڇا جو؟ ڪٿي سڄي سنڌ ۽ خاص طور تي ڪراچي جي سنڌي آباديءَ کي سنڌي بلوچ تضاد ۾ الجهائي سنڌي قوم جي سڄي تاجي پيٽي کي 1947ع وانگر تباهه ڪرڻ جي ڪوشش ته نه ٿي رهي آهي؟

جڏهن ڪابه قوم غلاميءَ جي غلاظت ۾ ڦاسي پوندي آهي ته حاڪم قوت محڪومن منجهان ئي پنهنجا دلال پيدا ڪري ڪانئن پنهنجي قوم کي تباهه ڪرڻ ۽ قوم ۾ موجود مائن تضادن تي تيل ڇڙڪائي انهن کي باهه جو ڀنڀٽ بڻائي ڇڏيندي آهي. پوءِ جذبات جي وهڪري ۾ وهي ڪيترا سچا ۽ مخلص ماڻهو به اُن باهه کي وسائڻ بدران ٻرندي تي تيل ڇڙڪائڻ جو ڪم ڪندا آهن. برطانوي غلامي جي دؤر ۾ اسان اهڙي ئي الميي جو شڪار ٿيا هئاسون. برطانوي سرڪار جڏهن سڄي هندستان ۾ هندو مسلم تضادن تي تيل ڇڙڪائڻ شروع ڪيو ته سائين جي. ايم. سيد به شروعات ۾ ان سازش کي نه سمجهي سگهيو ۽ سنڌ ۾ مسلم ليگ جا بنياد مضبوط ڪيائين. جنهن جو پڇتاءُ سائين کي مرڻ گهڙي تائين رهيو. اڄ وري سنڌ کي نئين سازش تحت سنڌي بلوچ تضادن جي ڏبڻ ڏانهن ڌڪيو پيو وڃي. نفرت جو نئون ڀنڀٽ پڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي ته جيئن سنڌ جي قومي هڏي جون تارون ٽٽي پون ۽ خاص طور ڪراچي ۾ سنڌين جي وڏنڌڙ سياسي سگهه کي ڪڇيءَ ۾ ئي ٻنجوا ڇي وڃي.

دراصل آزادي مارچ ۾ لکين سنڌين جي اجتماع سيني سنڌ دُشمن قوتن کي ڇرڪائي ڇڏيو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ سڀ کان پهريان ان جرم جو

ارتڪاب ڪندڙ جسقم اڳواڻ بشير خان قريشي ڪي شهادت جو جام پياريو ويو. پوءِ منظم منصوبابنديءَ سان ڪراچي جي سنڌي آبادين ۾ ڏوهاري ٽولن کي سگهارو ڪري سياسي عمل ۽ جدوجهد کي ڪمزور ڪيو ويو. ڪرائيم ۽ ڪرپشن جي سرپرست زرداري مرزا ٽولي پهريان ان سلسلي ۾ سڀ کان وڏي چڙهي ڪردار ڪردار ادا ڪيو. پنهنجي روايتي سياست جي راند ڪندي آصف زرداري هڪ طرف ايم ڪيو ايم کي حڪومت ۾ شامل ڪري سياسي سگهه بخشي ۽ ٻئي پاسي تڏهوڪي وفاقي گهرو وزير ۽ پنهنجي دل گهرئي دوست جي معرفت سيني ڏوهاري ٽولن جي سرپرستي ڪندي پيپلز امن ڪاميٽي جي معرفت ايم ڪيو ايم جي ڀتاخوري تي هڪ هٿي کي چئليج ڪيو. ايم ڪيو ايم جي ستايل اسان جي نادان دوستن ان ٽولي جي اهڙي خطرناڪ حڪمت عمليءَ کي پهريائين ساراهڻ شروع ڪيو ته ڏسو زرداري ڪيڏو نه شاطر آهي، ايم ڪيو ايم کي حڪومت ۾ به رکيو ويٺو آهيءِ ڪين پيپلز امن ڪاميٽي ذريعي ڏينهن جا تارا به ڏيکاري رهيو آهي. پر ڪيترن سمجهو ماڻهن ته ان وقت ئي دانهڻ شروع ڪيو ته اها سنڌي ماڻهن جي ٻچي ۾ نئين سرڪڻ وڏي پئي وڃي ۽ اها حقيقت ان وقت سچ ثابت ٿيڻ لڳي جڏهن پيپلز امن ڪاميٽيءَ جي ڀتاخوري جي باهه ڪراچي جي سنڌي آبادين کي به پنهنجي لپيٽ ۾ وٺڻ شروع ڪيو. دهلي جي ٻگن کي ته جڻ سنهري موقعو ملي ويو. هنن اردو ميڊيا جي مدد سان پنهنجي ڪڌن ڪرتوتن تان ڌيان هٽائي سڄي رياستي مشينري کي لياريءَ تي مرڪوز ڪري ڇڏيو. لياريءَ جي عوام خلاف آپريشن جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو. لياريءَ جي ماڻهن کي سنڌي هجڻ ۽ پٽن جي متوالن هجڻ جي سزا ڏيڻ جو رياستي مشينريءَ کي پيپلز پارٽيءَ پاڻ ئي موقعو فراهم ڪري ڇڏيو! سياسي عمل کي ڪمزور ڪرڻ ۽ ڏوهاري سرگرمين کي هٿي ڏيڻ جو اهو منطقي انجام هو. آصف زرداري جي قيادت ۾ پيپلز پارٽي جو سڄو طرز عمل اهڙو ئي رهيو آهي. جنهن ڪري اڄ پيپلز پارٽي جي سياسي سگهه به جهڙوڪر ختم ٿي وڃي آهي. جيڪا هوءَ هاڻي هٿن سان وڃائي پيرن سان ڳولهي رهي آهي. جيستائين پيپلز پارٽي جو سياسي عمل سگهارو هو تيستائين لياري جا لال پاڻ به محفوظ هئا ۽ پٽن جا به مضبوط ترين محافظ هئا. تڏهن ته لياري جي جانثارن کي بينظير سان گڏ راولپنڊي پهچڻ ئي نه ڏنو ويو. ته ڪٿي بينظير کي مارڻ واري رٿا لياري جي جانثارن جي موجودگي ۾ ناڪام نه ٿي وڃي. ڏوهاري سرگرمين کي هٿي ڏيڻ جو انجام گهڻ طرفي تباهيءَ جي صورت ۾ اڄ به سيني جي اکين آڏو آهي. لاڏلن اتحادين جي فرمائشي پروگرامن تحت جڏهن لياري جي عوام خلاف رياستي

آپريشن شروع ڪيا ويا تہ اندروني اختلاف ابرڻ اٽتر تي پيا ۽ پوءِ ايجنسين جي راند بہ شروع ٿي وئي. جڏهن ڪنهن جو پنڌ ڪٿائٽو هوندو آهي تہ پهرئين سندس همسفر ورغلايا ويندا آهن.

پنڌي ڪي ڪمزور ڪرڻ لاءِ پهرين پنڌي ۽ ڪر ۾ بدگمانيون پيدا ڪري سنڌن راهون الڳ ڪرايون ويون هتي ساڳي ڪار زرداري ۽ ذوالفقار مرزا سان ڪئي هئي. اڄ ٻنهي جا ٽپڙ ٽيشن تي آهن.

لياريءَ تي بہ هاڻي پيپلز پارٽي جو راڄ نالي ماتر وڃي رهيو آهي. لياري ۾ هاڻي پيپلز پارٽي جهڙوڪر پيپلز امن ڪاميٽي وٽ يرغمال بڻيل آهي. ۽ پيپلز امن ڪاميٽي وري ايم ڪيو ايم لاءِ جهڙوڪر سٽيو گرهہ بڻيل آهي جنهن ڪي ڳڙڪائڻو ناهي پر اچلائي اچلائي دنيا ڪي ڏيکارڻو آهي تہ ڏسو ڏسو ڪراچي جي امن جا اصل دشمن! ڪالهہ مهاجرن ڪي ماريائون اڄ ڪڇي سنڌين ڪي ٿا مارين! هو هڪ تير سان ٻہ شڪار ٿا ڪن. هڪ پاسي پنهنجين سرگرمين تان ڌيان هٽرائي لياري ۾ سنڌين ڪي ٿي ڏوهاري سرگرمين جو مرڪز ثابت ٿا ڪن ۽ ٻئي طرف سنڌين جا سڄڻ بڻجي ڪڇين جا پرجهلا ٿا ٿين تہ جيئن سنڌين جي وچ ۾ پيل اها ڪڇي بلوچ ڇڪتاڻ وڏي وڻ ٿئي ۽ هو پاڻ ۾ وڙهي تباهہ ٿين. اردو ميڊيا تي پيش ٿيل ڪڇين جي ان لڏپلاڻ جا منظر بہ ڪجهہ اهڙا آهن جهڙا ڪجهہ ، ت اڳ اردو ميڊيا تي هندن جي لڏپلاڻ جا منظر نظر آيا هئا. بدامنيءَ سبب سنڌي هندن جي هندستان ڏانهن لڏپلاڻ جو سلسلو هڪ حقيقت آهي پر ، نڌي هندن جي ان طرح لڏپلاڻ جا منظر پيش ڪرڻ هڪ سياسي ايجنڊا جو حصو هيو. حقيقت هيءَ آهي تہ سنڌي هندو ڪٽنب اجتماعي طور لڏپلاڻ ناهن ڪندا پر جنهن ڪٽنب جو ارادو لڏڻ جو ٿيندو آهي تہ اهو پهريائين پنهنجي ڪنهن هڪ اڌ ياتيءَ کي هندستان موڪليندو آهي جيڪو اتي پنهنجي سڄي گهر ڪي لڏائي آڻڻ جي تياري ڪندو آهي. اهڙي ريت بسن ۽ ريلن ۾ هندن جا ڪٽنب مذهبي ياترائن تي ويندا آهن نہ ڪي لڏپلاڻ ڪندا آهن. اهڙن ياترائن ذريعي سموري قافلي مان ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ گهر رڳو لڏڻ جي نيت سان ويندا آهن ۽ اهو سلسلو ڪافي سالن کان جاري آهي پر هڪڙي خاص موقعي تي اردو ميڊيا ۽ ايم ڪ يو ايم سنڌي هندن جي وڏي همدرد بڻجي وئي هئي، جيئن اڄڪلهہ هو ڪڇي سنڌين جي علمبردار بڻجي وئي آهي.

ايم ڪيو ايم کي اميد هئي تہ سنڌي قومپرست ۽ يڪدم ڪڇين جي حمايت ۾ پيپلز امن ڪاميٽي خلاف جدوجهد ۾ اچي سنڌن ساٿ ڏيندا ڇو تہ ويجهي ماضي ۾ اهي پيپلز امن ڪاميٽي جي ظلم جو شڪار ٿيل آهن. پر

سنڌن اميدن جي ابتڙ سنڌي قوم پرستن بردباريءَ جو مظاهرو ڪندي پهرين ته سموري معاملي کي سمجهڻ تي ڌيان ڏنو ۽ پوءِ جسقم سڀ کان وڏي بردباريءَ جو مظاهرو ڪندي قومي ٻڌي خاطر منٿ ميڙ قافلي ذريعي سنڌي اديبن ۽ دانشورن کي ساڻ ڪري ڪچي رابطا ڪاميٽي ۽ پيپلز امن ڪاميٽي کي ٺاهه ڪرڻ تي راضي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو جيڪو ٿي سڀ کان وڏيڪ سنڌ دوست قدم آهي. پيپلز پارٽي به سڀ ڪجهه وڃائي هاڻي هٺ پير هٽي پئي پر گهٽ ۾ گهٽ اهو صاف نظر اچي ٿو ته پيپلز پارٽي به ان چڪتاڻ کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي جيڪا نهايت ئي چڱي ڳالهه آهي. پر پيپلز پارٽي وري به پنهنجي ٻڏندڙ ٻيڙي کي بچائڻ خاطر ايم ڪيو ايم جو سهارو وٺڻ جي ڪوشش ڪري پاڻ سان ڏوبيءَ جي ڪتي جهڙي ويڌن ڪري رهي آهي، جيڪو نه گهر جو هوندو آهي ۽ نه گهاٽ جو. اهو ئي سبب آهي جو اڄ پيپلز پارٽي پنهنجي لياري جهڙي مضبوط ڳڙهه ۾ به بلڪل بيوس نظر اچي رهي آهي. سياسي سرگرمين تي ڏوهاري سرگرمين کي ترجيح ڏيڻ جا اهڙا ئي منطقي نتيجا نڪرندا آهن. پيپلز پارٽيءَ سان گڏوگڏ ايم ڪيو ايم به هاڻي اهڙي ئي منفي انجام ڏانهن وڌي رهي آهي. ڏوهاري سرگرمين وسيلي هٿ ڪيل ڳري رقم جي هاڻي الطاف ڀائي ڳري قيمت ڀري رهيو آهي پر ويندي ويندي به الطاف ڀائي شرارتن کان نه ٿو مُڙي. ڪڏهن مذهب ۽ ڪڏهن ذات برادريءَ جي آڙ ۾ سنڌين کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ جي اها ريت سندس وڏڙن کان وٺي جاري آهي. پر شڪر آهي ته هن ڀيري سائين جي. ايم. سيد جي سياسي پونيئرن اها غلطي نه ورجائي آهي جيڪا ڇاليهن جي ڏهاڪي ۾ سائين جي. ايم. سيد کان ٿي هئي. سنڌ لاءِ اهو ئي سڀ کان وڏو نيڪ شگڻ آهي.

اسان سڀني جي قومي ذميواري آهي ته هن نئين سنڌ دشمن چال کي ناڪام ڪري سنڌ جي قومي ٻڌي ۽ ايڪي کي برقرار رکڻ لاءِ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪريون ڇو ته هي معاملو ايترو سادو نه آهي جيترو اهو نظر اچي ٿو ۽ اهڙيون سياسي قوتون جيڪي نٿيون چاهين ته ڪراچي ۾ ڪا سنڌين جي نئين سگهه منظم ٿئي اهي هن باهه کي ڪنهن نه ڪنهن ڏرجو پرجهلو بڻجي ڀڙڪائي سگهن ٿيون. ايم ڪيو ايم جي نظر ايندڙ زوال کان پوءِ نيون ايرندڙ رجعت پرست قوتون به اهو نه چاهينديون ته ڪو ڪراچي تي هڪ ڀيرو وري سنڌين جي مالڪي بحال ٿئي تنهنڪري سنڌ جو استحصال ڪندڙ سموريون قوتون ان باهه کي ڀڙڪائڻ ۾ پنهنجو ظاهري لڪل ڪردار ضرور ادا ڪنديون. اهڙي سنگين صورتحال ۾ سنڌ جي اديبن ۽ دانشورن سميت سمورن ساڃاهه وندن کي ثابت قدمي ۽ مستقل مزاجيءَ سان سنڌي قوم جو تاڃي پيٽو تباهه

ڪندڙ اهڙين سازشن جو همت، ڏاهپ ۽ بردباري سان مقابلو ڪرڻو پوندو. هن معاملي ۾ ڪنهن به قسم جي سطحي جذباتيت ۽ طرفداري سنڌ جي وجود لاءِ زهر قاتل ثابت ٿي سگهي ٿي. سوچڻ جو سوال اهو به آهي ته ڇا پيپلز امن ڪاميٽي ۽ ڪڇي رابطا ڪاميٽي رياستي مشينريءَ کان سگهاريون آهن؟ ڇا سنڌ حڪومت ۽ وفاقي حڪومت لياريءَ سميت ڪراچي جي سمورن ڏوهاري ٽولن آڏو ايڏو ئي مجبور ۽ بيوس آهن. جيترو هو نظر اچن ٿيون؟ يا ڪٿي ائين ته ناهي ته انهن امن دشمن، عوام دشمن، سنڌ دشمن قوتن جون واڳون ئي سنڌن هٿن ۾ آهن ۽ اهي پنهنجن استحصالي مفادن جي تحفظ خاطر گينگ وار ۽ مافيائن جي سرپرستي ڪري رهيون آهن ۽ ڪين مختلف قسم جي خوني راندين، لساني فسادن، مذهبي جنونيت ۽ مافيائي منافعن لاءِ استعمال ڪن ٿيون؟ هر طرف غريب مري رهيا آهن ۽ مافيائي سردار مزي ۾ آهن. آخر ائين ڇو آهي؟ ويڙهايو ۽ راڄ ڪيو جي هيءَ خوني راند آخر ڪيستائين جاري رهندي؟

جيستائين عوامي مزاحمت جي سگهه نه ايرندي، جيستائين ڏاهپ ۽ سرڪشيءَ جو سنگم نه ٿيندو تيستائين مظلوم ائين ئي پاڻ ۾ وڙهندا ۽ مرندا رهندا. جڏهن تاريخ پاسو بدلائيندي ته عوام جا ويري وڙهي مرندا ۽ فنا ٿي ويندا ۽ تاريخ پنهنجو پاسو ضرور بدلائيندي ۽ اهو ڏينهن ڪو تمام گهڻو پري ناهي، بس ٿوري صبر، همت ۽ ڏاهپ جي ضرورت آهي، علم ۽ عشق جي سنگم جي ضرورت آهي.

(روزاني "جيجل" 24 جولاءِ 2013ع)

# زرداري ازم زنده آباد

”نواز ليگ جيڪڏهن ايم ڪيو ايم سان اتحاد ڪري تي ته ڪائي ڳالهه ناهي ۽ جيڪڏهن هو نائين زيرو تي وڃن ٿا ته اڳ ۾ زرداري به ته نائين زيرو تي ويو هو!“ پاڳاري ليگ جو سياسي مدبر امتياز شيخ پنهنجي نئين حڪمران اتحادي نواز ليگ جي سياسي قلابازي جي ان طرح وڪالت ڪري ٿو. لڳ ڀڳ اهڙي ئي قسم جا دليل ۽ مفاهمت جا بيان نواز ليگ جي اڳواڻن خاص طرح پرويز رشيد طرفان به منظر عام تي اچن ٿا ۽ پاڪستان جي سياسي منظر نامي تي هڪ عجيب لقاءُ نظر اچي ٿو ته زرداري صاحب ته پنهنجي دؤر صدارت کي الوداع ڪري رهيو آهي پر نواز ليگ ۽ سندس اتحادين زرداري صاحب جي نقش قدم تي هلندي ان جو علم پنهنجي هٿ ۾ کڻي ورتو آهي.

زرداري صاحب جو پهريون مشهور قول آهي ته. ”زباني ڪلام يا تحريري معاهدا ڪي قرآني آيتون ۽ حديثون ته ناهن جن تي عمل ڪرڻ لازمي هجي.“ صدارتي چونڊ جي ڇهڇٽي ۾ نواز ليگ زرداري ازم جي ان سونهري اصول تي جنهن خوبصورتيءَ سان عمل ڪيو تنهن نه رڳو سندس ئي اتحادين جو وايون بتال ڪري ڇڏيون پر نواز ليگ جي پنهنجن اڳواڻن جون به متيون منجهي ويون. راڻا ثناالله جڏهن گوهر افشاني ڪئي ته. ”اسان جو ايم ڪيو ايم بابت اهو ئي موقف آهي، جيڪو ڪالهه هو.“ تڏهن ايم ڪيو ايم روايتي بليڪ ميلنگ ڪندي پنهنجي رابطا ڪميٽي جو هنگامي اجلاس سڏائي ورتو ۽ پوءِ پرويز رشيد کي وضاحت ڪرڻي پئي ته اها راڻا ثنا الله جي ذاتي راءِ آهي . پارٽي پاليسي نه آهي اسان کيس هدايت ڪئي آهي ته هو مفاهمتي عمل کي نقصان نه پهچائي، يعني زرداري ازم جي مفاهمتي پاليسي کي ناڪام نه ڪري. مفاهمتي پاليسيءَ جو روح آهي ته ”اقتداري شراڪتداريءَ ذريعي اچو ته گڏجي عوام جو رت چوسيون ۽ ڪوڙ تي ثابت قدميءَ سان قائم رهون.“ ائين راڻا ثناالله کي سچ ڳالهائڻ کان روڪيو ويو ۽ پيپلز پارٽي جي نقش قدم تي هلندي ايم ڪيو ايم سان نائين زيرو تي پريت جا پيچ لڙائي گل پاشيءَ جا مزا ورتا ويا. زرداري ازم جي ان شاندار فتح تي پيپلز پارٽيءَ جا موقعي پرست اڳواڻ ڏاڍو خوش نظر اچن ٿا. شرجيل صاحب ته هنبوڇيون هڻندي چئي ويٺو ته. ”نواز

ليگ، ايم ڪيو ايم سان ناهه ڪري اسان جا گناهه ڌوئي ڇڏيا آهن." پ پ پ جي هن ڏاهي کي اها به خبر ناهي ته گناهه گناهن سان ڌوپجي ناهن سگهندا. هو ته بس ان تي نچي ڪڏي رهيو آهي ته اقتدار سنڀالڻ کان پوءِ جيڪي ڏوهه هنن ڪيا سي ساڃيا ئي ڏوهه هاڻي نواز ليگ به ڪرڻ شروع ڪيا آهن ته سرڪارا اهڙي صورتحال تي نچڻ ڪڏڻ جي کهڙي ڳالهه آهي ۽ هن صورتحال تي ته فقط هڪ ئي تبصرو ٿي سگهجي ٿو ته "حمام ۾ سڀ ننگا هوندا آهن پر هتي ته خلق آڏو ئي سڀ ننگا ٿيو نچن پيا." استحصالي قوتن جي اقتداري سياست ۾ اصولن جون ڳالهيون هونئن به ٻاهرين ٻني طور ڪيون وينديون آهن پر زرداري صاحب اهو ٻاهريون ٻنو به پيچي ڇڏيو هو ۽ "اقتدار خاطر سڀ جائز آهي" جو علم بلند ڪيو هو. جيڪو علم هاڻي نواز ليگ پنهنجي مُٺ ۾ مضبوطي سان جهلي ورتو آهي. هن ڀيري گهڻن کي اها اميد هئي ته نواز شريف ماضيءَ جي برعڪس ڪا فضيلت ڀري سياست ڪندو ۽ گهٽ ۾ گهٽ زرداري کان ته ضرور چڱو ثابت ٿيندو پر زرداريءَ جيان ئي نواز ليگ اڳواڻن نائين زيرو جي زيارت ڪري جنهن سياست جي ابتدا ڪئي آهي، تنهن نواز ليگ جي سيني گهڻگهرن جا منهن به مونن ۾ هٽي ڇڏيا آهن. ويچارا اهڙو ڪُڇن جهڙي پت. نواز ليگ جي سنڌي اڳوڻن ۽ ڪارڪنن جون ته ٻه ٻه ويون ته ڇهه به ويون. غوث علي شاهه صاحب ته صدارتي صدري به سبرائي ڇڏي هئي ۽ نجم سيٺيءَ جي چڙيا به ڪيس صدر ٿيڻ جي خوشخبري ٻڌائي ڇڏي هئي پر "ٻندي جي من ۾ هڪڙي صاحب جي من ۾ ٻي". ممتاز ڀٽي صاحب به صدارت جي آسري ۾ پنهنجو جهڳو ئي جهڙ ڪري ويچي، نواز شريف جي قدم بوسي ڪئي هئي پر صدارت ۽ گورنري ته ڇٽي پر هاڻي عمران خان کيس دعوت ٿو ڏي ته اچي تحريڪ انصاف جي ڇٽيءَ هيٺ پناهه وٺي. نواز ليگ جي نامزد ڪيل نگران وزيراعظم جي اميدوار رسول بخش پليجي جو پُٽ اياز لطيف پِٽي ٿو ته نواز ليگ سندس پُٺ ۾ ڇُرو هنيو آهي. جلال شاهه ۽ قادر مگسي کي ته چونڊ مهم دوران ئي پاڳاري ليگ ۽ نواز ليگ جا هٿ لڳي چڪا هئا پر نواز ليگ جي هن قلابازيءَ سندن سياسي پوزيشن کي ويچي پت سان لڳائي ڇڏيو آهي. پارليامينٽري سياست ۾ سرگرم انهن تنهي قومپرست قوتن کي نواز سرڪار نواز ليگ جي حمايت ڪرڻ جي جوڳي سزا ڏني آهي. ٻئي مڪاني نظام خلاف سنڌ بچايو ڪاميٽي جي پليٽ فارم تان جدوجهد ڪندي کين سونهري موقعو مليو هيو ته پارليامينٽري مورچي تي سنڌ دوست قوت طور ٿين ڏر تي اڀرن ۽ قومي ٻڌي جو اهو منظر به اکين آڏيو اڀريو ته حيدر منزل تي سنڌ بچايو ڪاميٽي جي هڪ اجلاس دوران جسقم چيئرمين بشير قريشي به کين ڪليل آڇ ڪئي ته توهان

گڏجي چونڊ وڙهو توهان جي مدد ڪنداسين پرهو پاڻ ۾ گڏجڻ بدران الڳ الڳ وڃي پاڳاري ۾ نواز ليگ سان پريت جا پيچ لڙائڻ شروع ڪيا. هنن به ممتاز ڀٽي جيان پنهنجو گهر ٻاري ڏياري ٽي ڪئي. سندن هٿ ته اڳ ئي سڙي چڪا هئا, هاڻي سندس منهن به سڙي رهيو آهي. هي نتيجو آهي, پنهنجي مزاحمتي سگهه تي ڀاڙڻ بدران جيءَ حضوري ڪرڻ جو. جڏهن قومپرست ڌرين متحد ٿي ٻٽي مڪاني نظام خلاف ۽ سنڌ جي وحدت ۽ سلامتي خاطر جدوجهد ڪئي ته سپ پ پ مخالف اقتدري ڌريون سندن درن ۾ ڪئمپن تي سلامي پرڻ لڳيون پر جڏهن مختلف قومپرست ڌرين سنڌ بچايو ڪاميٽي جي سياسي مرڪز حيدر منزل تي به گڏ ٿيڻ ڪان ٽال مٽول ڪرڻ شروع ڪئي ۽ پير پاڳاري جي سڏ تي سپ وڃي راجا هائوس جا سلامي ٿيا ۽ پير پاڳاري به ڪين سچ چئي ڏنو ته سنڌ جا قومپرست پاڻ ۾ پيل نه ٺهندا هجن پر مون سان سپ ٺهيل آهن, سو پاڳاري ۾ نواز شريف جڏهن ڏنو ته هي قومپرست اڳواڻ ته پنهنجو گهر ٽڙ چڏي اچي اسان جا سلامي ٿيا آهن ته هنن به ساڻن اها ڪار ڪئي جيڪا وڏيرو ڪڙمين ۾ ڪمدارن سان ڪندو آهي. اقتدار ملڻ ڪان پوءِ نواز شريف وري پير پاڳاري ۾ ممتاز ڀٽي, مرتضيٰ جتوئي وغيره سان اهڙو وهنوار رکيو جيڪو وڏو سردار پنهنجي راڄ جي ننڍين وڏيرن سان رکندو آهي بلڪ ان ڪان وڌيڪ بدتر. جيئن ته نواز ليگ جي سياست ۾ هاڻي زرداري ازم جو روح داخل ٿي چڪو آهي, تنهن ڪري اها هاڻي اتحادين توڙي مخالفن سان زرداري جيان ٻاهران وڏا ياڪر ۾ اندران "سياست" ڪري رهي آهي پر جيئن ته نواز ليگ مفاهمتي سياست جي نئين کيڏاري آهي, تنهن ڪري اها تِر تان گُسي ويئي آهي ۽ هاڻي سؤ چوٽون کائي رهي آهي. نه چاڻ ڪهڙي خوف سبب نوازليگ 6 آگسٽ بدران 30 جولاءِ تي صدارتي چونڊ تي بضد ٿي پنهنجي ۾ بين جي مٽي پليد ڪري چڏي. هن سڄي مامري جو هڪڙو اهم پهلو اهو به تي سگهي ٿو ته ڪٿي نواز شريف به هاڻي فخرو ڀائي ۽ چوڌري صاحب مان ڪم ڪڍڻ ڪان پوءِ ڪانئن جان ته نه ڇڏائي رهيو آهي. فخرو ڀائي ته آهي شريف ماڻهو سو ويچارو استعمال ٿي پنهنجي گهر روانو ٿي چڪو آهي پر چيف صاحب لڳي ٿو ته ويندو به ائين ئي احتجاجي ريلين ڪان پوءِ جيئن آيو هئو. هن پيري ڏسجي ته اصل اقتدار ڏٺي ڪيس ڪهڙي ريت تا گهر پيڙو ڪن ۾ تيستائين ملڪي ادارن جي ڪيتري پينگ ٿئي ٿي. بهرحال نتيجو ڇا به نڪري پر في الوقت ٿي اعليٰ ادارا, ايوان صدر, اليڪشن ڪميشن ۾ سپريم ڪورٽ هڪ ئي وقت تڪراري تي ويا آهن, جيڪا هڪ وڏي رياستي المئي جي نشاني آهي. ساڳئي وقت هڪڙي ٻئي اهم پهلو کي به نظرانداز نه ڪرڻ گهرجي ته ڪٿي وڏي سرڪار

ايم ڪيو ايم سان گڏوگڏ پ پ ڪي به وڏيڪ نباهيءَ کان بچائڻ ته نه تي گهري. هنن چونڊ نتيجن ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته وڏي سرڪار سنڌ کي اڄ به پ پ پ. ايم ڪيو ايم اتحاد جي رسي ۾ ٻڌي هلائڻ چاهي ٿي، ڇو ته اها سمجهي ٿي ته سنڌين ۽ مهاجرن کي قابو ۾ رکڻ لاءِ اهي ٻئي بهترين ڪمدار پارٽيون آهن. زرداري ازم جي مفاهمتي روح جا رنگ ته ڏسو هو ايم ڪيو ايم جا سپ ڏنگ کلندي ڪڍندي سهيو وڃن ۽ وري وڃي سندن سلامي ٿين. پنهنجي ووٽن ۽ احسانن سان نواز ليگ کي نوازي هاڻي وري اچي شاهه سگوري وٽ الطافي افطاري جي دعوت قبول ڪرڻ جي عرضداشت رکي آهي. جيڪا شاهه صاحب وڏي فراخدليءَ سان قبول ڪري ورتي آهي، واهه ڙي رنگي تنهنجا رنگ!

نواز ـ ايم ڪيو ايم اتحاد جتي نواز پرست قومپرستن جون ننڊون ڦٽائي ڇڏيون آهن اتي ايم ڪيو ايم پرست قومپرستن جي ڇپن تي چونو هڻي ڇڏيو آهي ۽ سندن نظرياتي موقف جي پٽ وائکي ڪري ڇڏي آهي. هنن سدائين نواز ليگ سان اتحاد جي حامي قومپرستن کي پنجاب جو ايجنٽ ۽ ان جي اشاري تي سنڌي ۽ اردو آبادين کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ جي سازش ڪندڙ ٻئي سڏيو آهي پر هاڻي جڏهن ايم ڪيو ايم نواز ليگ جي اڳواڻن کي گلن جا هار پارائي اردو ڳالهائيندڙ سنڌي اميدوار کي صدر ۽ سپريم ڪمانڊر آف آرمڊ فورسز بڻايو آهي ته ڇا هو هاڻي کيس ايتري التجا نه ڪندا ته هاڻي ته سنڌ ۽ بلوچستان جي ڳڀروئن جا چچريل لاش نه ملڻ کپن ۽ گم ٿيل ماڻهو واپس ٿيڻ کپن!

سنڌ جي قومي تحريڪ جو اڄ سڀ کان وڏو الميو اهو آهي ته قومپرست قوتون پاڻ تي ڀاڙڻ بدران هڪ نه ٻي اهڙي استحصالي قوت تي ڀاڙين ٿيون جيڪي هن سڄي ظالماڻي نظام جو ڪار وهنوار هلائين ٿيون ۽ مٿان وري دعوي ڪن ٿيون ته اسان في الحال انهن سان گڏجي سگهارا ٿينداسين ۽ پوءِ هن سڄي نظام کي ڊاهي سنڌ کي نجات ڏيارينداسين! ۽ سچا ابوجهه ڪارڪن اها سادي حقيقت سمجهڻ کان به قاصر آهن ته هي صدين جا تجربيڪار ڪيڏاري ڪين ڪيئن پنهنجي مطلب لاءِ استعمال ڪن پيا.

پاڪستان جي سياست هڪ اهڙو پنور بڻجي وئي آهي. جتي جيڪو ڦاسي ٿو اهو اتان نڪرڻ به چاهي ٿو ته اڃا وڌيڪ پستيءَ ۾ ڪري پوي ٿو. جنهن جو بدترين مثال سنڌ ترقي پسند پارٽي مان نڪتل اڳواڻن پيش ڪيو جن سڄي عمر جي ڪئي ڪمائي چٽ ڪندي ايس ٽي پي سربراهه سان ذاتي اختلاف ڪرڻ کان پوءِ نظرياتي قلابازي کائي وڃي ڳڙهي خدا بخش جي قبرن جي مجاوري شروع ڪئي. سياسي اخلاقيات جي زوال جو اهو به اذيتناڪ منظر آهي يعني اوهين جنهن پيپلز پارٽي جي نظريي جي بنيادن تي چاليهن سالن

ڪان مخالفت ڪندا تا اچو ۽ ٻئي مڪاني نظام کان پوءِ ان خلاف وچ چوڪن تي وڃي ڳلا ڦاڙ نعريبازي تا ڪيو ۽ ڪيس چونڊبن ۾ بہ چئلينج تا ڪيو. تنهن کي راتو رات ڳلي تا لڳايو! هي بہ ان سياست جو ئي مظهر آهي جنهن جا بنياد آصف زرداري صاحب وڌا آهن. زرداري ازم جو هڪ اهم نڪتو اهو بہ آهي تہ نظرياتي ۽ اصولي موقف تي بيهي سياست ڪرڻ بيوقوفي آهي. پنهنجي بهترين سياسي مفاد خاطر راتو رات قلابازي کائيندي ڪابہ هبڪ ڪوبہ حيا شرم محسوس نہ ڪريو موقعي پرستي تي ثابت قدمي سان عمل ڪريو. اڄ نہ رڳو پيپلز پارٽي پر ايم ڪيو ايم، نواز ليگ، پاڳارو ليگ ۽ ٻين ڏرين سان گڏ مظلوم قومن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندڙ ڪيترا قومپرست بہ هاڻي زرداري ازم جي راهہ تي گامزن آهن. بلاشڪ زرداري ازم جي عارضي ڪاميابي تہ لاجواب آهي پر آخري نتيجي ۾ اها سياسي موقعي پرستي ۽ سياسي خودڪشي ڏانهن ئي وٺي وڃي ٿي. اسان جي قومپرست يارن زرداري ازم جي راهہ تي هلندي پيپلز پارٽي ۾ شموليت اختيار ڪري ڇا سياسي خودڪشي نہ ڪئي آهي؟ ڇا خود پيپلز پارٽي زرداري ازم جي راهہ تي هلندي پنجن سالن اندر ملڪي پارٽي مان صوبائي پارٽي نہ بڻجي ويئي آهي؟ ڇا نواز ليگ زرداري ازم جو علم بلند ڪندي ئي ملڪي پارٽي بدران واپس پنجاب جي پارٽي نہ بڻجي ويئي آهي؟ زرداري ازم پيپلز پارٽيءَ لاءِ آهستي آهستي اثر ڪندڙ موتمار زهر ثابت ٿي رهيو آهي. پيپلز پارٽي تہ زرداري ازم جي جادوئي لٺ سان پنهنجا پنج سال پورا ڪري ورتا ۽ وري سنڌ حڪومت بہ انعام طور حاصل ڪري ورتي آهي پر نواز ليگ اڌ مدو بہ پورو ڪيو تہ لڪ ڪتيائين. خير هي تہ معاملا آهن استحصالي اقتداري قوتن جا پر هي هيڏي ساري ڪروڙن جي تعداد ۾ خلق خدا ڪيڏانهن وڃي؟ هي هزارين لکين حساس سوچيندڙ ذهن ڏينهن رات پاڻ پتوڙيندڙ قومي ڪارڪن ۽ انقلاب ۽ آدرشن جا عظيم مقصد کڻي جيئندڙ انسان دوست روح ڪيڏانهن وڃن؟ سڀ جا سڀ چرڻ تہ چڪرويو ۾ ڦاسي پيا آهن. اڄ نہ رڳو سنڌ پر سموري سنڌو ماٿري هڪ نئين انقلابي قوت جي آبياري ڪرڻ چاهي ٿي ۽ اهڙي وقت ۾ اسان کي هاڻي سمورين مدي خارج قوتن ڏانهن واجهائڻ بدران نئين انقلابي قوت جي تخليق لاءِ پنهنجون سموريون توانايون استعمال ڪرڻ گهرجن. آزمايلن مان ڪوبہ فائدو ڪونهي ۽ ڪير چڱو آهي، ڪوئي ناهي، ڪجهہ نہ ٿيندو جهڙيون مايوسيءَ جون ڳالهيون ڪري بہ اسان انهن مدي خارج قوتن جا هٿ مضبوط ڪريون ٿا. روح جي سچائي، ضمير جي سجاڳي، انقلابي ارادي جي پختگي ۽ نيڪ عمل جي ثابت قدمي پنهنجي سگهہ ۾ ناقابل شڪست يقين پيدا ڪري ڪاميابي ۽ ڪامراني جا دروازا کولي سگهي ٿي.

# پيار، آزادي ۽ انسانيت

”جيڪڏهن مختلف لفظن ۾ سرمائيداراڻي نظام جي وصف بيان ڪجي ته مان ائين چوندس ته اهو هڪ اهڙي سماجي تنظيم جو نظام آهي جنهن ۾ جهڙوڪر هر شيءِ پئسي جي ذريعي خريد ڪري ۽ وڪڻي سگهجي ٿي.“ محترم عاصم سجاد اختر اڄ جي هڪ تلخ حقيقت ۽ سماجي الميئي جي نشاندهي ڪري ٿو. 1980ع ۾ سوويت سوشلزم جي زوال سان گڏوگڏ نه رڳو آدرش وادي انسان دوست سياست جو جهڙوڪر انت اچي ويو آهي پر قومي آزادي جي تحريڪن جو به انسان دوست انقلابي روح مسخ ٿي ويو آهي. سرمائيداري جي عالمگير ڦهلاءَ جتي غير متوازن ترقيءَ جا نوان در کولي ڇڏيا آهن اتي بين الاقوامي سرمائي ۽ ٽيڪنالوجيءَ سڄي دنيا تي جنگ ۽ دهشت جو راڄ پڻ قائم ڪري ڇڏيو آهي. وڏ ڪان وڏ نفعي جي حاصلات لاءِ شروع ڪيل جنگين انسان ذات کي انتهائي بي رحماڻي ۽ اذيتناڪ صورتحال جو شڪاربڻائي ڇڏيو آهي. روس، هندستان چين جي نئين سرمائيدراڻي ٻوڙ ۽ مغربي سرمائي سان اشتراڪ ۽ مقابلي بازي انسان ذات کي هڪ بند گهٽيءَ ۾ آڻي بيهاريو آهي. ڪميونزم جي ڊپ کان مغربي سرمائي جيڪي پنهنجي عوام کي رعايتون ۽ آزاديون ڏنيون هيون. اهي به هاڻي دهشتگرديءَ خلاف جنگ جي آڙ ۾ کائڻ آهستي آهستي کسيون پيون وڃن ۽ باقي ٽين دنيا کي ته روز نت نين جنگين جي اوڙاهه ۾ ڌڪيو پيو وڃي. سون، هيرن، جواهرن ۽ قيمتي ڌاتن سان مالامال ابن آدم جو خلقڻهار خطو آفريڪا اڄ به ظلم، بربريت، غربت ۽ قتل عام جو آماجگاهه بڻيل آهي. ڏکڻ ايشا کان پوءِ وچ اوير به هاڻي مڪمل طور دهشگردي، انارڪي ۽ قتل عام جو ميدان بڻجي ويوآهي.

عرب تحريڪ کي ڪاميابي سان عرب گهرو ويڙهه ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. شامي ۽ مصري گهرو ويڙهه جا لڳ ڪانڊاريندڙ سانحا اڄ انسانيت کي شرمائي رهيا آهن. عراق، افغانستان ۽ پاڪستان ۾ بم ڌماڪا روز جو معمول بڻيل آهن جن ۾ هزارين لکين گهر اُجڙي ويا آهن. هر پاسي بيوسي جي تصوير نظر اچي رهي آهي. ۽ هر طرف ترقي جمهوريت ۽ انساني حقن جا علمبردار هڪ سيڪڙو سپر سرمائيدار پنهنجين ڪاميابين جا قلعا جوڙي رهيا آهن. ۽

سچي دنيا جا گماشتہ سرمائيدار ۽ حاڪم طبقا پنهنجو حصو پتي وڏائڻ جي جنون ۾ انهن آڏو جُتيون گسائي رهيا آهن ۽ وڏ ڪان وڏ نفعي جي لالچ ۾ وڏ ڪان وڏ ڪڏو ڪم ڪندي انسانيت سوزعملن ۾ هڪبئي کان گوءِ کٽي رهيا آهن. شام جي گهرو ويڙهہ تہ ظلم ۽ بربريت جا سڀ رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا آهن. سوشل ميڊيا جي ذريعي اهو ڀيانڪ منظر بہ انسان ذات جي اکين ڏٺو تہ ڪيئن آزادي ۽ جمهوريت جو علمبردار هڪ باغي, شامي فوجيءَ کي ماري سندس سيني مان رت ڳاڙيندڙ دل کائي رهيو هو!!! دولت, طاقت ۽ اقتدار جي نشي ۾ ٻنهي پاسن کان جيڪي وحشياڻيون ڪاروايون ٿي رهيون آهن اهي صاف ظاهر ڪري رهيون آهن تہ هن ڌرتيءَ جي وحشي ترين مخلوق انسان آهي جيڪو پنهنجي مهذب هجڻ جو بہ سڀ کان وڏو دعويدار آهي! هي وحشي مهذبپڻو محض اتفاق ناهي, پر اهو سرمائيداريءَ جو جوهر آهي. جيڪو سرمائيداريءَ جي اپار کان وٺي اڄ تائين مختلف گهرو علائقائي ۽ عالمي جنگين ۾ منظر عام تي ايندو رهندو آهي جنهن کي امن جي وقفن ۾ ترقيءَ جي شاهڪارن سان ڍڪيو ويندو آهي. اڄ هن حقيقت کان ڪير بہ انڪاري ناهي تہ ويهين صديءَ جون ٻئي عالمي جنگيون مغربي سرمائي جي عالمگير والار ۽ قبضي جون جنگيون هيون. پهرين عالمي جنگ, نازي فاشزم کي جنم ڏنو جنهن ٻي عالمي جنگ لاءِ ميدان هموار ڪيو ۽ ظلم ۽ بربريت جا اهي مثال قائم ڪيا جيڪي انساني ضمير تي اڄ بہ بوجهہ بڻيل آهن. پر ٻي عالمي جنگ جي پڄاڻيءَ تي جمهوريت, آزادي ۽ انساني حقن جي علمبردار, سڀ کان وڏي 'مهذب' ملڪ آمريڪا, هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي ايٽم بم ڪيرائي فاشي بربريت کي بہ مات ڏئي ڇڏي. ڪروڙين انسانن جي قتلِ عام ۾ جڻ ڪا ڪسر رهجي وئي هئي جيڪا ايٽمي حملن ذريعي پوري ڪئي وئي. هٽلر جي ٽارچر ڪئمپن ۾ عذاب ڏئي ماريل انسانن جي انگن اکرن ۽ اذيتن جي داستانن جي آمريڪي ائٽمي حملن ۾ ماريل مظلومن جي انگن اکرن ۽ اذيتن سان ڀيٽ ڪريو تہ اوهان کي صاف نظر اچي ويندو تہ سرمائيدارن جمهوريت ۽ فاشزم هڪ ئي سڪي جا ٻہ پاسا آهن. جنهن حقيقت کي نازي گوبلز پروپيگنڊائي پاليسيءَ ذريعي لڪائي اهو ثابت ڪيو پيو وڃي تہ فاشزم ۽ سوشلزم ۾ ڪا هڪجهڙائي آهي. اڄ عالمگير اطلاعاتي وسيلن تي گوبلز جو روح مڪمل طور قابض آهي ۽ هر ڪوڙ کي ايترو ورجايو پيو وڃي جو ڏسڻا وائسڻا ماڻهو بہ ڪوڙ کي سچ سمجهيو پيا ٿا ورجائن. آمريڪا ۽ اولهہ جو عوام تہ وري اهڙي غفلت جي ننڊ ۾ سُتو پيو آهي جو هر ڏني وائني ڪوڙ کي بہ مغربي ميڊيا سچ ٿي چوي تہ هو ان تي آمنا صدقنا ٿا چون. نائين اليون کان پوءِ تہ هو پنهنجون مقدس قرار ڏنل فردي آزاديون بہ

آهستي آهستي قربان ڪري رهيا آهن ۽ نئين فاشزم کي سگهارو ڪري رهيا آهن. نيشنل سيڪيورٽي ايجنسي، هوم لينڊ سيڪيورٽي ۽ ٻين ايجنسين کي دهشتگرديءَ خلاف جنگ جي آڙ ۾ جيڪي لامحدود اختيار ڏنا ويا آهن، جن جو پانڊو وڪي ويلڪن، برئڊ مئننگ ۽ سنوڊين وغيره قاڙي چڪا آهن. سي نئين اپرنڊڙ فاشزم جي واضح نشاندهي ڪن ٿا. هن آمريڪي فاشزم جا نتيجا بہ نازي فاشزم جيان باقي دنيا سان گڏوگڏ سڀ کان وڌيڪ آمريڪا لاءِ ئي تباهہ ڪُن ثابت ٿيندا. فاشزم ۾ سرمائي ۽ اختيارن جو ارتڪاز انتهائي محدود ۽ مخصوص هٿن ۾ اچي ويندو آهي جيڪو اڄڪلهہ آمريڪا ۾ ٿي رهيو آهي ۽ اهو مخصوص گروهہ طاقت ۽ لالچ جي نشي ۾ جنگ جا نوان نوان محاذ کوليندو ويندو آهي جنهن ڪري سندس دشمنن ۾ تيزيءَ سان اضافو ٿيندو ويندو آهي ۽ انهن جي وچ ۾ هڪڙو عارضي ربط ۽ اتحاد پيدا ٿي ويندو آهي جيڪو فاشسٽ قوت جي شڪست جو سبب بڻبو آهي جيئن سوويت يونين تي حملي کان پوءِ هٽلر سان ٿيو. آمريڪي هڪ هٽيءَ مان اڄ سڄي دنيا بيزار آهي پر جمهوريت جي برقعي ۾ لڪل فاشزم خود آمريڪا لاءِ ئي سڀ کان وڌيڪ تباهہ ڪُن ۽ سندس زوال جو سبب بڻبي. نائين اليون کان پوءِ دنيا مسلسل حالتِ جنگ ۾ آهي ۽ هر طرف جنگ جا نوان محاذ کلي رهيا آهن جيڪي تمام وڏي تباهيءَ سان گڏوگڏ وچ اوير ۽ ڏک ايشيا ۾ سياسي جاگرافيءَ کي بہ تبديل ڪري رهيا آهن. سوين يونين جي زوال کان پوءِ سياسي جاگرافيءَ جي اها سڀ کان وڏي تبديلي هوندي ۽ گڏوگڏ سياسي ۽ اقتصادي طاقت جو توازن بہ اولهہ کان هٽي اوير جي حق ۾ اچي ويندو.

تباهي ۽ تبديليءَ جو هر تاريخي دؤر نين انقلابي تحريڪن ۽ نظرين کي جنم ڏيندو آهي. تباهي جي ڪک مان ئي تخليق جا نوان سرچشما نمودار ٿيندا آهن. سرمائيداريءَ جي عالمگير ڦهلاءَ، سماجي اڻبرابري ۽ لاڳيتن جنگين هڪ زبردست بي چينيءَ جي لهر کي جنم ڏنو آهي ۽ سڄي دنيا جا حساس ذهن ۽ ضمير سرمائيداري جي متبادل نظام جي تخليق ۽ تعمير لاءِ جاکوڙي رهيا آهن، جنهن جي نتيجي ۾ ڪميونسٽ پڌرنامي جيان هڪ نئين انسان دوست پڌرنامي جو ظهور اڻٽر بڻجي ويو آهي.

اڄوڪي عالمگيرسياست نہ رڳو اصولن ۽ آدرشن کان بلڪ انسانيت کان بہ عاري ٿي وئي آهي، جيڪا صورتحال انتهائي ناقابل برداشت ۽ انساني فطرت جي برخلاف آهي. جيئن تہ انسانيت جو سڀ کان وڏو علمبردار بہ انسان پاڻ آهي ۽ بغاوت بہ تہ ان جو ئي تخم آهي، انساني ظلم ۽ ڏاڍ تہ ڇا پر فطرت سان وڙهي بہ آزادي ماڻڻ جو ڏانءُ بہ تہ انسان وٽ ئي آهي، بلاشڪ اڄ سياست

جي ڪوس گهر ۾ پيار آزادي ۽ انسانيت جهڙا تہ ڪوڪلا لفظ بڻجي ويا آهن. ۽ سفاڪي جو اهوعالم آهي تہ آزادي ۽ انقلاب جون دعويدار قوتون بہ آفاقي عشق ۽ انسانيت جي قدرن کي پاسيرو رکي جنگ جا بي رحماڻا طريقا استعمال ڪري رهيون آهن. ڇو تہ اهي انتهائي سفاڪ قوتن جي تشدد کي جهڙوڪر بي يارو مددگار منهن ڏيئي رهيو آهن پر ان جو بيو وڏو سبب اهو بہ آهي تہ اج جون انقلابي تحريڪون ڪميونسٽ نظريي ۽ پروگرام جهڙي ڪنهن اثرائتي انقلابي نظريي ۽ پروگرام کان وانجهيل آهن. ۽ اصول پسندي تي عمليت پرستي کي ترجيح ڏين ٿيون. بين الاقوامي انسان دوست انقلابي تحريڪ جي اڻهوند قومي آزادي جي تحريڪن کي بہ مجبور ڪري وڌو آهي تہ اهي حڪمت عملي طور ٿي سهي ڪنهن نہ ڪنهن استحصالي قوت جو سهارو وٺن. جنهن جي کين پوءِ بہ ڳري قيمت پرڻي پوي ٿي. ان طرح هو آزادي جي ويڙهہ وڙهندي پنهنجي آزادي ۽ خودمختياري ئي وڃائي ويهن ٿيون! هي صورتحال بہ انتهائي سخت پيڙا ڏيندڙ آهي تہ بااصول سرڪش انقلابي نوجوان بہ عمليت پسندي جي بي اصولي مصلحتن جي اڏيءَ تي قربان ٿي وڃن ٿا. اهو ڄاڻيندي بہ تہ خود انحصاري بنا آزاد عمل ممڪن ڪونهي. سرمائيداري جي متبادل انسان دوست انقلابي پروگرام جي غير موجودگي ۾ سموريون تحريڪون هڪ حد تائين صحيح راهہ تي هلي پڄڪي وڃن ٿيون يا سندن دم ٽٽي وڃي ٿو. احتجاج ۽ مزاحمت جي مرحلي ۾ تہ کين ڪاميابيون ملن ٿيون پر بهتر متبادل ڏيڻ ۾ کين ڪاميابي نٿي ملي. لاطيني آمريڪا واحد خطو آهي جتي بهتر متبادل ڏيڻ جون ڪوششون ڪي قدر ڪامياب ويون آهن ۽ انهن اميد جي لاٽ روشن ڪئي آهي پر عالمگير انسان دوست نظرئي ۽ پروگرام جي کوٽ اج سڄي دنيا ۾ شدت سان محسوس ڪئي پئي وڃي. ڪميونسٽ نظرئي ۽ پروگرام تحت ان نظريي ۽ پروگرام تحت اڳ انقلابي نوجوانن ۽ اڳواڻن جي زبردست تعليم، تربيت ۽ تنظيم ڪاري ٿيندي هئي. جنهن ڪري نت نئون رت انسان دوست انقلابي تحريڪن ۽ قومي آزادي جي تحريڪن ۾ پيو شامل ٿيندو رهندو هيو ۽ اڳواڻن توڙي ڪارڪنن جي نظرياتي سطح ۽ عملي ڪردار بہ بلند ٿيندو رهندو هيو پر گذريل ٻن ڏهاڪن کان اسين ڏسي رهيا آهيون تہ انقلابي دانشمندي ۽ اعليٰ آدرشوادي سياست جو جهٽڪ انت اچي ويو آهي جنهن جي نئين سر بحالي اج جي بنيادي ضرورت آهي. ان کان سواءِ ماڻهن جو حقيقي سياست ۾ ويساهہ قائم ٿيڻ ممڪن ڪونهي. سياست جو آدرشوادي انسان دوست روح بحال ڪرڻ بهرحال آزادي ۽ انقلاب جي دعويدار قوتن جو ئي فرض آهي ۽ جڏهن اهي پاڻ انسان دشمن ڪارروائين کي هٿي ڏين

ٿيون تہ جڏهن پنهنجي پيرن تي ڪهاڙو هڻن ٿيون. آفاقي عشق جي روح کان عاري قومي تحريڪون ان ئي سنگين غلطي جون مرتڪب ٿين ٿيون. آفاقي عشق جي لطيفي روح سان منور قومي انقلابي تحريڪ لازمي طور تي انسان دوست هئڻ گهرجي ۽ فقط اهڙي انسان دوست انقلابي تحريڪ ئي پيار آزادي ۽ انسانيت جي اعليٰ آدرشوادي سماج جي تخليق ۽ تعمير ڪري سگهي ٿي.

*(روزاني "جيجل" حيدرآباد 30 آگسٽ 2013ع*

# نيت ۽ پلي ٿيلهي مان نڪري آئي

"سنڌ جو ورهاڱو ته اڳ به ٿيو آهي، پهريان ملتان ۽ بمبئي سنڌ جون راڄڌانيون هيون." بابر غوري ايم ڪيو ايم جي اصل ايجنڊا جو آخرڪار کليل اظهار ڪري ڇڏيو. ڪنٽينر چوري ڪيس ۾ سپريم ڪورٽ ۾ داخل ڪرايل جواب ۾ غوري صاحب "چوري مٿان سينا زوري" ڪندي مظلوميت جو منافقاڻو راڳ ڳائي ٿو ته "دنيا ۾ جيئن مسلمانن سان ظلم پيو ٿئي، ائين ئي پاڪستان ۾ مهاجرن سان ٿي رهيو آهي، هاڻي اسان ٻئي درجي جو شهري ٿي رهڻ قبول نه ڪنداسين" يعني سنڌ کي ورهائي مهاجرستان ٺاهينداسين، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ ڪراچي هوندو ۽ سنڌ ٻيو ڪو گاديءَ جو هنڌ وڃي ڳولي.

غور طلب ڳالهه آهي ته برطانيه سڳوريءَ الطاف حسين جي ڳڇيءَ ۾ عمران فاروق قتل ڪيس ۽ مني لانڊرنگ ڪيس جو ڦندو هلڪو ڪري ڪيس هن خوني ايجنڊا تي عمل ڪرڻ جي ڇوٽ ڇو ڏئي ڇڏي آهي؟ ۽ ان برطانوي پاليسيءَ کي آمريڪا ۽ انڊيا جو ڪيترو آشيرواد حاصل آهي ۽ سندن اصل ايجنڊا ڪهڙي آهي؟ انتهائي سنجيدگي ۽ گهرائي سان اهو ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي به سخت ضرورت آهي ته رياستي سطح تي به ڪهڙيون قوتون سندن مددگار ۽ پرجهليون آهن ۽ انهن جي پنهنجي پنهنجي ايجنڊا ڪهڙي آهي؟ ۽ سڀ کان وڌيڪ ان المناڪ پهلوءَ تي به غور ڪرڻ جي ضرورت آهي ته ڪهڙيون سنڌي قوتون به سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ ريت، شعوري ۽ لاشعوري طور يا پنهنجي غلط عارضي حڪمت عملي تحت ايم ڪيو ايم جا هٿ مضبوط ڪنديون رهيون آهن ۽ هاڻ انهن جي حڪمت عملي ۾ ڪا تبديلي اچي ٿي يا نه؟ هي سنڌ جي وجود جي بقا جو معاملو آهي جنهن ڏانهن جذباتي رويي بدران انتهائي سنجيده فڪر ۽ عمل جي ضرورت آهي اسان جي دانشورن ۽ قومپرست اڳواڻن جي ئي اها اولين ذميواري آهي ته اهي اجائي هٺ، هوڏ، سطحي پٽي ۽ پاڻ کي عقل ڪل سمجهڻ وارن روين کان مٿانهون ٿي سنڌ ۽ خود پنهنجي بهترين مفاد خاطر سياسي فڪر ۽ عمل ڏانهن سنجيده اجتماعي فڪر ۽ عمل جون راهون متعين ڪندڙ ادارا جوڙين. ڪنهن به رياست، سياست

۽ سماج جي ڪاميابي ۽ استحڪام جو دارومدار ان جي ادارن جي استحڪام تي هوندو آهي ۽ سرواڻ فرد انهن ادارن جو آواز هوندا آهن پر جڏهن فرد ادارن تي مڪمل طور غالب ٿي وڃن ۽ مرڪزي ڪميٽيون ۽ پاليسي ساز ادارا عقل ڪُل اڳواڻن جي فيصلن تي رڳو تصديق جي مهر هڻندڙ ادارا (Rubber Stamp Institution) بڻجي وڃن ته اهڙين پا ٽين، شخصن ۽ رياستن جو دير يا سوير زوال اٽل بڻجي پوندو آهي، اهو ارتقا جو اٽل قانون آهي.

سياسي، سماجي تنزلي ۽ پيچ ڏاهه کان بچڻ جو واحد رستو اهو آهي ته سماجي ۽ سياسي سطح تي ادارتي شعور ۽ ادارن کي منظم ۽ مستحڪم ڪري سنڌ جي قومي سلامتي ۽ انسان دوست سماجي قدرن جي آبياريءَ لاءِ غور فڪر ۽ عمل ڪندڙ مستقل مزاج جمهوري ادارا وجود ۾ آندا وڃن. اڄ جڏهن ملڪي توڙي عالمي سطح تي سڄي پاڪستان ۽ سنڌ ۾ انارڪي، خانه جنگي ۽ ورهاڱي جون حڪمت عمليون جوڙيون ۽ انهن تي عمل ڪيو پيو وڃي ته سڀ کان پهرين تقاضا اها آهي ته سنڌ جا دانشور، قومي اڳواڻ ۽ ڪارڪن سنڌ جي قومي سلامتي جو ادارو "سنڌ نيشنل سيڪيورٽي ڪائونسل" جلد کان جلد وجود ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪن، جيڪو ڪنهن به فرد يا مخصوص گروهه جي مرضيءَ جي تابع نه هجي، پر مڪمل طور آزاد، جمهوري ۽ قومي پاليسي ساز اداري طور ڪم ڪري جيڪو مستقل طور عالمي، ملڪي ۽ قومي سطح تي ٿيندڙ تبديلين تي گهري نظر رکي ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ سنڌ دوست، انسان دوست پاليسيون ۽ حڪمت عمليون جوڙي سنڌ جي اجتماعي رهنمائي ڪري. هر ڪامياب معاشري اندر اقتداري توڙي مخالف ڌر جي سياسي پارٽين وٽ پنهنجا پاليسي ساز ادارا ۽ نظرياتي شعبا هوندا آهن ۽ قومي سلامتي جا سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادارا ۽ ٿنڪ ٽينڪس هونديون آهن. جيڪي حال ۽ مستقبل ۾ پيش ايندڙ واقعن ۽ صورتحال جو مستقل مزاجي سان جائزو وٺندا رهندا آهن ۽ انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ ۽ حالتن کي پنهنجي رخ ۾ موڙڻ لاءِ مختلف ۽ گهڻ رخيون پاليسيون ۽ حڪمت عمليون جوڙيندا رهندا آهن، جنهنڪري اهي معاشرا "رات پيٽ" ۾ ايندڙ اوچتين تبديلين کي به منهن ڏيڻ جي قابل هوندا آهن. ماضي ۾ اسان جي قومي انقلابي پارٽين ته ڇا ننڍن گروپن وٽ به منظم اجتماعي پاليسي ساز ادارا ۽ نظرياتي شعبا هوندا هئا، جيڪي 1990ع جي ڏهاڪي کان زوال جو شڪار آهن. جيڪڏهن سنڌ جون سياسي پارٽيون پنهنجو وجود بچائڻ چاهين ٿيون ته انهن کي سڀ کان پهريان پنهنجي اندر بنيادي تبديلي آڻي جمهوري مزاج، عمل ۽ ادارن کي نئين سر جنم ڏئي مضبوط ۽ مستحڪم ڪرڻو پوندو، جنهن کان سواءِ انهن جي اندر نئون باشعور

تعليم يافتہ نوجوان عنصر شامل ٿي نہ ٿيندو ۽ نيٺ اهي زوال جو شڪار ٿي ”صفحہء هستيءَ“ تان متجي ويندا. اڄ اسان جي قومپرست پارٽين جو اهو حال آهي تہ ڪنهن بہ پارٽيءَ جي ويب سائيٽ اهڙي نہ آهي، جيڪا عالمي سطح تي تہ ڇا پر سنڌ جي ڪنهن قومي سوچ رکندڙ تعليم يافتہ نوجوان جو پنهنجو پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائي سگهي جڏهن تہ اڄ جي گلوبل وليج ۾ ڪو سمجهدار فرد بہ ڪا ذاتي ڪاروباري ڪمپني کوليندو آهي تہ هو سڀ کان پهريان پنهنجي پرڪشش ۽ چٽو مقصد واضح ڪندڙ ويب سائيٽ تيار ڪرائيندو آهي ۽ ان کي مستقل اپ ڊيٽ رکڻ جو انتظام ڪندو آهي. اسان جي ڪنهن بہ قومي سياسي پارٽيءَ وٽ اهڙو ڪوبہ انتظامي ڍانچو ۽ نظرياتي شعبو ناهي، جيڪو مستقل طور انٽرنيٽ ذريعي ملڪي ۽ عالمي تبديلين جو جائزو وٺي پنهنجن اڳواڻن کي انهن کان آگاهي ڏئي. جڏهن آگاهي ئي نہ هوندي تہ پاليسي ڪيئن ٺهندي! بس ٽيبل ڊبي ۾ تڪرين وانگر زباني ڪلامي حوالن تي جيڪي پاليسيون ۽ حڪمت عمليون جڙنديون، تن جو حشر اهڙو ئي ٿيندو جيڪو اڄ تائين ٿيندو آيو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ اسان جي سڄي قومپرست سياست رڳو رد عمل واري سطحي سياست بڻجي وئي آهي، جنهن کي مختلف استحصالي قوتون پنهنجن مخصوص مفادن خاطر ڪينهوڙي وانگر استعمال ڪن ٿيون.

پڻو مڪاني نظام لاڳو ٿيڻ خلاف جدوجهد ڪندي بہ اسان جي قومپرست اڳواڻن ڪو مضبوط دفاعي محاذ يا سنڌ متحده محاذ قائم ڪري ڪو مستقل پاليسي ساز ادارو جوڙڻ بدران ”سنڌ بچايو ڪميٽي“ جي نالي ۾ هڪ عارضي پليٽ فارم جوڙيو سنڌ جي دانشورن بہ ”سنڌ رائيٽرز ۽ ٿنڪرز فورم“ جي عارضي بندوبست هيٺ مڪاني نظام خلاف پنهنجو ڪردار ادا ڪيو پر اهي ٻئي پليٽ فارم بہ مڪاني نظام جي خاتمي کان اڳ ئي پنهنجو دم خم وڃائي ويٺا. سنڌ بچايو ڪميٽي، ڌهہ جماعتي اتحاد جي هٿن ۾ راند يڪو بڻجي پنهنجي وقعت ۽ سرواڻي وارو ڪردار وڃائي ويٺي ۽ سنڌ رائيٽرز ۽ ٿنڪرز فورم ڪجهہ ڪانفرنسون ۽ مشاعرا ڪرائي الائي ڪهڙي غفا ۾ گم ٿي ويو!

پٽي مڪاني نظام خلاف سرگرم جدوجهد جي دؤر ۾ بہ اسان جي قومپرست اڳواڻن ۽ دانشورن ڪڏهن ڪا هڪڙي سنجيده گڏجاڻي ڪري سنڌ کي درپيش خطرن جو جائزو وٺڻ ۽ سنڌ جي وحدت ۽ سلامتي لاءِ ڪا پائيدار ۽ دورانديش حڪمت عملي جوڙڻ ۽ ان کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ڪو مستقل پاليسي ساز ادارو جوڙڻ جي تڪليف نہ ڪئي، جنهن جو ئي نتيجو اهو نڪتو تہ ”گوليون کاڌيون قومي ڪارڪنن، ڪٽيو ڪاڻو پوتارن.“ پارليامينٽري

مورچي تي تہ اھڙي ڇَسي ۽ ڇڙوڇڙ حڪمت عملي اختيار ڪئي وئي جو سنڌن ٻہ ٻہ ويون تہ ڇھ ٿي ويون. جيڪو مانُ، مينڊيٽ ۽ مجتا ٻٽي مڪاني نظام خلاف جدوجھد ڪندي ماڻيائون اھو بہ پنھنجي ھٿن سان مٽيءَ ۾ ملائي قومي تحريڪ جون واڳون وجي ليگين جي حوالي ڪيائون! ۽ ليگين جڏھن نائين زيرو جي زيارتگاھہ تي حاضري پري تہ سيني جا واڇٽ وچي ويا!! اج حالت اھا آھي تہ ھاڻ سڀ ننڍٽڪا لڳا پيا آھن. بيان بازين، ڪوڪلن احتجاجن ۽ حاضرين ڪان علاوہ ھاڻ قومي جدوجھد ڪٿي نظر نٿي اچي. اسان جي انھن اعمالن جي ڪري ئي اج ايم ڪيو ايم کي ايتري همت ٿي وئي آھي جو ھاڻي کليءَ ريت سنڌ جي ورھاڱي لاءِ ويڙھہ ڪرڻ جون ڳالھيون پئي ڪري، ھونئن تہ ايم ڪيو ايم يعني مھاجر قومي موومينٽ جي اصل ايجنڊا شروعات ڪان وٺي ئي سنڌ کي ورھائي نام نھاد مھاجر قوم جي وطن جو قيام آھي. سوشل ميڊيا تي تہ ھو سينو تاڻي دعويٰ ڪن ٿا تہ اسان جيڪڏھن ھندستان جيڏي ملڪ کي ٽوڙي پاڪستان ٺاھي سگھون ٿا تہ پاڪستان ۽ سنڌ کي ٽوڙي مھاجرستان ڇو نٿا ٺاھي سگھون ۽ ھاڻي بابر غوري صاحب بہ اعلانيہ چوي ٿو تہ ملتان جيان ھاڻي ڪراچي بہ سنڌ جي راڄڌاني نہ رھندي. ڇا اجان بہ اسين ردعمل ۾ رڳو زباني ڪلامي جذباتي بيان بازي ڪنداسين يا سنڌ جي سلامتي لاءِ ڪا سنجيده جاکوڙ بہ ڪنداسين؟ انتھائي اھم ڳالھ اھا آھي تہ ايم ڪيو ايم ڪان علاوہ ملڪي يا عالمي سطح تي ٻين قوتن جي ايجنڊا تي سنڌ جو ورھاڱو آھي يا ايم ڪيو ايم کي ھشي ڏيڻ جو مطلب پاڪستان ۾ انارڪي ۽ عدم استحڪام کي وڌائڻ آھي. وچ اوڀر ۽ ذڪرڻ ايشيا سياسي طوفانن ۽ جاگرافيائي تبديلين جي زد ۾ آھن ۽ جيڪي قوتون طاقتور ڏر طور ابرنديون، عالمي ۽ علائقائي تبديليون بہ انھن جي ئي حق ۾ ايندڀون، تنھن ڪري عالمي ايجنڊا ڇا بہ ھجي پر بنيادي دارومدار اسان جي پنھنجي مزاحمتي سگھہ تي آھي. جيڪڏھن سنڌي قوم پنھنجي منظم مزاحمتي سگھہ سان اُڀري ٿي تہ طاقت جو توازن سندس حق ۾ اچڻ جو روشن امڪان آھي ڇو تہ معروضي حالتون سنڌ جي حق ۾ آھن پر موضوعي لحاظ ڪان وري اسين ايترا ڪمزور ۽ ڇڙوڇڙ آھيون جو عالمي سطح تي تہ ڇا ملڪي سطح تي بہ اسين ڄڻ ڪنھن ڪاتي ۾ ناھيون. سنڌ جي اھا وڏي بدقسمتي رھي آھي تہ سنڌ جي قومي تحريڪ عوام ۾ پنھنجون پاڙون پختيون نہ ڪري سگھي آھي ۽ سنڌي قوم جي نمائندگي اھڙي وفاقي پارٽيءَ وٽ آھي، جنھن جي ايجنڊا تي سنڌ ڪڏھن بہ نہ رھي آھي ۽ جنھن جي سياست اج بہ "جيئي ڀٽو" جي نعري گرد گھمي رھي آھي.

اڄ الطاف حسين نون صوبن جي قيام لاءِ جنهن عوامي مهم جي شروعات ڪئي آهي، تنهن جو اصل بانيڪار ته پيپلز پارٽيءَ جو تاريخ ساز اڳواڻ آصف زرداري آهي. مرڪز مان ترڇي هاڻي جڏهن هڪ پيرو وري پيپلز پارٽي سنڌ ڪارڊ کيڏڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي، تڏهن اسان کي اهو قطعي نه وسارڻ گهرجي ته سرائيڪي صوبي جي آڙ ۾ نون صوبن جي قيام جي تحريڪ جا بنياد پيپلز پارٽي جا ئي رکيل آهن. تڏهن اسان جي ڪيترن دانشورن زرداري صاحب جي حق ۾ دليل ڊوڙائڻ شروع ڪيا هئا ته آصف زرداري پنجاب کي ورهائي وڏو تاريخي ڪارنامو سرانجام ڏئي رهيو آهي. جڏهن ته اها ڳالهه پهرين ڏينهن کان عالم آشڪار هئي ته آخرڪار اهو تاريخي ڪارنامو سنڌ جي ورهاڱي ۽ مهاجر صوبي جي قيام جي مطالبي تي اچي دنگ ڪندو. هاڻي سنڌ ڪارڊ کيڏندي کين اها فلم اچي ڳچيءَ ۾ پئي آهي ۽ چون ٿا ته "جيڪڏهن ايم ڪيو ايم سنڌ ۾ ڪنهن نئين صوبي جي ڳالهه نه ڪري ته اسان نون صوبن ۽ مهم ۾ سندس ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار آهيون!" سياسي طور هن کان وڌيڪ ڪا بي احمقاڻي ڳالهه ٿي سگهي ٿي!! ايم ڪيو ايم کي ڇا سرائيڪين ۽ هزارن جو پيٽ ۾سُور آهي يا هو انهن خاطر ٿا نون صوبن جي ڳالهه ڪن؟ سڀ ڪجهه سمجهندي، ڄاڻندي به اهڙي سنڌ دشمن ايجنڊا تي پيپلز پارٽي فقط ان ڪري پئي ڪم ڪيو ته جيئن جمهوري دؤر جا پنج سال پورا ڪرڻ جو تاريخ ساز ڪارنامو سرانجام ڏئي سگهن يعني اقتدار جو هر قيمت تي وڌ کان وڌ مزو ماڻي ۽ مال ميڙي سگهن. سنڌ جي سياسي پارٽين جي ان موقعي به ستي، بدعنواني ۽ بدحاليءَ ئي سنڌي قوم کي مايوسي جي ڏٻڻ ۾ ڌڪي ڇڏيو آهي، پر اسان کي هر قيمت تي ان مايوسيءَ جي ڏٻڻ مان نڪرڻو آهي ڇو ته مايوسي اسان لاءِ نه رڳو سياسي موت جو سبب بڻبي پر سنڌ جي وحدت لاءِ به زهر قاتل ثابت ٿيندي، تنهن ڪري اسان وٽ فقط اهوئي رستو آهي ته اسين بار بار ناڪامين ۽ شڪستن جي باوجود به پنهنجن پيرن پر اُٿي کڙا ٿيون ۽ پنهنجي وجود جي جنگ جوٽيون.

# ڪراچي منهنجو شهر آهي....

”ڪراچي دهشتگردن جو شهر آهي، سچ نہ ڳالهايوسين تہ ملڪ سڙي ويندو. 12 مئي جهڙو خوني واقعو تاريخ ۾ نہ ملي. ڪراچي ۾ رهندڙ سنڌين پشتونن ۽ بلوچن کي پارليامينٽ ۾ نمائندگي ڪرڻ نہ ٿي ڏني وڃي.“ پاڪستان جي قومي اسيمبلي ۾ محترم محمود خان اڇڪزئي سچ ڳالهائڻ جهڙي غير پاليامينٽيرين حرڪت ڪري ايم ڪيو ايم کي بنهہ مڇرائي ڇڏي ٿو. اهو سچ ڊان (Dawn) جهڙي معياري انگريزي اخبار کي بہ ايڏو ڀاري لڳي ٿو جو اها بہ سنڌس تقرير جو اصل متن شآيع ڪرڻ بدران تقرير تي تعصب وارو تبصرو شايع ڪري ٿي!

ڪراچيءَ جي اجوڪي صورتحال تي نظر وجهڻ کان اڳ اچو تہ ڪراچيءَ جي تاريخ جاگرافيءَ تي ٿوري نظر ڦيرايون. وڪي پيڊيا موجب ڪراچي قدرتي بندرگاهہ آهي جيڪو تاريخ کان اڳ جي زماني کان هتي سنڌي ۽ بلوچ قبيلن جي مڇي مارڻ وارن جو ماڳ رهيو آهي. يعني ڪراچي بنيادي طور ملاحن جو ڳوٺ آهي، جنهن کي سڀ کان اڳ ملاح عورت مائي ڪولاچيءَ جي نالي پويان ڪولاچيءَ جو ڳوٺ سڏيو ويو. قديم يوناني لوڪن ان کي ڪروڪولا، مورنٽوبارا ۽ باربريڪان جي نالن سان بہ ياد ڪيو آهي. جڏهن تہ ڪجهہ يوناني تحريرن ۾ ڪراچيءَ کي راميا (راجا رامچندر جي نالي سان) بہ سڏيو ويو آهي. عربن وٽ اهو ديبل بندر جي نالي سان مشهور هيو. سڪندر مقدونيءَ جڏهن سنڌو ماٿريءَ جي مهم تان واپسي ڪري بابل وڃڻ لاءِ جنگي ٻيڙو پٽي تيار ڪرايو تہ ان لاءِ هن ڪروڪولا ۾ پنهنجي ڪئمپ قائم ڪئي هئي. سڪندر واپسي جو سفر مورنٽو بارا (اڄوڪو منهوڙو ٻيٽ) کان شروع ڪيو. انڊو يوناني نسل جي باختري بادشاهن وري هن سامونڊي بندر کي باربريڪان جو نالو ڏنو هيو. ايوڌيا جي راجا رامچندر ۽ سيتا هنگلاج ياترا تي ويندي رام باغ وٽ پنهنجي ڪئمپ قائم ڪئي هئي. هنگلاج ديويءَ جو مندر جنهن کي شاهہ لطيف ناني امان جي مندر طور ياد ڪيو آهي سو دراصل سنڌ هند جو قديم ترين عبادت گهر آهي جيڪو سنڌو ماٿريءَ ۾ مدري سماج جي آخري مهاراڻي پاربتي ديويءَ جو جنم گهرپڻ آهي. گنگا جمنائي لوڪن جا

سنڌو ماٿريءَ جي ماڳ هنگلاج مندر ڏانهن پنڌ پراڻا آهن ۽ ڪراچي انهيءَ پنڌ جو پراڻو ماڳ (پڙاءُ) آهي. ڪراچي نالي جو پهريون پيرو ذڪر 1742ع ۾ ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني جي هڪ دستاويز ۾ ملي ٿو جنهن جو رڌرڪرڪ نالي ساموندي جهاز هن بندر وٽ تباهه ٿيو هيو. هن بندر کي جديد بندرگاهه ارڙهين صديءَ ۾ انگريز بڻايو جنهن جي تعمير ۾ سنڌي هندن نمايان ڪردار ادا ڪيو. ايران کان لڏي آيل پارسي ڪميونٽيءَ جو به ڪراچيءَ جي جديد شهر کي اڏڻ ۾ نمايان ڪردار رهيو آهي ۽ عظيم جمشيد مهتا هن شهر جو پهريون ميئر هيو. وشنداس تيرٿ داس، لوڪل گورنمينٽ جو جهڙوڪر بانيڪار هيو جنهن جو سِرُ وڍيل مجسمو اڄ به مهتا پئلس جي زينت بڻيل آهي. سنڌ جو اهو سر وڍيل مجسمو ڪراچيءَ ۾ دهشتگرديءَ جي تاريخ جي گواهي ڏئي رهيو آهي ۽ اجوڪي دهشتگردي جي جڙ ڏانهن اشارو ڪري رهيو آهي. بلاشڪ اڄ ڪراچي تي دهشتگردن جو راڄ آهي ۽ اهو 48-1947ع کان جاري آهي، جڏهن ورهاڱي جي رتوڇاڻ ۾ ڪراچي جي اصلوڪن رهواسين (Original Karachi tes) کي ڏيهه نيڪالي ڏئي ڪرچي سنڌ کان کسي مرڪز جي حوالي ڪئي وئي. نام نهاد مذهبي تضادن جي آڙ ۾ سنڌ جي شهرن مان سنڌ واسين کي ڏيهه نيڪالي ڏئي، هندواسين کي آباد ڪيو ويو جيڪي ڪالهه تائين پڪا پاڪستاني هئي ۽ اڄ مهاجر يا اردو ڳالهائيندڙ سنڌي هئڻ جي وچ ۾ لٽڪي رهيا آهن. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي کين اقتدار جي انڌي لٽ هٿ اچي وئي آهي. جڏهن کين اها هٿن مان سرڪندي نظر اچي ٿي تہ سندن بدن مان سيسراٽ نڪري وڃن ٿا ۽ هو ان اقتداري لٽ کي انڌي جي لٽ جيئان گهمائن ٿا. جنهن کي هميشہ بہ مٽا ٿين ٿا. هو پنهنجا ۽ ٻين جا مٽا ڦاڙيندي دير ئي نہ ٿا ڪن ۽ پوءِ اقتدار جا ٻيا اسٽيڪ هولڊرز وري سندن آڏو ڊيري ٿيندي دير ئي نٿا ڪن. جنهن جو تازو ثبوت نديم هاشمي جي گرفتاري ۽ آزادي آهي. پاڪستان جي قيام کان وٺي کين برطانوي آمريڪي ڏاڍي سرڪار جو آشيرواد حاصل رهيو آهي. سندن سياسي نمائندگي جيستائين جماعت اسلامي ۽ جميعت علماءِ پاڪسان وٽ هئي تيستائين کين پڪي پاڪستاني وارو ڪردار نڀائڻ جي ذميواري سونپيل هئي. جڏهن کان اسلام ۽ پاڪستان جو علم جنرل ضيا پنهنجي فولادي مٺ ۾ قابو ڪري ورتو تہ کين وري مهاجر قومپرستيءَ جو علم سونپي ڇڏيو جيڪو هٿ ۾ جهلي ايم ڪيو ايم جڏهن طئہ ٿيل حدون اورانگهڻ لڳي تہ نوري جي ڏهاڪي ۾ کين ڏينهن جا تارا ڏيکاري پنجاب کيس مهاجر مان متحده بڻائي ڇڏيو. برطانيہ ۽ آمريڪا وري بہ سندن پرجهلو بڻجي نہ رڳو کين زوال کان بچائي ورتو پر الٽو کين دهشتگردي جو

عالمي چار ڦهلائڻ ۾ بہ سنڌن يار و مددگار ثابت ٿيا. اهڙي ڏکئي وقت ۾ ڪين نہ رڳو مغرب پر مشرق بہ وڏي ڪم آيو خصوصاً سنڌن ابن ڏاڏن جو ديس هندستان! جنهن جي زنده نشاني اجمل پهاڑي اج بہ حاڪمن جي امان ۾ آهي ۽ جنهن کي خوش ڪرڻ لاءِ الطاف حسين ورهاڱي کي ”تاريخ جي سنگين غلطي“ قرار ڏنو. بهرحال اهڙي طرح الطاف ڀائي پنهنجن وڏڙن جي تاريخي غلطيءَ جو اعتراف ضرور ڪيو پر وري ان جي تدارڪ ڪرڻ بدران هي صاحب سنڌن ئي نقش قدم تي هلندي هاڻي هند کان پوءِ سنڌ کي بہ ورهائڻ جي تاريخي غلطي ڪرڻ جي ڪوشش تي بضد آهي. جنهن جي مسلسل ڳجهي منصوبابندي کان پوءِ هاڻي ان جو کليل اظهار ڪرڻ شروع ڪيو آهي. جيتوڻيڪ موضوعي لحاظ کان اهي اج بہ سگهارا ۽ منظم آهن. پر معروضي حالتون سنڌن حق ۾ بلڪل نہ آهن. سنڌي ماڻهن جي جم جي شرح جهڙي ريت وڌي آهي. سنڌ ۾ ايڏي وڏي ۽ گهڻ طرفي لڏپلاڻ کان پوءِ بہ تازي جاري ٿيل غير سرڪاري وفاقي ايجنسي جي سروي ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ سنڌ ۾ سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙن جو تعداد 85 سيڪڙو آهي. 1980ع واري ڏهاڪي کان وٺي سنڌ جي ڳوٺن ۽ ننڍين شهرن ۾ ڌاڙن ۽ اغوائن سنڌي ماڻهن جي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ آبادڪاريءَ جي عمل کي تمام گهڻو تيز ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري اج ڪراچي ۽ حيدرآباد جي نہ رڳو پسگردائي پر پوش علائقن ۾ بہ سنڌي ماڻهن جي آدمشماري تمام گهڻي وڌي وئي آهي. جيڪا سرڪاري انگن اکرن ۾ ان ڪري بہ درج نہ ٿي هئي تہ سنڌن سڃاڻپ ڪارڊن ۾ رهائشي پتا پنهنجن ڳوٺن جا درج ٿيل آهن. هن ڀيري جيتوڻيڪ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ سنڌين جيڪي بہ نوان سڃاڻپ ڪارڊ ٺهرايا آهن. تن ۾ موجوده شهري پتا ئي درج ڪرايا آهن. پر ڪراچي ۽ حيدرآباد جي انتظامي جوڙجڪ ۽ تڪبنديون ئي اهڙي طرح ٿيل آهن. جو چوندن ۾ هر لحاظ کان اردو آبادي جي سرسي نظر اچي ٿي. جنهن حقيقت ڏانهن ئي ڌيان ڇڪائيندي اچڪزئي صاحب اشارو ڪيو تہ ڪراچي ۾ سنڌين. بلوچن ۽ پشتونن کي پارليامينٽ ۾ نمائندگي نہ پئي ڏني وڃي. ڪراچي ۾ آبادي جي بدلجندڙ توازن جو پلڙو جيتوڻيڪ واضح طور سنڌين جي حق ۾ نظر اچي ٿو پر ڪراچي جي سياسي منظر تي ان جي ڪابہ نمائندگي نظر نہ ٿي اچي. رڳو سرڪاري انگن اکرن تي نظر وجهجي ٿي تہ ڏهن بہ آباديءَ جي بدلجندڙ توازن جي واضح تصوير آڏو نظر اچي ٿي. 1981ع جي سرڪاري آدمشماري موجب ڪراچي ۾ اردو ڳالهائيندڙن جو تعداد 54 ڏهائي 34 سيڪڙو هيو جيڪو 1998ع ۾ گهٽجي 48 ڏهائي 52 سيڪڙو تي وڃي ۽ وڪي پيڊيا جي تخميني موجب 2012ع ۾ اجا بہ گهٽجي 41 ڏهائي 50 تي ويو

آهي، پر ايم ڪيو ايم گوئبلز واري پروپگنڊائي پاليسي تي عمل ڪندي ڪراچي جي 85 سيڪڙو نمائندگي جي جعلي دعويٰ ڪري رهي آهي، جڏهن ته پيا ڪيترائي تخمينا هاڻي ڪراچي ۾ اردو آبادي جو تعداد 29 کان 35 سيڪڙو جي وچ ۾ ڄاڻائي رهيا آهن. 1981ع جي آدمشماريءَ ۾ سنڌين جو تعداد 6 ڏهائي 29 سيڪڙو ڄاڻايو ويو آهي، جيڪو 1998ع ۾ وڌي 7 ڏهائي 22 سيڪڙو ٿيو ۽ وڪي پيڊيا جي اندازي موجب 2012ع ۾ وڌي 10 ڏهائي 34 سيڪڙو ٿيو آهي، ان سان گڏوگڏ بلوچي ڳالهائيندڙن جو تعداد 1981ع جي آبادي ۾ 4 ڏهائي 39 سيڪڙو هيو، جيڪو 1998ع ۾ لڳ ڀڳ ساڳيو ئي 4 ڏهائي 34 ڄاڻايو ويو آهي، جيڪو وڪي پيڊيا جي تخميني موجب 2012ع ۾ وڌي 6 ڏهائي 34 سيڪڙو ٿيو آهي.

ڪراچي ۾ سرائڪين جو تعداد 1981ع ۾ ٻڙي ڏهائي 35 سيڪڙو هيو جيڪو 1998ع ۾ 2 ڏهائي 11 سيڪڙو جڏهن ته 2012ع جي تخميني موجب 4 ڏهائي 11 سيڪڙو آهي. پنجابي ڳالهائيندڙ ڪراچي ۾ 1981ع جي آدمشماري ۾ 13 ڏهائي 94 سيڪڙو ۽ 2012ع جي تخميني موجب 15 ڏهائي 64 آهي. ڪراچي ۾ سڀ کان وڌيڪ واڌ پشتو ڳالهائيندڙن جي رڪارڊ ڪئي وئي آهي، جيڪي 1981ع ۾ 2 ڏهائي 11 سيڪڙو، 1998ع ۾ 11 ڏهائي 42 سيڪڙو ۽ 2012ع ۾ وڪي پيڊيا جي تخميني موجب 12 ڏهائي 96 سيڪڙو آهن.

ڪراچي جي آدمشماري جا انگ اکر پيش ڪندي هڪ تاريخي حقيقت کي نظرانداز ڪيو ويندو آهي ته ڪراچي سميت سڄي سنڌ ۾ بلوچي ڳالهائيندڙ قبيلا، برادريون ۽ ذاتيون سنڌي قوم جو تاريخي انگ آهن. لياريءَ جي بلوچن جي وابستگي به سنڌ ۽ پيپلز پارٽيءَ سان رهي آهي، نه ڪي بلوچستان جي ڪنهن پارٽي سان. ڪراچي جا سنڌي بلوچ مهاڻا ئي ڪراچي جا اصل اڏيندڙ آهن ۽ هڪڙي سنڌي عورت ڪولاچي جي نالي پويان ئي هن شهر جو بنياد پيو آهي. تنهن ڪري ڪراچي جي آباديءَ ۾ ٻنهي کي الڳ ڪري ڏيکارڻ سنڌن اهميت ۽ حيثيت کي گهٽ ڪري پيش ڪرڻ جي مترادف آهي. جيڪڏهن ٻنهي جي آبادي کي گڏائجي ته ڪراچي ۾ سنڌي آبادي 1981ع ۾ 10 ڏهائي 68 سيڪڙو، 1998ع ۾ 11 ڏهائي 56 سيڪڙو ۽ 2012ع جي تخميني موجب 16 ڏهائي 65 سيڪڙو آهي. هي انگ اکر ڪراچي جي سنڌي آبادي جي وڌندڙ رجحان جي ته عڪاسي ضرور ڪن ٿا، پر ڪا وڏي ڪيفيتي تبديلي ڪنهن وڏي انقلابي چال جي تقاضا ڪري رهي آهي مشهور آرڪيٽيڪٽ محترم عارف حسن جي سروي موجب هاڻي ڪراچي ۾ سڀ کان وڏي آبادڪاري سنڌين ۽ سرائيڪين جي ٿي رهي آهي، جنهن جي

عڪاسي مٿيان انگ اکر بہ ڪري رهيا آهن، پر بدقسمتيءَ سان سنڌين جي سياسي سگهہ ايتري ڪمزور ٿي وئي آهي جو بهتر معروضي تبديليءَ جو سياسي اظهار جسقم جي آزادي مارچ کان علاوه ڪڏهن بہ نہ ٿيو آهي. ان جي ابتڙ ڪراچي جي پشتون آباديءَ ايم ڪيو ايم سان مسلسل ويڙهہ ۾ پاڻ کي منظم ڪري پاڻ کي ڪراچي جي طاقتور سياسي ڌر ثابت ڪيو آهي. ڪراچيءَ ۾ سمورن سنڌين جي اجتماعي سگهہ کي پر امن مزاحمتي تحريڪ ذريعي منظم ڪرڻ بدران پيپلز امن ڪميٽي ذريعي ايم ڪيو ايم جي مد مقابل ٿيڻ جو سڀ کان تباهہ ڪن نتيجو اهو نڪتو آهي تہ لياري جيڪو اڳ سنڌين جي پر امن مزاحمتي تحريڪ جو مرڪز هيو، اهو اڄ ڪڇي ۽ بلوچ برادري جي جهيڙي جي وَر چڙهي ويو آهي جنهن جو ايم ڪيو ايم پرپور فائ وٺي رهي آهي ۽ پيپلز پارٽي پنهنجا زخم چٽي رهي آهي، جنهن جو عذاب سڄي سنڌي قوم ڀوڳي رهي آهي.

سنڌ جي قومپرست قيادت جي ڪمزوري ۽ ناڪامي جو ان کان وڌ ڪهڙو ثبوت ٿي سگهي ٿو تہ ڪراچي ۽ حيدرآباد جي نئين تعليم يافتہ سنڌي نوجوان نسل بہ وڏي تعداد ۾ تحريڪ انصاف جي اميدوارن کي ووٽ ڏنا! نہ رڳو ايترو پر پيپلز پارٽي جو لياري مان هارايل اڳواڻ قادر پٽيل اڄ اهو اعتراف ڪري ٿو تہ سندن تڪ مان دراصل تحريڪ انصاف جو اميدوار کٽي چڪو هيو جنهن کي ڌانڌلي ڪري هارائي ايم ڪيو ايم جي نبيل گبول کي کٽرايو ويو يعني ايم ڪيو ايم ۽ پيپلز پارٽيءَ کان بيزار ووٽرن متبادل طور تحريڪ انصاف کي ووٽ ڏنو جنهن طرفان ڪراچي سميت سڄي سنڌ ۾ ڪا اثرائتي اليڪشن مهم بہ نہ هلائي وئي هئي. سنڌ ۾ تحريڪ انصاف کي مليل ووٽ دراصل سنڌ جي سياست تي ڇانيل پ پ ۽ ايم ڪيو ايم جي هڪ هٽيءَ جي خلاف عدم اعتماد سان گڏوگڏ ان متبادل طور موجود پراڻين قوتن جي خلاف عدم اعتماد جو ووٽ هيو. هن سڄي صورتحال جي تقاضا آهي تہ سنڌ جا سمورا ساڃاهہ وند ان صورتحال جو انتهائي سنجيدگيءَ سان نئين سر جائزو وٺن ۽ ڪراچي سميت سموري سنڌ جي مثبت سياسي سگهہ منظم ڪن، جيڪا سڄي سنڌ کي يڪجاءِ ڪري ۽ سيني جون دليون ۽ دماغ کٽي سگهي. سنڌ جي مٽيءَ ۾، سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ ۽ سنڌين جي خمير ۾ اها سگهہ آهي، بس ضرورت آهي ان سگهہ کي عقل ۽ دانش سان مجتمع ۽ منظم ڪرڻ جي. رڳو پنهنجي ڪمزورين ۽ ناڪامين جا روئڻا روئڻ سان يا ٻين تي ڏوهہ ڏيڻ سان ڪجهہ نہ ورندو نہ ئي مايوسيءَ مان ڪجهہ پلئہ پوڻو آهي. پنهنجي پاڻ منجهان ويساهہ وڃايوسين تہ اسان سڀ ڪجهہ وڃائي ويهنداسين. اسين ڄاڻون ٿا تہ نہ

رڳو ڪراچي، پر هي سنڌ کي آباد ڪندڙ عظيم سنڌو به اسان جي آسي. ۽ هاڻ تہ قدرت بہ اسان تي مهربان آهي جو ڪنهن ويل سنڌوءَ ۾ مسلسل واريءَ جا ڍڳا ڏسي اسان سنڌوءَ جي پرجهڻ لاءِ دعائون ٿي ڪيون. سو بہ هاڻ هر سال تارون تار پرجي ٿو اچي ۽ سنڌ جي سڪل ڪُک کي سائو ڪري ٿو. سنڌ جي هيءَ نئين سائي ڪُک سنڌ جي مزاحمي سگهہ کي بہ سائو ڪري سگهي ٿي پر سڀ کان اڳ اسان کي پاڻ منجهان وڃايل ويساهہ ۽ خوداعتمادي حاصل ڪرڻي پوندي. چاڪاڻ تہ مضبوط ارادن، ڏاهپ واري منصوبابندي ۽ ثابت قدم عمل سان هر شڪست کي فتح ۾ بدلائي سگهجي ٿو ۽ اهو ان وقت تہ اچان بہ آسان ٿي وڃي ٿو جڏهن معروضي حالتون بہ پنهنجي حق ۾ هجن.

# زلزلن جي زد ۾ آيل انسان

"پاڪستان حڪومت سان هر روز ڳالهه ڪرڻ باوجود اها سرحدن کان آزاد ڊاڪٽرن(Doctors without frontiers) جي عالمي تنظيم کي بلوچستان جي زلزلي متاثرن علائقن ۾ امدادي سرگرميون شروع ڪرڻ جي اجازت نه ٿي ڏئي." عالمي ڊاڪٽرن جي هي انسان دوست تنظيم فوري طور آواران پهچي زخمي انسانن جي ڦٽن تي پها رکڻ چاهي ٿي. پر اسان جي انسان دشمن حڪمرانن کي ان بي لوث آڇ پويان به ڪا ملڪ دشمن عالمي سازش نظر اچي ٿي!

هو ايترا ڊنل آهن يا مظلوم بلوچ عوام کي پنهنجن حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي سزا ڏيڻ چاهين ٿا!؟ 22 ۽ 24 سيپٽمبر تي آيل زلزلي جا مرڪز آواران ۽ مشڪي آهن. مشڪي جي مٽيءَ منجهان ئي بلوچ قومي تحريڪ جي ايرنڌڙ انقلابي ڪردار ڊاڪٽر الله نظر بلوچ جنم ورتو آهي. جنهن لاءِ اها اميد به ڪئي پئي وڃي ته هي سنڌو مها ساگر جو جنرل گياپ به ثابت ٿي سگهي ٿو.

آڪٽوبر 2005ع ۾ جڏهن اترين علائقي ۾ زلزلو آيو هو ته سموريون ملڪي ۽ غير ملڪي سرڪاري توڙي خانگي تنظيمون تحرڪ ۾ اچي ويون هيون پر بلوچستان ۾ جڏهن زلزلو اچي ٿو ته رڳو بين الاقوامي تنظيمن کي امدادي سرگرمين کان روڪيو وڃي ٿو پر ملڪي طور به رڳو قانون لاڳو ڪندڙ ايجنسين ۽ انهن سان لاڳاپيل جهادي تنظيمن جي نام نهاد فلاحي ادارن کي زلزلي ستيل ماڻهن تائين پهچڻ جا رستا کولي ڏنا وڃن ٿا ۽ باقي سيني کي ڊيڄاريو پيو وڃي ته امدادي جٿن تي بلوچ مزاحمت ڪار حملا پيا ڪن. تنهن ڪري توهان کي انهن علائقن ۾ وڃڻ جي اجازت ڏيڻ جهڙي سيڪيورٽي رسڪ ڪيئن ٿا ڪٽي سگهون!

جيڪڏهن غير رياستي ۽ انسان دوست فلاحي ادارا ۽ فرد. جاءِ واردات تي پهچي بلوچ عوام سان ڏک سور ونڊيندا ته سندن اڇا ڪارا پڌرا نه ٿي پوندا!!" هو پل ڪيڏو به ڪوڙ ڳالهائين پر سچ پوءِ به سچ جي ڪرڻن جيان نڪري نروار ٿيندو آهي. سندن ٿي امدادي جٿن سان گڏ ويل ڪنهن صحافي هڪ عام بلوچ جي اها صدا به منظرِعام تي آندي ته "ڪين 60 سالن کان پوءِ

هاڻي خبر پئي آهي تہ ڌرتي جي هن خطي تي بہ ڪي انسان رهن ٿا!“۽ انهن مصيبت ماريل انسانن سان هو ڪهڙو سلوڪ ڪن ٿا تنهن جا حوال بہ سخت سينسر جي باوجود ڪنهن نہ ڪنهن ذريعي سان منظر عام تي اچي وڃن ٿا. ڪين امدادي پئڪيٽ ڏيئي ڇيو پيو وڃي تہ هاڻي زور سان پاڪستان زندهہ آباد جو نعرو هڻو پر ڪو هڪ بلوچ بہ امداد عيوض اهو نعرو هڻڻ تي راضي نٿو ٿئي. انهن نام نهاد امدادي سرگرمين جي آڙ ۾ بلوچ مزاحمتي تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ جاسوسي جو خطرناڪ ڄار وڇايو پيو وڃي ۽ ڳولي ڳولي عوام دوست بلوچ امدادي ڪارڪنن کي بہ پڪڙي گم ڪيو پيو وڃي. ايم. آر. ڊي تحريڪ کان پوءِ اهڙي جاسوسي ڄار ذريعي سنڌ جي سموري مزاحمتي تحريڪ کي اندران ئي اندران تباهہ ڪرڻ ۽ ڪرپٽ ڪرڻ جو هو ڪامياب تجربو ڪري چڪا آهن ۽ اڄ بہ سنڌ جي سرفروش مزاحمتي ڪارڪنن کي ڳولي ڳولي پڪڙيو ۽ ماريو پيو وڃي. جنهن جو تازو ثبوت برڪت چانڊيو عرف ديوان پريم جو مليل تشدد ٿيل لاش آهي. جنهن کي وارهہ کان ڪراچي ويندي نصير آباد وٽ ڪوچ مان لاهي تارچر ڪئمپ نيو ويو ۽ پوءِ سندس لاش لياري ايڪسپريس وي ڪراچي وٽان لاوارث حالت ۾ پيل مليو سنڌي ۽ بلوچ سندن نظر ۾ آهن ئي پيدائشي غدار ۽ منجهن جيڪي سرڪش آهن. تن جا سِرَ قلم ڪرڻا آهن. جيڪي ايماندار ۽ بااصول آهن. تن کي پٽ سان لڳائڻو آهي. باقي جيڪي محب وطن پاڪستاني يعني سندن پگهاردار ٿيڻ لاءِ تيار آهن. ظاهري توڙي ڳجهي نموني تن کي جاوا ڪرائي. لئہ سلت ڪرائي. شراب شِباب سان مالال ڪري ڪانئن پاڪستان جي قومي خدمت ڪرڻ جهڙوڪ مقدس فريضو ادا ڪرائڻو آهي.

هي دنيا جو نرالو ملڪ آهي. جتي خطرناڪ زلزلو اچي ٿو ۽ مظلوم انسان مدد لاءِ آهہ و پڪار ڪن ٿا. پر پاڪستان جو وزيراعظم گڏيل قومن کي خطاب ڪندي سندن مدد لاءِ انسانيت جي ضمير کي جاڳائڻ بدران پنهنجي ضمير کي حب الوطني جي لولي ڏيئي سمهاري ٿو ۽ هندستان جي وزيراعظم کي ميار ڏي ٿو تہ تون بلوچستان جي باغين جي مدد ڇو پيو ڪرين!

بلوچستان جي فخرو ياڻي ۽ بي اختيار وزير اعليٰ محترم مالڪ بلوچ بہ ٻهرين تہ وزيراعظم جي موجودگيءَ ۾ ساڻس اختلاف ڪندي عالمي امداد جي اپيل نٿو ڪري. پر وطن واپسي تي ٿوري همت ڪري اهڙي اپيل ڪرڻ جي جرئت ڪري ٿو پر پاڪستان جو وفاقي گهرو وزير چوڌري نثار صاحب فوري طور سندس منهن تي لپاٽ هڻي ڪڍي ٿو تہ ”اسان کي ڪنهن بہ عالمي امداد جي ضرورت ناهي.“ يعني انهن غدار بلوچن کي اسان پاڻ ئي اهڙي امدادي

سيکت ڏيندا سين جو سنڌن ايندڙ نسل بہ پيا ياد ڪندا. هنن کي فخر آهي تہ هنن ڪيئن نہ ڪاميابي سان سنڌي ماڻهن کي امدادي سرگرمين ذريعي پينو بڻائي ڇڏيو آهي ۽ هو بس ڪپي ڪپي جي ئي رٽ لڳايو بيٺا آهن. کين اميد آهي تہ هو بلوچستان سان بہ اهڙي ئي ڪار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا. تنهنڪري زلزلي سٽيل عوام جي امداد ڪرڻ جو ثواب هو اڪيلي سر کٽڻ چاهين ٿا.

اهڙي زوردار ليپاٽ لڳڻ کان پوءِ بلوچستان جو قومپرسٹ وڏو وزير بہ هاڻ سنڌن ئي ٻولي ڳالهائڻ لڳو آهي تہ. "بلوچ باغين کي امدادي سرگرمين ۾ رڪاوٽون وجهڻ نہ گهرجن." جيئن فخرويائي بدترين چونڊون ڪرائي انهن کي بهترين ۽ شفاف چونڊون قرار ڏيئي، سنڌن ڪم ايمانداري سان پورو ڪري شرافت سان گهر روانو ٿيو. تيئن هي بلوچستان جو قومپرست وڏو وزير بہ سنڌن ڪم ايمانداري سان سرانجام ڏيئي شرافت سان پنهنجي گهر هليو ويندو. اسان جي سياڻي سرڪار ڏاڍو هوشياريءَ سان مخصوص حالتن ۾ شريف ۽ ايماندار انسانن کان پنهنجا ڪم چڱي ريت سرانجام ڏياريندي آهي. ماڻهن کي ڪرپٽ ڪرڻ سان گڏوگڏ شريف ماڻهن کي استعمال ڪرڻ جي ڪم ۾ سنڌن ڪاريگري کي داد نہ ڏيڻ بنهہ ناانصافي ٿيندي.

ماڻهن کي منجهائڻ ۽ گمراهہ ڪرڻ لاءِ ظالم حاڪم ۽ سنڌس حواري هڪڙي خطرناڪ وات وٺندي ظالمن ۽ مظلومن کي هڪ ئي قطار ۾ ويهاري ڇڏيندا آهن ۽ اهو ڪم وري ناداني ۾ ڪيترا شريف ماڻهو ۽ پاڻ کي غير جانبدار صحافي ۽ دانشور ثابت ڪرڻ جا شوقين بخوبي ادا ڪندا آهن. پهرين چيو ويو هيو تہ بلوچ مزاحمت ڪار امدادي سامان کڻي ويندڙ هيليڪاپٽرن ۽ ليويز جي جٿن تي حملا ڪري رهيا آهن يعني مظلوم کي ظالم ۽ ظالم کي مظلوم ڪري پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ پوءِ وري انسانيت جي نالي ۾ ٻنهي ڌرين کي اپيلون ڪيون ويون تہ هڪٻئي مٿان حملا بند ڪري زلزلي سٽيل بلوچ عوام تائين امدادي رسد کي سولو بڻائين. واهہ ڙي غير جانبداري تنهنجا رنگ! يعني مرن بہ بلوچ ۽ الزام بہ انهن تي ڪائنن وسري ٿو وڃي تہ آواران ۽ مشڪي ڊاڪٽر الله نظر بلوچ سميت سوين هزارين بلوچ باغين جي جنم ڀومي آهي ۽ اتي سڀ کان وڏيڪ مصيبت هيٺ سنڌن ئي خاندان ۽ ساٿي آيا آهن ۽ هاڻي هو پاڻ ئي پنهنجن خاندانن ۽ ساٿين کي امداد پهچائڻ جا رستا روڪي بيٺا آهن! ان کان وڏو ٻيو ڪوڙ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو. ڪوڙ ۽ سچ جي ان وقت ڳالهہ کلي پئي، جڏهن بلوچ باغين جي ڪمانڊر الله نذر بلوچ سمورن عالمي ادارن جي امدادي سرگرمين جي آجيان ڪرڻ جو بيان جاري ڪيو ۽ پاڪستان حڪومت پيو تہ ڇڏيو پر گڏيل قومن جي وفدن کي بہ

آواران وڃڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. اهڙي ئي بي حسي جو مظاهرو 1970ع ۾ تڏهوڪي اوڀر پاڪستان يعني بنگال ۾ آيل طوفان جي دوران بنگالي عوام سان ختيار ڪيو ويو هيو. تڏهن مصيبت ماريل بنگالي عوام جي پرگهور لهڻ بدران ڳجهه ڳوهه ۾ بنگالي عوام خلاف فوجي آپريشن ڪرڻ جون تياريون ڪيون پئي ويون ۽ اڄ وري بلوچستان ۾ ساڳئي تاريخ ورجائي پئي وڃي. جنهن جي نتيجي ۾ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ بلوچستان ۾ آيل قدرتي زلزلا ڪنهن تمام وڏي سياسي زلزلي جي نشاندهي ڪري رهيا آهن. پر بنگال ۽ بلوچستان ۾ هڪڙو نمايان فرق اهو آهي تہ بنگال جو خطو جاگرافيائي لحاظ کان اولهہ پاڪستان کان الڳ ٿلڳ ۽ پري هيو. پر بلوچستان جي هر زلزلي جا اثر سڄي خطي سان ڳنڍيل هجڻ سبب سڀ ڪو ئي محسوس ڪري سگهي ٿو. بلوچستان ۽ سنڌ تہ نہ رڳو خشڪي رستي پر پاڻيءَ رستي بہ هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن ۽ ٻنهي جون قسمتون بہ لازمي طور هڪٻئي تي دارومدار رکندڙ آهن. جيئن تہ بلوچستان اقتصادي طور تي اسريل نہ آهي ۽ بلوچ قومي تحريڪ جو پاڪستان جي اقتصادي شهہ رڳ تي ڪو اثر نٿو پوي, تنهن ڪري بلوچ عوام بار بار بغاوت لاءِ پهاڙن ۽ هٿيارن جو سهارو وٺڻو پوي ٿو. پر سنڌ, بينظير جي موت تي جڏهن ٽي ڏينهن بہ احتجاج ڪري ٿي تہ پاڪستان جي اقتصاديات جو سڄو ڦيٿو بيهجي وڃي ٿو. آبادي جي لحاظ کان بہ بلوچ قومي تحريڪ انتهائي خساري ۽ ڏکي صورتحال جو شڪار ٿيندي رهي ٿي پر وڏي پيماني تي ڌاري آبادڪاريءَ جي باوجود سنڌي قوم جي ايتري آبادي ۽ سگهہ آهي جو اها نہ رڳو اقليت ۾ اچڻ کان بچي وئي آهي. بلڪ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ بہ پنهنجي آباديءَ واري سگهہ ۾ اضافو آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي آهي. سنڌي قوم پنهنجي ان سگهہ کي سياسي سگهہ ۾ ۽ خصوصاً مزاحمتي سگهہ ۾ تبديل ڪرڻ ۾ بريءَ طرح ناڪام وئي آهي. جنهن جو مکيہ سياسي سبب اهو آهي تہ هن پنهنجا سمورا سياسي پتا پيپلز پارٽيءَ جي جهوليءَ ۾ وجهي ڇڏيا آهن. جن سان پيپلز پارٽي سنڌ جي سياسي حقن جي تحفظ بدران اقتداري تحفظ جي راند کيڏي رهي آهي. جيڪڏهن بلوچستان جيان سنڌ ۾ ڪا سگهاري مزاحمتي تحريڪ نٿي اُڀري تہ پوءِ يقيناً اسين وري بہ هڪ غلاميءَ مان نڪري ٻي غلاميءَ جي وَر چڙهي ويندا سين. جيئن پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اسين غلامن ابن غلامن جي غلاميءَ جي وَر چڙهي وياسين.

بلوچستان جي پيٽ ۾ سنڌ جي سياسي ٽوٽي سماجي صورتحال جو جائزو وٺجي ٿو تہ ڏيل ئي ڏکي ٿو وڃي. هر طرف بدعنواني ۽ بي حسيءَ جو راڪاس راڄ ڪري رهيو آهي. حاڪم تہ ڇڏيو محڪومن جا روح بہ بي حسي

۾ بدعنواني جا مجسم مثال بڻجي ويا آهن. سواءِ انتهائي محدود ٿورائي جي سرفروشي ۾ سرڪشيءَ جي باقي سموري سنڌ مفاهمت جو مجسمو بڻجي وئي آهي ۾ مفاهمت ڪنهن سان؟ ظلم سان، ڌاڙ سان، بي ايمانيءَ سان، بدمعاشي سان، منافقيءَ سان، رشوت سان، نااهلي سان ۾ هر قسم جي ڪارستانيءَ سان! ۾ ڪهڙي قيمت تي؟ پنهنجي ماڻهپي ۾ اخلاقي قدرن جي قيمت تي!

نومبر 2005ع ۾ لاهوت جي سفر دوران ان ئي صورتحال تي سوچيندي لکيو هيم: اي دوستا اڄ پل ماڻهپي واري سياست جو سوال ئي منظر تان غائب ٿي ويو هجي پر اسان جو تہ اولين فرض ئي آهي ماڻهپي واري سماج جي تعمير لاءِ پاڻ پتوڙڻ. پل ڪيترا بہ زلزلا ڇو نہ اچن، اهي انساني ارادي کي ماري نٿا سگهن. هر تباهيءَ کان پوءِ وري نئين سر تعمير جو جذبو ازلي و ابدي زندگيءَ جي علامت آهي. ڏس! ڪيڏيون قيامتون انسان تي ڪڙڪن ٿيون پر انسان انهن تان بہ گذريو وڃي.

۾ اڄ بہ يقين ڪامل آهي تہ بلوچستان سان گڏوگڏ سنڌ بہ انهن قيامتن منجهان گذري نئين انسانيت جي تاريخ تخليق ڪندي.

# دراوڙ لاش جو سفر

"اوهان کي پڙهايو ويو تہ هندستان جا اصلوڪا رهاڪو اڻ آريا هُئا. جيڪي اڻ سڏريل هُيا. جن کي آريا ماڻهن اچي سُڌاريو. اها ڳالهہ غلط آهي. هندستان جا اصلوڪا رهاڪو اڻ آريا سُڌريل ماڻهو هئا جن وٽ بني ٻاري واريون بينڪون هيون. اڻ سُڌريل دراصل اهي آريا هئا جيڪي اُتر اولهہ ۾ اولهہ پاسي کان گهوڙن تي چڙهي هندستان ۾ داخل ٿيا. هي رولو قوم هئا ۽ هنن وٽ ڪو بہ گهر گهاٽ نہ هو." سنڌ جو اڻ آريو آخر تائين اڻ سڌريل دراوڙ روح حليم بروهي تاريخ جو سچ بيان ڪري ٿو. هي هند - سنڌ جا مهذب اصلوڪا دراوڙ لوڪ سچ ڳالهائڻ جي بيوقوفي ڪندا رهندا آهن. ورنہ اڄ جي سڌريل دنيا ۾ فضيلت سان ڪوڙ ڳالهائڻ ئي مهذب پڻي جي نشاني ۽ خوشامدي ڪلچر جو ڊپلومئٽڪ مئنر آهي. هزارين سالن کان هي گهر گهاٽ کان تڙيل رولو قومن جا وحشي اڻ سڌريل انسان سنڌو آستان (جيڪو پوءِ هندستان سڏجڻ لڳو) تي حملہ آور ٿيندا رهن ٿا ۽ اصلوڪن سنڌو لوڪن کي ڪڏهن گهوڙن جي سنبن هيٺان ۽ ڪڏهن لانگ بوٽن هيٺان لتاڙيندا ٿا رهن. سندن جسم ۽ روح صدين کان وحشي رولن هٿان چيٿاڙجندا پيا اچن.

سرد لاش جي سفر کان پوري دراوڙ جي لاش تائين وحشت جو ننگو ناچ تہ تهذيب جي وحشت جا نوان زخم آهن جيڪي سنڌ ۽ سنڌو آستان تي ٿيل ڪاهن جي پراڻن ڦٽن جي ياد تازي ڪريو ڇڏين. هي ڏکڻ سنڌ ۽ هند ۾ آباد ڀيل، ميگهواڙ ڪولهي ۽ ٻيا دراوڙ لوڪ سنڌ ۽ سنڌو آستان جا اصلوڪا ڌرتيءَ ڌڻي آهن. جن کي ٻڪايل بگهڙن. رولو قومن جي سفاڪ قاتلن ۽ قذاقن ٻاربار حملا ڪري اڇوت ۽ شودر بڻائي ڇڏيو آهي. هي ڌرتي ماءُ جا پوڄاري شڪاري، زرعي، مدري، پدري دؤرن مان گذرندي عظيم تهذيبن جي هڪ سلسلي کي جنم ڏيندا رهيا آهن ۽ حملي آور رولو قومن ۽ سفاڪ قاتلن کي بہ تهذيب جو درس ڏيئي، ٻني ٻاري جو فن سيکاري گهر ٻار آباد ڪرڻ، سکئي جيون گهارڻ ۽ امن آشتي سان جيئڻ جون راهون ڏيکاري انسان دوست تهذيب جي آبياري ڪئي آهي. ڏکڻ هند ۾ تہ هو هاڻ صنعتي دؤر کان بہ اڳتي وڌي انفارميشن ٽيڪنالاجي جي دؤر ۾ داخل ٿي ويا آهن ۽ اولهہ کي بہ هاڻ

ڪمپيوٽر جي سافٽ ويئر ٽيڪنالوجي، گهر ويٺي تعليم ڏيڻ جون ۽ ٻيون خدمتون مهيا ڪري رهيا آهن پر اڄ اسان جي سنڌ ۾ نہ رڳو سنڌن جيئڻ حرام ڪيو ويو آهي، بلڪ هاڻي تہ سنڌن لاش بہ قبر مان ڪڍي سرعام اُڇلايا پيا وڃن. چوڻ ٿا تہ پوري دراوڙ جو لاش ڏهہ ڪلاڪ بي گورو ڪفن پيو هوا خبر ناهي اهي ڏهہ ڪلاڪ سنڌ جا سپوت ڪٿي هئا؟ چوڻ ٿا تہ وري بہ ڪنهن زميندار مهذب پٽي جو مظاهرو ڪري پنهنجي زمين جي هڪ ٽڪري ۾ سنڌس لاش کي دفنائي ماڻهپي کي ماڻُ ڏنو. بلاشڪ سنڌ جا سپوت پوءِ جاڳيا ۽ پنهنجا احتجاج رڪارڊ ڪرايائون پر هاڻي هنن بہ سنڌ. سيد ۽ لطيف جي شان ۾ قصيدا پڙهي اُنهن جي روح ۽ سنڌن سڌ کي پٺ ڏيڻ سکي ورتو آهي نہ تہ پيغام لطيف تہ کين بار بار تلقين ڪري رهيو آهي تہ:

"اوڪو پيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي."

سنڌ جي ڪميونسٽ يوگي ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ جي ان نصيحت تي بہ ٿورو غور ڪريو تہ، مهاڀارت ۽ رامائڻ سيني کي پڙهڻ گهرجي، اهي بظاهر تہ هندن جا ڪتاب آهن، پر در اصل اهي هند سنڌ جي تاريخ جا اهم ڪتاب آهن. هونئن بہ هي هندو ۽ هندستان، سنڌ ۽ سنڌو آستان جي سڌ جو ئي پڙاڏو آهن.

پڙاڏو سوئي سڌ، ور وائي جو جي لهين،
هئا اڳهين ئي گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

مهاڀارت جو هيرو ڪرشن ڪارو دراوڙ آهي جنهن جي جنم ڀوميءَ جي پر مان بہ سنڌو تهذيب جا آثار ملي چُڪا آهن. جيڪڏهن کُليل دل ۽ دماغ سان پنهنجي تاريخ جو نئين سر جائزو ونو تہ توهان کي صاف نظر اچي ويندو تہ مهاڀارت جي جنگ در اصل اصلوڪي ديس واسي ڪاري دراوڙ جي انتقام جي جنگ هئي. هيءَ آرين حڪمرانن کي پاڻ ۾ ويڙهائي ديسي دراوڙ لوڪن جي حاڪميت جي بحالي جي جنگ هُئي. ڪرشن، ڀڳوان بہ تڏهن ئي بڻيو جڏهن هن ڌرتيءَ ڌڻين جي مالڪي ڪئي. انگريزي اخبار ڊان جي سنڌو آستاني ڪالم نگار جاويد نقوي پنهنجي هڪ ڪالم ۾ صحيح نشاندهي ڪرائي هئي. تہ هندستان جا ٽي ڀڳوان شو ڪرشن ۽ گوتم ٻڌ ڪارا اصلوڪا ديس ڌڻي هئا. جن منجهان شوَ سنڌو ماتري ۾ جنم ورتو هو ڪرشن، گنگا جمنا ماتريءَ ۾ جنم ورتو هو ۽ گوتم ٻڌ هماليا ۾ جنم ورتو جنهن جي برف پوش چوٽين منجهان سنڌو، گنگا ۽ جمنا جا سرچشما ڦٽي نڪرن ٿا.

انهي ٽنهي منجهان قديم ترين دراوڙ ڀڳوان شوَ جي جنم ڀومي سيوهڻ آهي، جنهن جو اصل نالو ئي آهي" شِو آستان". جنهن پنهنجي پريمڪا اگور

جي راڻي اُما ديوي جي عشق ۾ پهاڙن جا پنڌ ڪيا ۽ سندس عشق ۾ رڱجي اُما ديوي، پربتي ديوي، امڙ پاربتي، يعني پربتن پهاڙن جي پرين پار رهندڙ ديوي بڻي. عشق جا اهي پنڌ سنڌو آستاني لوڪ ڪالهه جوڳي سامي بڻجي ڪندا هئا ۽ اڄ قلندر جا فقير بڻجي ڪن ٿا. اگور جا اهي پنڌ اسان جي عظيم انسان دوست شاعر شاهه لطيف به ڪيا ۽ اوهان دراوڙي روح حليم بروهي جي ان ڳالهه تي به ڌيان ڏريو ته، "ياد رکڻ گهرجي ته عربي ٻولي ۾ "گ"جو اکر به ناهي ۽ اُچار به ناهي تنهن ڪري عرب ماڻهو"اگور" کي الور لکندا هئا. اهو اگور راجا ڏاهر جي گاديءَ جو هنڌ هو. جيڪو ڪراچي کان گوادر ويندي رستي تي ايندو آهي. اها فقط چريائپ جي سوچ ٿي سگهي ٿي ته محمد بن قاسم واري منجنيق گوادر ويجهو جيوڻي وٽ بندر تي لٿي هُجي ۽ سوين ڪوهه ڪري سکر ضلعي ۾ الور پهتي هجي. انهن سنڌي تواريخ نويسن مون کي توائي ڪري ڇڏيو هو ۽ پاڻ به سکر واري الور کي راجا ڏاهري جي راڄڌاني سمجهڻ لڳو هئس. مان ته توائي ليکڪ رهيو آهيان، پر مون وٽ ڪوڙ ڪونهي. غلطي ته ڪو به ڪري سگهي ٿو. سنڌي پڙهندڙن کي سنڌي تواريخ نويسن هندستان ۽ سنڌ جي تاريخ اُبتي پڙهائي، ايتري قدر جو سنڌي پڙهندڙن جي ذهنن تي اهڙي ڪٽ چڙهي وئي آهي جو ڪا به نئين سوچ ٻڌڻ لاءِ تيار ئي نه آهن." (تواريخي ڳالهيون. حليم لکيو!) هي اگور. هي هنگلاج ماتا جو مندر. هي مهر ڳڙهه. هي موهن جو دڙو. هي هڙپا ۽ ٽيڪسيلا سڀ سنڌو ماتري جا ئي ته ماڳ آهن جن مان سڀ کان قديم ترين آهي اگور. جتي مدري سماج جي آخري مهاراڻي هنگلاج ديوي راڄ ڪيو ۽ پوءِ سنڌ جائي شوَ جي عروج سان لاهوت لامڪان ۽ پدري سماج جي پڌرائي ٿي. يعني هي سنڌو ماتري جي اصلوڪن لوڪن جي دراوڙ تهذيب اسان کي واضح طور مدري سماج کان پدري سماج ڏانهن انسان ذات جي سفر جا پار پتا به ٻڌائي ٿي. شوَ جو هڪ تخلص نتراج يعني راڳ ۽ ناچ جو بادشاهه به آهي.

نتراج کان موهن جي دڙي جي ناچڻي سمبارا تائين تهذيب جو سفر به دراوڙ لوڪن جي عظيم تهذيب ۽ ثقافت جا داستان بيان ڪري ٿو ته هنگلاج ماتا يا ناني امان کان موهن جي دڙي جي ڌرتي ماتائن جو داستان به اسان کي سنڌ ۽ سنڌو ماتري جي دراوڙي لوڪن جي مامتائي پيار ۽ انسانيت جا سبق ڏيئي ٿو.

پر اڄ اسين هي ڇا ڏسي رهيا آهيون! هڪ دراوڙ جو لاش بيدردي سان اسان جي اکين آڏو اُڇلايو پيو وڃي ۽ اسان جي ڪن تي جون به نه ٿي سُري؟ اسان جي ڌرتي کي نحوست جو نانگ نچوڙي رهيو آهي ۽ اسين پنهنجن

خسيس مفادن خاطر هن نحوست کي ناس ڪرڻ بدران ڪوڪلن احتجاجن سان خانا پوري ڪري آهيون!؟

”سرد لاش جي سفر“ جو تخليقڪار ۽ سنڌ جو ٻُڌيوان پڪشو امر جليل عرصي کان ٻاڪاري رهيو آهي پر اسان جو وس پُڄي ته ڪيس به ڪنهن عيدِ قربان تي ڪهي سندس ”بي بي“ هميشہ لاءِ بند ڪري ڇڏيون! هي سهپ ۽ انسانيت جا درس ڏيندڙ صوفي ۽ يوگي اسان کي بنهہ پاڻ ۽ نٿا پون. اسان کي ته بس ڪپي ۽ نہ ڪپي ئي جا نعرا ٿا وڻن. هي وچ ۾ الائي ڇو ٿا ٽنگ اڙائين ۽ اسان جي ننڊ آرام ڦٽائين. هنن کي هاڻي جلد ئي جهان ڇڏڻ ڪپي ته جيئن اسين سُک سان سُمهي سگهون. هي پوڙها الائي ڪهڙي زماني جون پيا ڳالهيون ڪن. زمانو الائي ڪٿي وڃي پهتو آ. ۽ هي اڃان پيا ماڻهپي جو راڳ آلاپين! ڀلا سياست جو هاڻ ماڻهپي سان ڪهڙو تعلق؟ بابا مفادن جي ڳالهہ ڪريو مفادن جي! حاڪم ڪن ٿا مستقل مفادن جون ڳالهيون ۽ اسين محڪوم عارضي مفادن جي ڳالهہ به نہ ڪريون!؟ پيٽ ته الله سائين اسان کي به ڏنو آهي اهو به پرٽو آهي يا ماڻهپي جي راهہ تي هلي پاڻ مارائڻو آهي؟

لکندي لکندي سوچن جو سلسلو ٽٽي ويو ۽ ڪالهہ رات آچر 20 آڪٽوبر جي جيجل ۾ ڇپيل نندلال ميگهواڙ جو لکيل ڪالم ”ڀلا گمنامي ۾ مرڻ ته ڏيوا!؟“ پڙهڻ سان سوچن جو نئون سلسلو شروع ٿي ويو. هي ڪو عام رواجي ڪالم نہ آهي، هڪ داوڙ جي دانهن آهي، ڪالهہ جي ڌرتي ڌڻين اڄ جي ڌرتي ڌڪاڻن جي درد ڪٿا آهي. اسان موهن جي دڙي جي حوالي سان پنهنجي پنج هزار سالن جي تهذيب تي فخر ته ڪندا آيا آهيون پر ان تهذيب جي تخليقڪارن جي درد کي پنهنجي دلين ۾ جاءِ ڏيڻ بدران سنڌن هزارين سالن جي زخمي وجود کي نظر انداز ڪندا آيا آهيون. اسان لفاظي ۽ نعريبازي سان پنهنجي سياسي اُڃ ته اُجهائي سگهون ٿا پر سندن پيٽ جي باهہ وسائي نٿا سگهون. عزت سان جيئڻ جون راهون جوڙي نٿا سگهون.

”ڀلا گمنامي ۾ مرڻ ته ڏيوا!“ ۾ بي انتها درد ۽ المناڪ شڪست جي احساس سان پريل دراوڙن جي درد ڪٿا جي هڪ جهلڪ ته ملي ٿي پر ان ۾ هوچي منهہ جي للڪار نٿي ملي ته ”پنهنجي ڏک کي طاقت ۾ تبديل ڪريو.“ ڪامريڊ سوڀو بلڪل سچ ٿو چوي ۽ اسان کي فتح جي راهہ تي گامزن رهڻ لاءِ اتساهي ٿو جڏهن هو چئي ٿو ته. ”اسان کي آڻ ناهي مڃڻي، اسان کي جنگ وڙهڻي آهي.“ ها هڪ شاندار فتح تائين اسان کي جنگ وڙهڻي آهي، صدين جا پلاند وٺڻ لاءِ اسان کي جنگ وڙهڻي آهي. ڌرتي ڌڪاڻن کي هڪ ڀيرو وري ڌرتي ڌڻي بنجڻ لاءِ هڪ ناقابل شڪست ويڙهہ وڙهڻي آهي ۽ اها ويڙهہ اسان

جي بدران ڪو بيو ڪڏهن به نه وڙهندو. اها ويڙهه اسان کي پاڻ ئي وڙهڻي پوندي، هڪ ناقابل شڪست ارادي سان! بين ڏانهن واجهائبو ته سواءِ مايوسي جي بيو ڪجهه به پلئه نه پوندو، پنهنجي گهر جي، پنهنجي ڌرتي جي پاڻ مالڪي نه ڪبي ۽ فرار جا رستا اختيار ڪبا ته پوءِ قبضا ته ضرور ٿيندا.

اڄ جڏهن ڏکڻ ڪان سڄ اُبري رهيو آهي، ڏکڻ آمريڪا جا اصلوڪا ديس ڌڻي صدين تائين غلامي جا ڦٽ سهي پنهنجي غلامي جا زنجير ٽوڙي هڪ پيرو وري ڌرتيءَ ڌڻي بڻجي رهيا آهن، ڏکڻ هند جا دراوڙ ڌرتي ڌڻي بڻجي سڄي دنيا کي نيون روشن راهون ڏيکاري رهيا آهن، وقت پاسو بدلائي رهيو آهي، ڌرتي ڌڻين جي حق ۾ ۽ انسان ذات نئين انسانيت جي جنم جا سور سهي رهي آهي تڏهن ڇا اسان کي اهو سونهي ٿو ته اسان نئين انسان جي آمد کي آسان بنائڻ بدران هيٺا ٿي هٿيار ڦٽا ڪيون ۽ هزارين سالن جي شڪستن جي سلسلي کي جيئن جو تيئن جاري رهڻ ڏيون!؟

مون کي ڪافي وقت ڪان انتظار هيو ته هن ديس ۾ ڪنهن دراوڙ جي دانهن ڌرتيءَ جو سينو چيري آسمان تائين ڇو نه ٿي اُ يري ۽ اڄ منهنجي ان اُميد سڄ جي روشني ڏسي ورتي آهي. پوري پيل جي ڪليل ميدان تي پيل پرندڙ سڄ جي روشني ۾ سڙندڙ لاش گهٽن کي ئي آئينو ڏيکاري، ڇڏيو آهي ۽ گڏوگڏ اُميد جي اها لاٽ به جلائي ويو آهي ته هاڻي ديس ڌڻي پنهنجي درد کي طاقت ۾ بدلائيندا ۽ ڌرتيءَ ڌڪاڻن مان ڦري ڌرتيءَ ڌڻي بنجڻ لاءِ هڪ نئين ويڙهه جي شروعات ڪندا. هڪ نئين ويڙهه، ناقابل شڪست ارادي سان ناقابل شڪست ويڙهه. آزادي ۽ امن جي ويڙهه ۽ هو هڪ پيرو وري ڌرتيءَ ڌڻي بڻبا.

*(روزاني "جيجل" حيدرآباد، 22 آڪٽوبر 2013ع)*

# دراوڙ ديس جون ڏيئرون!

"اسين دراوڙ تہ هندو بہ ناهيون. هندو مذهب گهڻو پوءِ جي پيداوار آهي. اسين تہ آريائن جي ويدن ۽ منوسمرتي کي بہ رد ڪيون ٿا. جيڪي رڳو اسان کي آئيني غلام بڻائڻ لاءِ لکيا ويا هئا!" سنڌو واس جو دراوڙي روح نندلال ميگهواڙ تاريخ جو هڪ نظر انداز ڪيل سچ بيان ڪري ٿو. مَنو سمرتيءَ کان 1973ع جي آئين تائين ٿاهيل سمورا قانون ۽ آئين ڌرتيءَ ڌڻين کي ڌرتيءَ ڌڪاڻن ۾ تبديل ڪرڻ ۽ مستقل غلام بڻائي رکڻ جا هٿيار ٿي تہ آهن. ويدن ۾ بہ ڌرتيءَ ڌڻي دراوڙن جي شو ڀڳوان کي مڪمل نظرانداز ڪيو ويو آهي جڏهن تہ آريا حملہ آورن جي اِندر ديوتا جا ڳُڻ ڳايل آهن جنهن جي طوفان ۽ وائُو جي ديوتا طور پوڄا ڪئي ويندي هُئي ڇو تہ حملہ آورن خانہ بدوش قبيلن جي راهہ ۾ سڀ کان وڏي رُڪاوٽ طوفان ۽ موسم بڻجي هُئي. ويدن ۾ سرسوتي ۽ سنڌو جي ساراهہ ۾ شلوڪ بہ ان ڪري رچيل آهن جو ان وقت تائين آريہ حملہ آورن جي اولاد سنڌو ماتريءَ جي تهذيب ۾ سموئجي سنڌو واسي بڻجي چُڪي هئي ۽ انهن سپت سنڌو جي تهذيب جي آبياري ٿي ڪئي. اها ويدن کان پوءِ جي زماني جي تاريخ آهي تہ جڏهن هُو سپت سنڌو جي ڪناري تي آباد ٿي مهذب دراوڙن کان کيتي ٻاڙي ۽ گهر گرهستي سکي امن ۽ شانتي سان رهڻ لڳا تہ کين طوفان جي ديوتا جي عبادت ڪرڻ جي ضرورت باقي نہ رهي ۽ هنن بہ اندر ديوتا کي الوداع ڪري شو ۽ ماتا هنگلاج سميت سمورن دراوڙ ديوين ديوتائن کي پنهنجو ڪيو. پر هنن دراوڙ مخلوق کي تڏهن بہ پنهنجو نہ ڪيو ڇو تہ کين خوف هوندو هيو تہ ڪٿي وري ڌرتيءَ ڌڪاڻا ڌرتيءَ ڌڻي نہ بڻجي وڃن تنهن ڪري کين سياسي ۽ عسڪري طاقت جي مرڪزن کان پري ڌڪي ڪنڌائتو ڪيو ويو ۽ پوءِ جڏهن سماجي اوسر ۾ محنت جي ورڇ ٿي ۽ مختلف طبقا وجود ۾ آيا تہ وڏي حرفت سان ان سڄي طبقاتي ورڇ کي مذهب جي نالي ۾ آسماني ۽ خدائي ورڇ قرار ڏيئي کين هميشہ لاءِ غلام بڻائي رکڻ جو بندوبست ڪيو ويو. برهمڻ ازم جي فڪر ۽ فلسفي تحت ذهني. فڪري. سياسي. سماجي. معاشي ۽ آئيني غلاميءَ جو خطرناڪ جارُ اُڏيو ويو. جنهن تحت مذهبي مهندارن کي برهما خدا جي منهن مان پيدا ڪيل مقدس ترين مخلوق قرار ڏنو ويو. راج

ڪندڙ راجائن ۽ جنگجوئن کي برهما جي ٻنهي ٻانهن منجهان پيدا ٿيل ڪتري قرار ڏنوويو. وڻج واپار ڪندڙن کي برهما جي پيٽ منجهان پيدا ٿيل وئش ۽ واڻيو قرار ڏنو ويو ۽ باقي هٺ جو پورهيو ڪندڙ ڌرتيءَ ڌڻين کي برهما جي پيرن جي خاڪ قرار ڏيئي شودر بڻايو ويو! طبقاتي ورڇ کي چالاڪي ۽ مهارت سان جهڙي طرح هندستان ۾ مذهبي لباس پارائي آسماني ورڇ قرار ڏنو ويو تنهن جهڙو مثال دنيا ۾ ڪٿي به نٿو ملي. اهڙي طرح سموري قومي ۽ طبقاتي تضاد جي اصل حقيقت کي لڪائي سڄي لوڪ کي اڄ تائين اهڙو ته ذهني غلاميءَ ۾ جڪڙيو ويو آهي جو اڄ به هند ۽ سنڌ ۾ لوڪ لڄا جا واقعا رڪجڻ جو نالو ئي نٿا وٺن. تڏهن ئي ته ڪارل مارڪس چيو هيو ته. "مذهب آفيم آهي." چين جهڙي آفيمي قوم ته آفيم جي نشي مان جان ڇڏائي اڄ دنيا تي راڄ ڪري رهي آهي. پر هتي ته هڪ اهڙي خطرناڪ آفيم جي هزارين سالن کان سُتي پِياري پئي وڃي جنهن جو نشو لهي ئي نٿو. اونچي ذات يعني استحصالي طبقي جا ماڻهو ته پورهيتن کي انسان ئي نٿا سمجهن. ڪين شودر ۽ اڇوت جو درجو ڏئي ذلت کي سنڌن مقدر بڻايو ويو آهي ۽ هن سڄي مذهبي لباس ۾ ڍڪيل طبقاتي ورڇ ۾ سڀ کان وڌيڪ پورهيت عورت پيسجي رهي آهي.

تهذيب جي تخليقڪار پورهيت عورت ئي هن تهذيب جي ظلم ۽ ستم جو سڀ کان وڌيڪ شڪار بڻي آهي. جيستائين پيداوار جا وسيلا مردن جي مالڪي ۽ نجي ملڪيت هيٺ نه آيا هُئا تيسين ته پورهيت عورت ڌرتيءَ ڌڻي به هُئي ۽ راڄ ڌڻي به. ياڳ ورهائيندڙ ڀڳوان به هئي ته جنم جنني ڌرتي ماءُ به هُئي پر مرداڻي حاڪميت ۽ نجي ملڪيت جي ظهور سان جڏهن سماج قومي ۽ طبقاتي غلامي جي ور چڙهي ويو ته غلامي جي بدترين عذاب ۾ اها پورهيت عورت ئي آئي جيڪا ڪالهه تائين ڌرتيءَ ڌڻي ۽ راڄ ڌڻي هئي. غلامي ۽ جاگيرداري سماجن ۾ هوءَ مرد جي نجي ملڪيت بڻجي وئي ۽ سرمائيداري نظام ۾ آزاد واپار جي بازاري جنس!ڪار مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس جي ڪميونسٽ فڪر ۽ فلسفي ۾ پهريون ڀيرو بلڪل چٽيءَ ريت آزاد محنت ۽ آزاد محبت جا تصور پيش ڪيا ويا ۽ عورت کي مڪمل طور مرد جي برابر انسان هُئڻ جي حيثيت تي زور ڏنو ويو. جنهن کي هڪ وڏي ڏاهي لينن جي اڳواڻيءَ ۾ آيل پهرين پورهيت انقلاب ڪانپوءِ سويت سوشلسٽ سماج ۾ عملي جامو پهرائڻ لاءِ پهريان عملي قدم کنيا ويا ۽ پوءِ خود اڳيان هلي سرمائيداري سماج به پنهنجي مهذب هجڻ جو ثبوت ڏيڻ خاطر عورت متعلق ان ڪميونسٽ فڪر جي اثر کي قبول ڪيو.

مائوزيتنگ ۽ چيني ڪميونسٽ پارٽي جي اڳواڻي ۾ چين جي پورهيت عورت ته انسان هئڻ وارو مان مرتبو ماڻي ورتو پر سنڌو ڪنڌ ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي قيادت ۾ سمورو سماج اڄان وڏيڪ مذهبي جنونيت جي وَر چڙهي ويو آهي، جنهن ۾ سڀ کان وڏيڪ بي رحماڻي طريقي سان پورهيت عورت جو ئي استحصال ٿي رهيو آهي ۽ سندس عزت جو پائي ملھ ڪيو پيو وڃي. حد ته اها آهي ته اسان جي آزاد ميڊيا به وڏي نمائش سان انهن مظلوم عورتن جا نالا ۽ فوٽو منظر عام تي آڻي رهي آهي. جن جي عزت ۽ حرمت تي حملو ٿئي ٿو باقي مجرم سڀ ٻاڻرن جي پردي پويان محفوظ ٿا رهن بلڪ پئسي ۽ طاقت جي زور تي راڄ ڏڻي ٻڻيا وينا آهن. حالانڪ هن سنڌو ڪنڌ تي ئي سڀ کان وڏيڪ عورتون حڪمران رهيون آهن، اندرا گانڌي کان پوءِ اڄ به هندستان جي حڪمران اٽلي ڄائي سونيا گانڌي آهي. بنگلاديش ۾ حڪومت توڙي مخالف ڌر ٻنهي جي اڳواڻي ٻن عورتن حسينه واجد ۽ خالده ضيا وٽ محفوظ آهي ۽ اسلامي دنيا جي پهرين عورت وزيراعظم جو اعزاز مملڪت خداداد پاڪستان کي حاصل ٿيو آهي، پر هن سنڌو ڪنڌ ۾ ئي پورهيت عورت ظلم، ستم ۽ ذلت جو اڄ به سڀ کان وڏيڪ شڪار ٻڻيل آهي. طالباني جنونيت جو نشانو به معصوم نياڻيون آهن ته سماجي بي راهه روي، انارڪي ۽ طبقاتي ڏاڍ به سندن ئي زندگي زهرڪري ڇڏي آهي. پختونخواھ ۾ نياڻين جا اسڪول بمن سان اُڏايا پيا وڃن ته سنڌ ۽ پنجاب ۾ وري پنجن ۽ نون ورهين جون نينگريون به جنسي ڏاڍ جو نشانو ٻڻجي رهيون آهن. سنڌ ۽ بلوچستان ۾ وري مذهبي ۽ طبقاتي ڏاڍ سان گڏوگڏ قومي ڏاڍ به ساڻن راڱا ڪري رهيو آهي. سنڌ ۽ بلوچستان مان نوجوانن کي گم ڪري سندن تشدد زده لاش گهر وارن حوالي ڪيا پيا وڃن، تن جو دردءِ عذاب به گهر ڌياڻيون ڀوڳي رهيون آهن. جنهن جي نتيجي ۾ اڄ سوين هزارين گهر ڌياڻيون پريس ڪلبن آڏو سراپا احتجاج آهن ۽ بلوچ نياڻيون ته ڪوئيٽا کان ڪراچيءَ ڏانهن پنڌ پيون آهن. زلزلي ۾ سندن گهر به ڊهي پيا آهن ۽ نوجوان به سندن ئي کجي رهيا آهن. هو ته هڪ ئي وقت قدرتي ۽ انساني آفتن کي منهن ڏيئي رهيون آهن. سنڌ ۾ ڪاروڪاري، قبيلائي جهيڙن ۽ زميننداري قرضن جا ڏَن به سنڌ جون معصوم نياڻيون ۽ پورهيت عورتون ڀري رهيون آهن ميڊيا ۽ سول سوسائٽي سندن ما د به عجيب طريقي سان ڪري رهي آهي. ڪڏهن سندن فوٽو شايع ڪيا پيا وڃن ته ڪڏهن چينلن تي آڻي کين سڄي جڳ آڏو خوار ڪيو پيو وڃي ته ڪڏهن وري کين نجي جيلن مان ڇڏائي پناهگير ڪئمپن ۾ پهچائي پنڻ ۽ جسم فروشي لاءِ آزاد ڪيو پيو وڃي! ڳوٺن ۾ هو عزت جي نالي ۾ ڪُسجي رهيون آهن ته شهرن ۾ وري آزاديءَ جي آڙ ۾ سندن عزتن جي پائمالي ٿي رهي آهي.

ڀهراڙين ۾ پريمي جوڙن جي ڏمر لڳي پئي آهي ته شهرن ۾ وري موبائيل ڪلچر سنڌن متيون منجهائي ڇڏيون آهن. سماجي ارتقاجي ڦيٿي کي رياستي مشينريءَ ذريعي روڪي ماڻهپي جي سمورن قدرن کي تباهه ڪيو ويو آهي. عملن پئسو خدا بڻجي ويو آهي. اصول، نظريا، آدرش ۽ اخلاقي قدر به پئسي تي تين وال ٿي رهيا آهن. ”نياڻي ست قرآن“ به ڪنهن پٿر جي زماني جي ڳالهه ٿي لڳي.

اسين هڪ ئي وقت قبيلائي، غلامي، جاگيرداري، صنعتي ۽ مواصلاتي دؤرن جي ڪاڪ ٿيل جا مزا ماڻي پنهنجو ماڻهپو ئي وڃائي ويٺا آهيون ۽ طرح طرح جا ڪاڪ محل اڏي ڌرتيءَ جي ڌيئرن کي پنهنجن پنجوڙن ۾ ڦاسائي پنهنجي مردانگي ۽ مذهبي پارسائي جا صدماتي حد تائين حيرت انگيز ڪارناما سرانجام ڏيئي رهيا آهيون. هر روز ايڏا هاڃا ٿي رهيا آهن. جو اسان هاڻي صدمن جون سرحدون پار ڪري بي حسي جي رڻ ۾ رلي رهيا آهيون ۽ نجات جو ڪو حيلو به نظر نه ٿو اچي. تڏهن تبديليءَ جو اٽل قدرتي قانون ئي اُميد جو آخري ڏيئو بڻجي روشني ڏيئي ٿو. هر عروج جو زوال اٽل هوندو آهي ۽ برائي جي عروج جو زوال به اٽل آهي، جتي اسان جو سماج دؤر جهالت جي ڏيک ڏيئي رهيو آهي، اُتي انسانذات تهذيب جون به نيون منزلون ماڻي رهي آهي. بلاشڪ اڄ اسان جو سماج ماڻهپي جي قدرن کان به عاري ٿي ويو آهي پر ماڻهپي جي بحاليءَ جي تحريڪ به اهڙن ئي سماجن مان اُڀرندي آهي. ويهين صديءَ ۾ سوشلسٽ انقلابن ۽ قومي ازادي جي تحريڪن جي لهر به انهن سماجن مان اُڀري هئي، جيڪي سڀ کان وڌيڪ طبقاتي ۽ قومي ڏاڍ جو شڪار هئا ۽ سماجي زوال جي انتهائن کي ڇهي رهيا هئا. اهڙن ئي زوال پذير سماجن منجهان اُڀريل طبقاتي ۽ قومي تحريڪن انسانيت جو نئون سج اُڀاريو هو.

سماجي ارتقا جو اٽل قانون ڪارل مارڪس جي بيان ڪيل تاريخي ماديت جي سچائي کي ثابت ڪري رهيو آهي ته جڏهن پيداوار جا وسيلا بدلجندا آهن ته سماج بدلجڻ لڳندو آهي ۽ پوءِ نه رڳو معاشي نظام پر سمورو سياسي، سماجي، ثقافتي ۽ مذهبي ڍانچو پڻ بدلجڻ لڳندو آهي جيئن هَرَ جي ايجاد سان مدري سماج جي پڄاڻيءَ جو ٻج پيو هيو تيئن اڄ ڪمپيوٽر جي ايجاد ۽ انفارميشن ٽيڪنالوجي جي انقلاب سان پدري سماج جي پڄاڻيءَ جو ٻج پئجي چڪو آهي.

هاڻي ان جو انت ۽ برابريءَ واري سماج جو ظهور اٽل آهي. هي هر هنڌ ڌرتيءَ جي ڌيئرن جو استحصال ۽ اسان جي معاشري ۾ اُنهن خلاف وڌندڙ تشدد ۽ ڏاڍ مرندڙ سماج جون آخري ڇڙيون آهن. ان ويل دراوڙ ديس جون ڌيئر جڏهن خود به سياسي شعور سان روشناس ٿينديون ۽ پنهنجي اجتماعي آزاديءَ لاءِ شعوري جدوجهد ڪنديون ته منزل آسان ٿي ويندي.

(روزاني ”جيجل“ حيدرآباد 30 آڪٽوبر 2013ع)

# ڊاڪٽر صاحب! انقلاب اڻٽر آهي....

”جيئن تہ پاڪستان ۾ اسان ڪي نہ اهڙا دانشور نظر ٿا اچن ۽ نہ ئي وري اهڙا سياستدان ۽ سماجي ڪارڪن جن وٽ پراڻي نظام جي جاءِ تي نئين نظام جي ڪا رٿا هجي، ان لاءِ پاڪستان ۾ انقلاب ۽ تبديلي جو ڪو بہ رستو نظر نٿو اچي.“ اسان جو انتهائي معتبر تاريخ نويس ۽ نيڪ انسان ڊاڪٽر مبارڪ علي بہ ان ئي نااميدي جو اظهار ڪري ٿو جيڪا اڄ اسان جي سڄي سماج تي غالب آهي. اسان جو مانائتو تاريخ نويس برطانيہ، آمريڪا، فرانس، روس ۽ چين جي پنجن اهم انقلابن جو شاندار تجزيو ڪندي، جڏهن پاڪستان ۾ انقلاب جي امڪانن جو جائزو وٺي ٿو تہ ان نتيجي تي پهچي ٿو تہ ”انقلاب تبديلي جو زبردست عمل هوندو آهي جنهن لاءِ سوسائٽي کي پنهنجي قدامت پرستي، عقيدي پرستي ۽ روايتن جي تقدس کي ڇڏڻو پوندو آهي، شايد پاڪستاني سوسائٽي في الحال ان لاءِ تيار ناهي.....!!“

جيستائين سوچن ۽ تجزين جو دائرا پاڪستان جي سرحدن اندر قيد هوندا تيستائين آخري نتيجو اهو ئي نڪرندو جنهن جو اظهار محترم ڊاڪٽر مبارڪ علي صاحب ڪيو آهي، پر جيڪڏهن اسين پنهنجي سوچ ۽ تجزيئي جو دائرو وسيع ڪري سموري سنڌو ڪنڌ جي ارتقائي نظر وجهنداسين تہ اسان جي اڏو نين حقيقتن ۽ مستقبل جي روشن امڪانن جا دروازا کلي ويندا. سنڌو ڪنڌ، ڇهن مک قدرتي تهذيبن جو سنگم آهي. سنڌو ڪنڌ جي اصلوڪن رهواسين جي دراوڙ تهذيب جنهن جواڄ مرڪز ڏکڻ هندستان ۾ آهي.

اتر هندستان جي گنگا جمنا تهذيب، بينگال جي گنگا برهمپترا تهذيب ۽ هماليا کان هندي سمنڊ تائين ڦهليل سنڌو ماتريءَ جي تهذيبن، زندگي ۽ تهذيب جو سرچشمو پاڻي آهي ۽ سنڌو ڪنڌ جي ڇئن تهذيبن جو سرچشمو پاڪستان، هندستان ۽ بنگلاديش ۾ نہ پر پهاڙن جي وادي تبت ۾ واقع آهي، جتي ڪيلاش پربت جي وادي منجهان ڇئن عظيم وادين جا سرچشما ڦٽن ٿا سنڌو اتر اولهہ طرف وهندي پاڪستان ۾ داخل ٿئي ٿو. ستلج ڏکڻ اولهہ طرف وهندي انڊيا ۾ داخل ٿئي ٿي. ڪرنالي ڏکڻ اوڀر طرف گنگا ندي سان اچي ملي ٿي، ۽ برهمپترا اوڀر ۾ وهندي بنگلاديش ۾ داخل ٿئي ٿي. ڪراچي کان

ڪيلاش پربت تائين سنڌو جر سفرڪندڙ بهادر برطانوي نياڻي ايلس البينيا پنهنجي تاريخي سفرنامي سنڌ جون سلطنتون ۾ لکي ٿي ته "جتان چار نديون شروع ٿين ٿيون اتي چئن عقيدن ٻون. ٻڌ. جين ۽ هندو ڌرمن جو سنگم ٿئي ٿو. جبلن ۽ ندين جي عبادت ڪرڻ ذڪڻ ايشا جي روايتن جي تاجي پيٽي ۾ جبلتي طور سمويل آهن ۽ جيڪو جبل انهن ندين جي جنم جي علامت بڻيل آهي، اهو سمورن فلسفن جو سنگ ميل به آهي. تبت جا ٻڌ ان کي ڪانگري رنپوچي يعني املهه برفاني جبل سڏين ٿا. ٻون عقيدي جي ڪتابن ۾ ان جا ڪيئي نالا آهن: پاڻي جو گل، ساموندي پاڻي جو پهاڙ نونوڪائتو سوا ستيڪا جبل. هندن جي نظر ۾ ڪيلاش پربت شو جو گهر ۽ شولنگم جو نشان آهي، چيني عقيدي وارا سمجهن ٿا ته سندن پهرين اڳواڻ کي گيان هتي مليو هو ٻڌ ڪيلاش کي ڪائنات جو در سمجهن ٿا ۽ ٻون ڌرم جي پوئلڳن جي نظر ۾ ڪيلاش سندن آسماني ديوي سيپائن جو گهر آهي ۽ سنڌو جو سرچشمو ڪيلاش جي پريان اتر جبلن ۾ واقع آهي. جنهن کي تبت جا دروڪپا لوڪ سينگي خباب يعني شينهن جو وات سڏين ٿا. "سنڌو جي جنم ڌرتي جا دروڪپا لوڪ پنهنجي ڌرتي ۽ فطرت سان ايترو ته پيار ٿا ڪن جو ڪڏهن به شوق خاطر نه وري پيٽ خاطر پرڏيهه مان ايندڙ پکيئڙن جو شڪار ڪن ٿا ۽ نه ئي ڪڏهن ماري پنهنجو پيٽ پرين ٿا. اهي سنڌو کي سينگي سمپو يعني شينهن درياءَ سڏين ٿا. ڇو ته جنهن ٽڪري منجهان سنڌو جو جهرڻو ڦٽي نڪري ٿو، ان جي شبيح شينهن جهڙي آهي.

تبت جي دروڪپا لوڪن کان سنڌ جي دراوڙ لوڪن تائين سمورن اصلوڪن سنڌو لوڪن، سنڌو واسين جو سفر زندگي ۽ فطرت سان پيار جو سفر آهي. سندن رنگ ۾ ڀنگ رڳو تڏهن پوندو آهي جڏهن ٻاهرئين حملي آورن سنڌو ڪنڌ تي حملو ڪيو آهي. برطانيا کان اڳ جيڪي به حملي آور هئا، اهي سنڌو ماترِيءَ جي پيٽ ۾ پوئتي پيل سماجي معاشرن مان نڪري هتي آيا هيا ۽ جڏهن هتي مستقل رهائش اختيار ڪئي ته اهي به آهستي آهستي ترقي يافته سنڌو تهذيب جي رنگ ۾ رنگجي ويا. ڏاري آبادڪاريءَ جي سڀ کان وڏي لهر وچ ايشيا جي خانه بندوش قبيلن جي هئي جيڪي هئا ته وحشي حملي آور پر فاتح هجڻ سبب پاڻ کي آريو يعني سُڌريل ۽ مهذب سنڌو واسي دراوڙ لوڪن کي اڻ آريو يعني اڻ سڌريل قرار ڏنائون. صدين جي سفر ۾ سنڌو ڪنڌ ۾ آباد ٿيل اهي خانه بدوش قبيلا به سنڌو ۽ گنگا ماترين جي تهذيبن ۾ ضم ٿي ويا ۽ سپت سنڌو جي آبياري ڪرڻ لڳا. چارئي ويد ان نئين سنڌو واسي تهذيب جا شاهڪار آهن ۽ اڳيان هلي گنگا جمنا جي ڪنارن تي رامائڻ ۽

مهاڀارت جي تاريخ تخليق ٿي. آريہ دراوڙ تضادن جي تاريخ ۾ ڪرشن جو ظهور ۽ مهاڀارت جي جنگ تمام وڏو تاريخي موڙ آهي. سنڌو ماتريءَ مان جنم وٺندڙ شوَ ڀڳوان کان پوءِ گنگا جمنا ماتريءَ جي گود ۾ پليل ڪرشن ڀڳوان سڄي سنڌو ڪنڌ جي دراوڙ لوڪن منجهان اڀريل اهو اڳواڻ هيو جنهن هندستان جي آريا ورت کي ڪاپاري ڌڪ هنيو ۽ مقامي دراوڙ لوڪن کي نئين سگهہ بخشي. اهوئي سبب آهي جو اڄ بہ شوَ ۽ ڪرشن جي ميتا سڄي سنڌو ڪنڌ جي ڪنڌ ڪڙڇ ۾ آهي. اهي ٻئي هن ڌرتي جا اصلوڪا دراوڙ اڳواڻ آهن. پوءِ آريا لوڪن بہ کين پنهنجو ڪيو ۽ وڏي سياڻپ سان آريا راڄ جي برهمو سماج ۽ طبقاتي نظام کي تحفظ ۽ تقدس بخشيندڙ گيتا کي ڪرشن ڀڳوان سان منسوب ڪري ڇڏيو تہ جيئن هڪ پيرو وري دراوڙ لوڪ ان استحصالي نظام ۽ ذهني غلامي کي ڪرشن ڀڳوان جو گيان سمجهي قبول ڪري وٺن. ان استحصالي گيان کي اثرائتو رد ڏنو مهاوير جي فڪر ۽ فلسفي ۽ گوتم ٻڌ جي گيان. گنگا جمنا ماتريءَ ۽ هماليا جي جبلن منجهان اُڀريل اهي ٻئي عظيم انسان اهي پهريان عظيم فلسفي هئا جن هن استحصالي سماج کي ڪنهن مافوق الفطرت طاقت يا اڻ ڏٺل آسماني قوت جي مقدس تخليق مڃڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ انسانيت جو پرچار ڪيو. زندگي سان پيار ڪندڙ هنن عظيم انسانن نہ رڳو انسان ذات سان پر ڌرتي ۽ جيت جڻئي سان بہ پيار ڪرڻ جا درس ڏنا. سندن پيغام عالمي امن جو پيغام هيو. آفاقي عشق جو پيغام هيو ۽ 'انسان سڀ برابر آهن' جو پيغام هيو. اڄ جيتوڻيڪ ساڻن گڏ سندن پيغام بہ بظاهر جلاوطن ٿيل آهي پر اهو سموري سنڌو ڪنڌ جي خمير ۾ شامل آهي. جيڪو بُلهي شاهہ ۽ ڀٽائي، ڀڳت ڪبير ۽ گرو نانڪ سوڌو سمورن انسان دوست قومي شاعرن ۽ سرڪش انقلابي روحن جي روپ ۾ هر دؤر ۾ اڀري نڪري اچي ٿو.

مهاوير ۽ گوتم ٻڌ، داخلي انقلاب جي تجربي مان گذري خارجي انقلاب جي نرواڻ جي منزل ماڻڻ جا ڏس ڏين ٿا. ائين ئي اسلام جو باني پيغمبر حضرت محمد ﷺ بہ داخلي انقلاب جي اهميت انهن لفظن ۾ اجاگر ڪري ٿو تہ عملن جو دارومدار نيتن تي هوندو آهي. ڪارل مارڪس بہ انساني عمل ۽ ارادي کي نمايان اهميت ڏيندي چوي ٿو تہ پاڻ کي بدلايو دنيا بدلجي ويندي.

پر اسين داخلي انقلاب کان اڳ خارجي انقلاب جي شارٽ ڪٽ جي آسري ۾ ويٺا آهيون ۽ پوءِ اوهي واهي نہ ڏسي، مايوسي ۽ نااميدي جو شڪار ٿي وڃون ٿا اسين خارجي انقلاب کي بہ اهڙين سياسي سرحدن جي دائري ۾ ڏسڻ چاهيون ٿا. جن ڪنهن تاريخي تسلسل جي نتيجي ۾ نہ پر اولهہ جي سامراجي

قبضي جي استحڪام ۽ ڪميونزم جي روڪٿام جي رٿابندي تحت جنم ورتوآهي. وچ اوڀر ۾ اسرائيل ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ پاڪستان جو قيام اهڙي ئي رٿابنديءَ جو نتيجو آهن. سنڌو ڪنڌ جي ٽن رياستن هندستان، پاڪستان ۽ بنگلاديش ۾ ورهاست بلڪل غير فطري ۽ مغربي غلاميءَ جو شاهڪار آهي. سنڌو ڪنڌ ۾ حقيقاً هندستاني، پاڪستاني ۽ بنگلاديش قومن جو ڪو وجود ئي ڪونهي. هندستان ۽ پاڪستان گهڻ قومي ملڪ آهن. ۽ بنگلاديش بنگالي قوم جي هڪ حصي جو ديس آهي. بنگال ۽ پنجاب جو ورهاڱو غير فطري ۽ عارضي آهي. ريڊڪلف ۽ ڊيورنڊ لائين جون سرحدون سنڌن نالن منجهان ئي ظاهر آهي ته سنڌن خالق ڪير آهن. مغربي غلامي جي سرحدن کي مستقل سياسي سرحدون سمجهڻ وارا خيالن جي جنت ۾ رهن ٿا يا اٿين چئجي ته اهي رڳو ماضي قريب ۽ اڄ ۾ ٿا جيئن. جڏهن ته سياڻن چيو آهي ته ماضيءَ تي نظر وجهو مستقبل اوهان کي نظر اچي ويندو. ماضي تي نظر وجهو ته سياسي سرحدن جي ڦيرگهير جي هڪ ڊگهي تاريخ نظر ايندي. سياسي سلطنتون جڏهن پنهنجو عروج ماڻي زوال جو شڪار ٿي وينديون آهن ته اهي ٻيهر ڪڏهن به ڳر نه ڪٽي سگهنديون آهن ۽ هميشه لاءِ تاريخ جو هڪ بند باب بڻجي وينديون آهن پر فطري تهذيبون هميشه عروج، زوال ۽ نئين جنم جي چڪر ۾ ارتقا جو سفر طئه ڪنديون رهن ٿيون.

ارتقا جي هن سفر جي شروعاتي دؤر ۾ ڪڏهن اوڀر ۽ ڏکڻ جي تهذيبن عروج ماڻيو ته ڪڏهن اولهه ۽ اتر جي تهذيبن. گذريل پنج سؤ سالن کان دنيا تي اولهه ۽ اتر جي تهذيبن جوئي راڄ رهيو آهي پر ويهين صدي کان اوڀر ۽ ڏکڻ جي تهذيبن جي نئين اُڀار جو دؤر شروع ٿيو آهي. جنهن جي هڪ نمايان خوبي اها به آهي ته هرهنڌ اصلوڪن ديس واسين کي مان، مڃتا ۽ اهميت ملڻ شروع ٿي آهي. ڏکڻ آمريڪا جي ملڪ بوليويا ۾ پنج سئو سالن کانپوءِ ٻهرين پيرو ايوو موريلس جي اڳواڻي ۾ ديس ڌڻين جي حڪومت قائم ٿي آهي. ڏکڻ آمريڪا مان ايرنڊڙ لهر جون اهي به نمايان خصوصيتون آهن ته اها مغربي تسلط ۽ سماجي ناانصافي خلاف جدوجهد ۾ نئين انسان دوست اقتصادي نظام لاءِ سرگردان آهي ۽ گڏوگڏ اصلوڪن ديس ڌڻين جي سياسي ۽ معاشي سگهه کي مضبوط ڪري رهي آهي. هندستان ۾ ڏاکڻيون دراوڙ رياستون اقتصادي ترقي ۽ سياسي سگهه جي حاصلات جي سلسلي ۾ نيون منزلون ماڻي رهيون آهن ته اوڀر ۾ وري انقلابيَ تحريڪن جي نئين لهر اُڀري آهي، جنهن کي اتر اولهه جي آريه ورت رياست پنهنجي لاءِ سڀ کان وڏو خطرو قرار ڏنو آهي. دراصل ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جو اُڀار به آريا ورت ۽ مغل حاڪميت جوئي

تسلسل آهي جنهن کي پارت ۽ پاڪستان جي اسٽئبلشمينٽ استحڪام پئي بخشيو آهي.

پاڪستان جي رياست تہ پنهنجي رٽ فيل ٿيڻ جو باقاعده اعتراف ڪندي رهي ٿي ۽ هندستان ۾ بہ مرڪزي پارٽيون سياسي سگهہ وڃائي رهيون آهن. مختلف رياستن جون قومي پارٽيون سگهاريون ٿي مرڪز کي بہ سوڙهو ڪري رهيون آهن. پنڊي ۽ لاهور کان دهلي تائين هي سڄو اهو خطو آهي جتي ايوڌيا ۽ هستناپور جي آريا ورت جي آبياري ٿي هئي ۽ هتي اڄ بہ آريا ورت جو ئي مڪمل ضابطو آهي پر ان جي سياسي مرڪزن اسلام آباد ۽ دهلي ۾ سياسي يونچال متل آهي. اسلام آباد پنهنجي وجود جي جنگ لڙي رهيو آهي ۽ دهلي ۾ ڪانگريس توڙي بي جي پي ڏکڻ ۽ اوپر جي ديس ڏٽين جي پارٽين جي ساٿ کان سواءِ ڪنهن حڪومت جوڙڻ جي لائق بہ نہ رهيون آهن. سنڌو ڪنڌ جي آريا ورت جو هي عدم استحڪام سنڌن اٽتر زوال جي اڳڪٿي ڪري رهيو آهي ۽ تهذيبي ارتقا جو سفر سنڌو واس جي ايڪتا ۽ سنڌو ڪنڌ جي چئني فطري تهذيبن جي سنگم جا ڏس ڏيئي رهيو آهي. ان سان گڏوگڏ ٽيڪنالاجيءَ جو انقلاب، دهشتگردي ۽ نام نهاد تهذيبن جي ٽڪراءَ جي هن تباهہ ڪن دؤر منجهان گُذري تهذيبن جي سنگم (Synthesis of Civilizations) جي نئين دؤر جا بنياد پڻ رکي رهيو آهي.

سنڌو ڪنڌ جي تهذيبن جي ڪُک اڄ بہ سائي آهي ۽ اها نئين جنم جي سورن منجهان گُذري نئين انسان دوست فڪر ۽ فلسفي ۽ فڪري رهنمائن کي هڪ خاموش فطري انقلاب ذريعي جنم ڏيئي رهي آهي. هونئن بہ هن ڌرتي جي روايت رهي آهي تہ هتان جي مخلوق حد کان وڌيڪ صبر ۽ سهپ جو مُظاهرو ڪندي آهي پر جڏهن ظلم ۽ جبر جون حدون سهپ ۽ برداشت کان ٻاهر ٿي وينديون آهن تہ هتي خود خُدا يعني ايشور انساني اوتار جي روپ ۾ ظاهر ٿيندو آهي، فڪر ۽ فلسفي جون نيون نديون نمودار ٿينديون آهن. تڏهن ڪا ايلس البينيا نئين تاريخ تحرير ڪندي آهي ۽ هاڻي بہ هڪ ندي جي نئين تاريخ لکجندي. سنڌو جي سُلطنتن کان سنڌو جي جديد رياستن جي جنم جي سفر جي تاريخ.... سنڌو واس جي تاريخ.

*(روزاني "جيجل" حيدرآباد، 20 نومبر 2013ع)*

# سنڌ ثقافتي انقلاب جي تقاضا ڪري ٿي...

"ثقافتي ڏهاڙو هر سال ڊسمبر مهيني جي پهرين آچر تي ملهايو ويندو." ٻن مُک سنڌي ميڊيا گروپن اتفاق راءِ سان ڪيل ان فيصلي سان سنڌ جي ايڪتا ۽ ثقافت جي سنگم ڏانهن هڪ اهم وک وڌائي آهي.

دنيا جون سموريون تهذيبون ۽ ثقافتون عروج ۽ زوال جي مختلف دؤرن منجهان گذرنديون رهن ٿيون. ائين ئي سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت بہ عروج ۽ زوال جا ڪيئي زمانا ڏٺا آهن. سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت پنهنجو پهريون اوج مدري سماج ۾ ماڻيو جنهن جا آثار ڪارونجهر جي ساڙدري مندر ۽ هنگلاج ماتا جي مندر منجهان ملن ٿا. پدري سماج ۾ سندس عظمت جي گواهي لاهوت لامڪان ۽ شوآستان (سيوهڻ) ڏين ٿا. هن قديم ترين تهذيب ۽ ثقافت مهر ڳڙهہ، موهن جي دڙي ۽ هڙپا جي دؤرن ۾ ترقي ۽ عظمت جون نيون منزلون ماڻيون. ان ڪانپوءِ تهذيبي ۽ ثقافتي زوال جي هڪ دردناڪ دؤر مان گذري سنڌو ماتري "سپت سنڌو" جي روپ ۾ نکري نروار ٿي. جنهن رگ ويد، سام ويد، اٿر ويد، ۽ تجر ويد جهڙن شاهڪار ادبي صحيفن کي جنم ڏنو. سنڌ جي اوج ۽ زوال جو هڪ داستان مهاڀارت ۾ درج آهي. مهاڀارت جي جنگ ڪانپوءِ سنڌو راڄ جو نوَ لکو هار اسان کي وکرندي نظر اچي ٿو ۽ انهن وکريل موتين کي وري هڪ هار ۾ پوئي ٿو ٻڌ سماج ۽ وري برهمڻ سماج ۾ سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت جي زوال پذيري جو هڪ نئون دؤر شروع ٿئي ٿو. جنهن جو دنگ اچي ٿئي ٿو سنڌ جي غلامي تي. محترم گل حسن ڪلمتي بلڪل صحيح ٿو چوي تہ راجا ڏاهر ڪانپوءِ سنڌ حقيقي آزاديءَ جو مزو ماڻيو ئي ناهي. نيم خودمختياري ۽ نالي ماتر آزاديءَ جي دؤرن ۾ سنڌ وقفن سان ڪجهہ وقت سک جو ساهہ کنيو آهي، پر مڪمل آزادي ۽ خودمُختياريءَ جو سج سنڌ جي اُفق تي نہ اُڀريو آهي. هن زماني جي سڀ کان وڏي سنڌ جي حاصلات آهي شاهہ جو رسالو. ويد، گرو گرنٿ صاحب ۽ شاهہ جو رسالو سنڌو ماتريءَ جي ادبي خزاني جي شاهڪار ثمورتي آهي، جيڪا سنڌ جي ثقافت جو آئينو پڻ آهي.

ميرن جي زماني ۾ سنڌي ثقافت جي زوال پذيريءَ جو هڪ نئون دؤر شروع ٿئي ٿو. جيڪو وڃي دنگ ڪري ٿو سياسي غلامي تي، جنهن جي

پنجوڙن ۾ اسين اڄ ڦاٿل آهيون. 1843ع ۾ آزاد رياستي حيثيت وڃائي سنڌ اڄ بہ پنهنجي گم ٿيل رياستي وجود جي ڳولها لاءِ سرگردان آهي. ان ڳولها جي سفر ۾ سنڌ کي سڀ کان نمايان ڪاميابي 1922ع ۾ موهن جي دڙي جي کوٽائي دوران ملي جنهن نہ رڳو دنيا کي پر خود سنڌي ماڻهن کي سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت جي عظمت ۽ قدامت جي آگاهي ڏني ۽ سنڌ ۾ سياسي، قومي، ادبي ۽ ثقافتي سجاڳي جي هڪ نئين لهر کي جنم ڏنو. سنڌ جي تهذيبي ۽ ثقافتي عظمت جا اهڃاڻ پسي سنڌ جي اديبن، شاعرن، دانشورن ۽ سياستدانن سنڌ جي عظمت جا ڳڻ ڳائڻ شروع ڪيا ۽ باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي "جيئي سنڌ" جهڙو شاهڪار نظم لکي سنڌ جي سياسي ۽ ثقافتي تحريڪ ۾ نئين جان وجهي ڇڏي. سنڌ جي الڳ قومي سڃاڻپ لاءِ جاکوڙيندي سائين جي. ايم. سيد وري "سنڌي ڪلچر" جهڙو بنيادي ڪتاب لکي، سنڌي ثقافت جي نئين اوسر جا بنياد وڌا. جنهن کي چار چنڊ لڳايا سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز ۽ سنڌ جي سيني ترقي پسند اديبن، شاعرن دانشورن، انقلابي اڳواڻن، قومي انقلابي ڪارڪنن ۽ سنڌ جي عظيم راڳين: عابده پروين، محمد جمن، محمد ابراهيم، محمد يوسف ۽ علڻ فقير وغيره شاهہ جي ڪلام سان، جيجي زرينا بلوچ 'جيئي سنڌ' جي نظم سان، بيدل مسرور اياز جي انقلابي گيتن سان، منظور سخيراڻيءَ استاد بخاري جي عوامي گيتن سان، ابراهيم منشيم محمد خان مجيدي، نياز همايوني، امداد حسيني، شمشير الحيدري، تنوير عباسي وغيره پنهنجي انقلابي ۽ لوڪ شاعري سان سنڌ ۾ جيڪا گونجار ڪئي تنهن سنڌ جي ثقافت منظر کي بنهہ نوان رنگ بخشي ڇڏيا. ويهين صدي جا 1970ع ۽ 1980ع جا ڏهاڪا سنڌي ثقافت جي نئين اوج جا منظر پيش ڪري رهيا هئا. سنڌ جي اها ثقافتي سُجاڳي دراصل سنڌ جي نئين قومي سجاڳيءَ جو اهڃاڻ ۽ سنڌ جي انقلابي، قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جو مظهر هُئي.

نوي جي ڏهاڪي ۾ سوويت سوشلسٽ بلاڪ جي زوال سان سنڌ جي قومي طبقاتي جدوجهد بہ مونجهاري ۽ انتشار جو شڪار ٿي وئي. جنهن سنڌ اندر سماجي انتشار ۽ ثقافتي زوال پذيريءَ کي هٿي ڏني. انقلابي تحريڪ جي سرواڻيءَ کان محروم ٿي سنڌ هڪ ڀيرو وري وڏيرڪي پنجوڙ ۾ ڦاسي وئي ۽ سڄو سنڌي سماج ڀيج ڀاهہ ۽ انارڪيءَ جو شڪار ٿي ويو جنهن سنڌي ثقافت جي نئين اؤسر کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. ايڪويهين صديءَ جي ابتدا جڏهن دنيا صنعتي دؤر مان گذري انفرميشن ٽيڪنالوجيءَ جي انقلاب جي اوج ماڻي تہ سنڌ وري سمورا صحتمند سياسي، سماجي ۽ ثقافتي قدر تہ ڇا ماڻهپي جا قدر بہ وڃائي ويٺي! ڪاروڪاري، قبائلي جهيڙا، پريمي جوڙا ۽ ٻارن ۽ عورتن جي

لڄالت جهڙا انسانيت سوز واقعا اڄوڪي سنڌ ۾ روزمره جو معمول بڻجي ويا آهن. پوري پيپل جي لاش جي بيحرمتيءَ سان وري اڻ سهپ ۽ انسان دشمنيءَ جي نئين روايت جو بنياد رکيو ويو آهي. زنده انسانن سان گڏ مرده لاش جي بي حرمتي سنڌ جي ثقافت تي هڪ نئون وارُ آهي، جنهن کي فقط راڳ رنگ جي محفلن ۽ ثقافتي ڇهڇٽن سان ناڪام نٿو بڻائي سگهجي. شاهه لطيف چواڻي،
"اِيءَ پڻ ڇگو ڪم، پر او ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي!"

ثقافتي ڍهاڙو ملهائڻ ڇگو ڪم آهي ۽ ايڪتا ۽ ٻڌيءَ سان ملهائڻ تهائين ڇگو ڪم آهي پر او ڪو ٻيو فهم آهي جنهن سان پرينءَ کي پسجي. آزاديءَ جي مومل ماڻجي ۽ نئون تهذيبي ۽ ثقافتي اوج ماڻجي. سنڌ جو اهو فهم ثقافتي ڍهاڙي کان وڌي ثقافتي انقلاب جي تقاضا ڪري ٿو. هڪ اهڙي ثقافتي انقلاب جي. جيڪو سنڌ مان سمورن انسان دشمن ريتن رسمن ۽ قدرن کي جڙ کان اکوڙي نئين انسان دوست، سنڌ دوست ثقافت جي آبياري ڪري. اڄ سنڌ ۾ ڪنهن بہ مستحڪم سماجي اقتصادي نظام جا قدر باقي نہ رهيا آهن. زرعي سماج جا مثبت ثقافتي ۽ اخلاقي قدر تہ موڪلائي ويا آهن پر منفي ريتون روايتون ويران وير وڌ آهن. جاگردارانہ ذهن جو اڄ بہ ايترو تہ غلبو آهي جو ڳوٺاڻو سماج تہ ڇا پر شهري ادارا بہ جاگيرداڻي ذهنيت جي اثر هيٺ ۽ طرز فڪر تحت هلي رهيا آهن. ٻيو تہ ڇڏيو پر ترقي پسند، قومپرست ۽ انقلابي هئڻ جون دعويدار سياسي پارٽيون بہ جاگيرداڻي ڪلچر جي ور چڙهي ذاتي گروهي، خانداني ۽ موروثي سياست جي موذي مرض جو شڪار ٿي ويون آهن. سرمائيداراڻي ترقي جي مرڪزن ڪراچي ۽ وچ پنجاب جون نمائنده پارٽيون ۽ ادارا بہ سرمائيدراڻي جمهوري ڪلچر بدران جاگيرداراڻي ڪلچر ۽ ذهنيت جي اثر هيٺ ڪم ڪري رهيا آهن.

سياسي پارٽين ۽ ادارن جي اها زوال پذيري ئي ان حقيقت جو سبب بڻي آهي تہ اڄ ثقافتي تحريڪ جي واڳ وٽن هئڻ بدران ميڊيا جي ادارن وٽ آهي. هي ثقافتي اُيار جو ابتو وهڪرو آهي ۽ سنڌي ميڊيا مٿان پيل اضافي بوج آهي. جنهن کي اها فقط هڪ حد تائين کڻي سگهي ٿي. اصل ذميواري سنڌ جي ترقي پسند، قوم پرست ۽ انقلابي پارٽِين، اديبن شاعرن ۽ دانشورن جي آهي تہ اهي اڳ جيان هڪ پيرو وري نئين انسان دوست، سنڌ دوست فڪر ۽ فلسفي سان نڪري نروار ٿين ۽ سنڌي ميڊيا جي ٻاريل ثقافتي مشعل کي اڳيان وڌائيندي هڪ اهڙي ثقافتي انقلاب جا بنياد رکن جيڪو قومي ۽ طبقاتي غلامي ۽ جنسي ڏاڍ جا سمورا طوق ٽوڙي آزادي، برابري ۽ خوشحالي واري سماج جي تعمير جا دروازا کولي. فقط اهڙي سماج ۾ ئي سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت ترقي جو نئون اوج ماڻي سگهي ٿي.

*(روزاني "جيجل" حيدرآباد 3 ڊسمبر 2013ع)*

# پنهنجن شهرين کي
# يرغمال ڪندڙ رياست

"هڪ ٻاهر ويو هن جي خبر پئي، ہہ مري ويا! باقي ڪٿي آهن؟ مرندڙن جو ڪيس ہہ داخل نہ ٿيو!" پاڪستان جي سپريم ڪورٽ جي جسٽس جواد ايس خواجہ 35 گم ٿيل ماڻهن يعني رياست هٿان يرغمال بڻايل شهرين بابت ڪيس جي ٻڌڻي دوران پاڪستان جي ايڊيشنل سيڪريٽري دفاع کان پڇاڻو ڪري ٿو. هو صاحب انڪشاف ڪري ٿو تہ 2 ڊسمبر سومر واري رات 10 وڳي تائين 3 ماڻهن جو پتو پيو آهي. انهن کي اپريل 2012ع ۾ ڇڏيو ويو هو. جن مان هڪ حبيب الله 18 ڊسمبر 2012ع تي پشاور مان سعودي عرب روانو ٿيو هيو ۽ باقي ٻن جا نالا نٽا ٻڌائي سگهجن. ان سان سندن زندگين کي خطرو آهي. ان کان اڳ ٻڌڻين ۾ اهو انڪشاف ڪيو ويو هيو تہ ياسين شاهہ ۽ هڪ ٻيو شهري مري چڪا آهن. ايڊيشنل سيڪريٽري دفاع سپريم ڪورٽ ۾ اعتراف ڪيو تہ ذڪر ڪيل لاپتا شهري رياست جي حراستي مرڪز ۾ قيد هئا. عدالت ۾ مالاڪنڊ حراستي مرڪز جي سپرنٽينڊنٽ عطاالله شاهہ پڻ اعتراف ڪيو تہ وٽن ڪل 66 ڄڻا هئاجن مان 35 کي فوج ڪڻي وئي. وزير دفاع خواجہ آصف عدالت ۾ فرمايو تہ 35 مان ہہ فوت ۽ ٽي مليا آهن. ٻيا ہہ ملي ويندا. ان لاءِ وقت کپي. وزيراعظم ۽ آرمي چيف گم ٿيلن جي ڳولا لاءِ خاطري ڪرائي آهي. ان کان اڳين ٻڌڻيءَ دوران ہہ بچاءَ واري وزير اهو چئي وقت گهريو هيو تہ نئين آرمي چيف اڃان هاڻي چارج سنڀالي آهي. ان ڪري ڪيس مهلت ڏني وڃي.

هن سموري عدالتي ڪارروائي کان پوءِ هاڻي تہ رتيءَ برابر ہہ ڪنهن شڪ جي گنجائش نہ رهي آهي تہ هي گم ٿيل ماڻهن جو معاملو دراصل گم ٿيل ماڻهو جو مسئلو نہ آهي پر اهو رياست هٿان يرغمال بڻايل شهرين جو معاملو آهي. جن جي بازيابيءَ لاءِ زور ڀريندي چيف جسٽس صاحب ہہ چوي ٿو تہ. "گم ٿيل ماڻهو عدالت ۾ پيش نہ ٿيا تہ نتيجا وزيراعظم ۽ آرمي چيف کي ڀوڳڻا پوندا." نتيجا دير يا سوير سيني کي ڀوڳڻا پوندا. جيڪي سڌي يا اڻ سڌي ريت هن ڪاسائڪي رياستي ڪارستانيءَ ۾ ملوث آهن ۽ هي معاملو ڪنهن جي

انفرادي ڪارگذاريءَ جو ناهي پر رياست جي اجتماعي ڪارڪردگيءَ جو آهي. هن رياستي تشدد جو سڌيءَ ريت تعلق معاشي استحصال، طبقاتي ڏاڍ، سماجي ناانصافي ۽ قومي غلاميءَ سان آهي.

گهر ٽيل ماڻهن جي عالمي تاريخ تي نظر وجهو ته ان لسٽ ۾ سڀ کان پهريون نالو اسپارٽڪس جو اچي ٿو جنهن جو تعلق انڊو يورپين نسل جي قبيلي سان هيو جيڪو ڏکڻ اوڀر يورپ ۾ آباد هيو. اسپارٽڪس، جنهن کي ڪارل مارڪس طبقاتي جدوجهد جي تاريخ جو عظيم هيرو قرار ڏيئي ٿو اهو غلاميءَ خلاف بغاوت جي اڳواڻي ڪندي مارجي ويجي ٿو ته سندس لاش ڪنهن کي به هٿ نه ٿو اچي ۽ هو گم ٿي ويل ماڻهن جي تاريخ ۾ سر فهرست اچي وڃي ٿو. هو غلامن جي آزاديءَ لاءِ ويڙهه وڙهندي گم ٿي وڃي ٿو پر تاريخ جي صفحن تي سندس عظمت سدا عيان آهي. ائين ئي سنڌي ۽ بلوچ سر فروش جيڪي اڄ ڏينهن ڏٺي جو ڪنيجي گم ٿي وڃن ٿا ۽ جن مان اڪثر جا چچريل لاش ملن ٿا، سي تاريخ جي صفحن ۾ سدا زنده رهندا ۽ سندس قاتل تاريخ جي دز ۾ گم ٿي ويندا. ڇو جو تاريخ جي سزا سڀ کان وڏيڪ ڀيانڪ هوندي آهي.

پر رياستي تشدد جي تاريخ به ڪا گهٽ ڀيانڪ ناهي. جڏهن به رياستي ڏاڍ خلاف مزاحمت اثرائتي ٿيڻ لڳندي آهي ته رياستي ڏاڍ ۽ جبر، بربريت ۽ وحشي پڻي جون سڀ حدون اورانگهڻ لڳندو آهي. سنڌي ۽ بلوچ سرفروشن کي ڪچلڻ لاءِ هو دليل ڏين ٿا ته هنن رياست خلاف هٿيار کڻي ورتا آهن، پر ڪو کانئن پڇي ته پلا بنگالين ڪهڙا هٿيار کنيا هئا؟ هنن مسڪينن ته نه هٿيار کنيا هئا نه آزادي جو نعرو هنيو هو هنن ته گڏيل پاڪستان جي حامي عوامي ليگ کي پرامن طريقي سان ووٽن ذريعي پاڪستان جي اقتدار اعليٰ جي مسند تي ويهارڻ لاءِ پنهنجو جمهوري حق استعمال ڪيو هيو پوءِ ڪهڙي ڏوهه ۾ ٽيهه لک بنگالين، جيڪي ان وقت اوڀر پاڪستاني هئا، تن کي بيدرديءَ سان ماريو ويو ۽ لکين نياڻين جي عصمت دري ڪئي وئي. پلا ٽڪا خان جو اهو بيان رڪارڊ تي ناهي ته "اسان کي بنگال جي زمين گهرجي ماڻهو." پر بنگالين جو قتلِ عام رياستي ڏاڍ ذريعي نسل ڪشي جو ڀيانڪ مثال آهيءَ جڏهن به نسل ڪشيءَ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي ته موتمار دستا يعني ڊيٿ اسڪواڊ ضرور جوڙيا ويندا آهن. بنگال ۾ الشمس ۽ البدر اهو انسان دشمن ڪردار ادا ڪيو ۽ هاڻي وري بلوچستان ۾ بلوچ مسلح دفاعي تنظيم، سپاهه شهداءِ بلوچستان، امن فورس ڊيره بگٽي. تحريڪ نفاذ امن بلوچستان ۽ بجراڻي مري ليويز فورس کان اهو عوام دشمن، بلوچ دشمن، انسان دشمن ڪُڌو

ڪم ورتو پيو وڃي. انهن کي محب وطن قرار ڏيئي، ڪين بلوچن جي قتل عام جو پروانو ڏنو ويو آهي. نفاذ امن بلوچستان جو اڳواڻ نوابزاده سراج رئيساڻي سينو ٺوڪي دعويٰ ٿو ڪري تہ ڪو هلو ۽ ڪمالانگ مان ايف سي طرفان اغوا ڪيلن منجهان 30 ماڻهن وٽن آهن. سندس دعويٰ آهي تہ سوئي ۽ ڊيرا بگٽيءَ جا بہ 15 گم ٿيل ماڻهو وٽن آهن. اهي سڀ ڪنهن سرڪاري جيل يا حراستي مرڪز بدران مستونگ ۾ قائم سراج رئيساڻي جي ٽارچر سيلن منجهہ آهن. پاڪستان جي اعليٰ ترين عدالت ويچاري تہ فقط 35 ڄڻن جي بازيابي لاءِ ڪوشش ڪري رهي آهي،جڏهن تہ بلوچستان جا هزارين ۽ سنڌ جا سوين نوجوان رياست جي قانوني ۽ غير قانوني حراستي مرڪزن توڙي ٽارچر سيلن ۾ زندگي ۽ موت جي جنگ لڙي رهيا آهن. عدالت جڏهن بازيابيءَ جي ڳالهہ ڪري ٿي تہ ڪيس لاشن جا تحفا ڏئي دهشت زده ڪيو پيو وڃي. رياستي دهشتگردي جو ان ڪان وڏيڪ ٻيو ڪهڙو ثبوت ٿي سگهي ٿو پر عدليا ويچاري بہ ڇا ڪري؟ سند س هٿ پير بہ تہ ان ئي رياستي مشينريءَ جو انٽوٽ انگ آهن، سندس حڪم ۽ فيصلن تي جن کي عمل ڪرڻو آهي، ان جا هٿ هر قانون کان مٿانهان آهن. قانون تہ سدائين سندن جوتن جي نوڪ هيٺ رهيو آهي!

هڪ طرف اعليٰ عدليا جا جج پڇاڻو ڪري رهيا آهن تہ ٻئي طرف بلوچ مِسنگ پرس نس جو اڳواڻ ماما قدير بلوچ ٻارڙن ۽ نياڻين سان گڏ ڪوئيٽا کان ڪراچي ؛يرين پنڌ اچي پهتو آهي پر ڪنهن جي ڪن تي جوءِ ڪا جونءَ بہ نتي چري. حڪمرانن جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي، پنهنجن بہ تہ ڪو ٻوٿو ناهي پاريو. رياستي ڏاڍ ۽ جبر جو مقابلو مظلوم عوام جي اثرائتي مزاحمتي سگهہ سان ئي ممڪن آهي ۽ عوام جي ان مزاحمتي سگهہ کي منظم ڪرڻ جي تاريخي ذميواري انقلابي سياسي قيادت تي عائد ٿيندي آهي. بلوچستان جون انقلابي قوتون تہ اهو تاريخي فرض بخوبي نڀائي رهيون آهن. پر سنڌ بدقسمتي کان ان نعمت کان محروم آهي. هتي سياسي پارٽين، اڳواڻن، گروهن ۽ ترقي پسند دانشورن جي تہ وڏي آبادي وسي ٿي، پر منجهن انقلابي روح جو هاڻي نالو نشان ئي نٿو ملي. هو جڏهن سنڌ جي وارثي نٿا ڪري سگهن تہ وٽن مهمان ٿي آيل بلوچ نياڻين جي ڪهڙي پاسداري ڪند ا؟ هڪڙا واري واري سان وٽائن پيرو پيچن ٿا تہ ٻيا تہ وري وٽن ويندي بہ ڪنبن ٿا!

سنڌ ۾ بہ جڏهن رياستي تشدد جو نئون .ؤر شروع ٿيو تہ شهيد سميع الله ڪلهوڙو ان بي رحماڻي رياستي تشدد جو پهر ٻون نشانو بڻيو. 5 مارچ 2005ع تي سندس شهادت کان اڄ تائين سنڌ جا سوين ، سرفروش نوجوان ٽارچر سيلن مان گذري موت جي گهاٽ پهچايا ويا آهن ۽ اهو سلسلو ڏينهون ڏينهن تيز ٿي

رهيو آهي پر نہ سنڌ جي عوام ۾ بيچيني جي ڪا انقلابي لهر ايري رهي آهي ۽ نہ سنڌ جي سياسي قيادت جي روح ڪي ڪا رهڙ اچي ٿي. بيحسي ۽ خود غرضي جو هڪ عجيب عالم آهي، جيڪو سنڌ تي طاري آهي. جنهن گهرجي جگر جو ٽڪڙو ڪجي وڃي ٿو فقط ان جا گهر ڀاتي ۽ ڪجھ دوست ساٿي ئي احتجاج ڪن ٿا. تازو ئي گولاڙچي مان ڪجي ويل جسمم اڳواڻ جاويد ميمڻ جي رياستي اغوا ڪاريءَ خلاف ٿيندڙ احتجاج تي ئي نظر وجهو تہ بي حسي ۽ بيوسيءَ جو عالم آشڪار ٿئي ٿو. قومي ذميوارين ۽ اجتماعي فرضن ڏانهن اها غفلت ۽ لاپرواهي ئي دراصل حاڪمن ۽ استحصالي قوتن جا حوصلا بلند ڪري ٿي ۽ ڪين بيدرديءَ سان وطن دوست قوتن ڪي ڪچلڻ لاءِ کلي ڇوٽ ملي ٿي. اسان جي بي حسي ۽ باهمي نفاق اڄ سوين هزارين سنڌي نوجوانن جي اذيت گهرن تائين پهچڻ جو رستو آسان ڪري ٿو. جڏهن قومي سجاڳي ۽ قومي ڀڏي نہ هوندي آهي تہ نسل ڪشي بہ آسان ٿي ويندي آهي.

آمريڪا جا اصل رهواسي بہ تڏهن ئي نسل ڪشيءَ جو نشانو بڻجي پنهنجي ئي ديس ۾ اقليتي ۽ اجنبي بڻجي ويا. هي سنڌي ۽ بلوچ سرفروشن ڪي ٽارچر سيلن ۽ موت جي وادين ۾ ڌڪڻ وارن موتمار جٿن ۽ ڊيٿ اسڪواڊن جي تاريخ تي نظر وجهجي ٿي تہ اهي جديد تاريخ ۾ سڀ کان پهريان اڇوڪن ڊيٿ اسڪواڊن جي استادن جي ڌرتي تي نمودار ٿيندي نظر اچن ٿا. يورپي آبادڪارن، آمريڪا جي ڌرتيءَ تي مستقل قبضو جمائڻ خاطر اصلي ڌرتي ڌڻين جي نسل ڪشي لاءِ منظم منصوبابندي ڪئي ۽ انتهائي خونخوار ڊيٿ اسڪواڊ جوڙيا. 1850ع کان 1859ع جي عرصي ۾ ڪيليفورنيا رياست اندر ائين ئي ڊيٿ اسڪواڊ جوڙيا ويا هئا جيئن اڄ بلوچستان ۽ سنڌ ۾ جوڙيا ويا آهن. انهن ڊيٿ اسڪواڊن طرفان اصلوڪن آمريڪين جي نسل ڪشي جي نتيجي ۾ ڪيليفورنيا ۾ اصلوڪن آمريڪي لوڪن جي آبادي 1900ع تائين گهٽجي وڃي 15 هزارن تائين پهتي، جيڪا 1848ع ۾ ڏيڍ لک کان مٿي هئي. نسل ڪشي جي اها انتهائي وحشاڻي ڪار آمريڪا جي سمورين رياستن ۾ ورجائي وئي. روس جي پهرين زار وري پنهنجن مخالفن ۽ مظلومن جي بغاوتن ڪي ڪچلڻ لاءِ ڊيٿ اسڪواڊ جوڙيا هئا.

هٽلر جا ڊيٿ اسڪواڊ تہ اڄ سڄي جڳ ۾ بدنام آهن. انهن ڊيٿ اسڪواڊن هٿان يهودين مٿان ڪيل ظلم جا داستان تہ اڄ هر زبان تي آهن، پر انهن ڪميونسٽن ۽ جپسي لوڪن (جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي اصل سنڌ ڌرتي جا رهواسي آهن) مٿان جيڪي ظلمن جا پهاڙ ڪيرايا ويا تن جو ذڪر رڳو تاريخ جي حاشيي ۾ ايندو آهي. جرمنيءَ ۾ پهريون دفعو ڊيٿ اسڪواڊ پهرين

عالمي جنگ جي پڄاڻيءَ تي ڪميونسٽ انقلاب کي روڪڻ لاءِ وجود ۾ آندا ويا. جنهن انقلاب جي ڪاميابيءَ لاءِ لينن ۽ ٽراٽسڪي وڏيون اميدون لڳايو ويٺا هئا ۽ جنهن جي ڪاميابيءَ جي اميد ڪارل مارڪس کي به هئي. 1919ع ۾ جرمن ڪميونسٽ پارٽي جا عظيم اڳواڻ لبڪنيخت ۽ روزا لگزمبرگ ماريا ويا.

ٻي عالمي جنگ کان پوءِ قومي آزاديءَ جي انقلابن ۽ ڪميونسٽ تحريڪن کي ڪچلڻ لاءِ آمريڪي سي آئي اي سڄي دنيا جي سفاڪ حڪومتن جي ڳجهين ايجنسين کي خصوصي تربيت ڏيئي ڊيٿ اسڪواڊ منظم ڪرڻ شروع ڪيا. جيڪي سڀ کان پهرين ڏکڻ ۽ وچ آمريڪا جي ملڪن ۾ نمودار ٿيا. انهن نه رڳو انقلابي ڪارڪنن کي پر ترقي پسند پادرين کي به نشانو بڻايو. برازيل، هونڊارس، نڪارا گوا، چلي، گوئيٽيمالا، اڪواڊور، ارجنٽائين وغيره ۾ هزارين لکين ماڻهن کي ڪنيپي گم ڪيو ويو جن مان اڄ به هزارين انسان لاپتا آهن. اڪواڊور ۾ ته ٽن آمريڪي راهبائن ايتافورڊ، ڊورٿي ڪيزل ۽ مائورا ڪلڪر کي به نه بخشيو ويو ۽ ساڻن زنا ڪري کين ماريو ويو. سنڌن ڏوهه فقط اهو هيو ته کين انسانيت سان پيار هيو ۽ ان ناتي هنن مظلوم عوام جي مدد تي ڪئي. فلسطين ۾ به جڏهن آمريڪي نياڻي راشيل ڪوري اسرائيلي بلڊوزر هيٺان چيٿاڙي ماري وئي ته دهشتگرديءَ خلاف جنگ ڪندڙن اتي خاموشي اختيار ڪري ورتي. اهوڪي سموري دهشگردي ۽ سمورا رياستي دهشتگرد ادارا ۽ ڊيٿ اسڪواڊ سنڌن ئي پاليل تاتيل ناجائز اولاد ئي ته آهن. هي جيڪي سنڌين ۽ بلوچن تي غداري جا الزام لڳن ٿا تن ۾ اڳ ته هي سڀ ياڳي ياٿيوار هئا پر هاڻي جڏهن ناجائز اولاد پنهنجي پيءَ خلاف بغاوت جو نام نهاد علم بلند ڪيو آهي. ته هاڻي قصو الٽو تي ويو آهي. هاڻي هي انتهائي رجعت پرست، فاشسٽ ۽ عوام دشمن قوتون بڻجي ويون آهن سامراج دشمن ۽ پنهنجي ڌرتي لاءِ ويڙهه وڙهندڙ بڻجي ويا آهن آمريڪي ايجنٽ! هي رياستي ڏاڍ ۽ اغوا ڪاريءَ جي ڪارگذاري تيستائين جاري رهندي جيستائين سنڌي ۽ بلوچ عوام جي منظم مزاحمتي تحريڪ ان کي بنجو نه ڏيندي. سنڌ جو آواز اڄ ڪيڏو نه ڪمزور ٿي ويو آهي جو هڪ رياستي ٽنب جو آواز به مٿس ڀاري پئجي ويو آهي. وقت جي چڪر ۾ ڪجهه به ساڳيو ناهي رهڻو ۽ سنڌ جو آواز به هڪ ڀيرو وري شهيدن جي رت سان سگهارو ٿي هن ڌرتيءَ تي گونجندو ۽ ظلم جا سڀ زنجير ٽٽندا. هڪ نئين مزاحمتي تحريڪ جي بظاهر اوچتي اُڀار سان.

# هڪ ڏهاڙو هڪ پنڌال

”ڏڻ تہ ڏٺي، نہ تہ وڪڻ ڪٺي.“ اڄ سنڌ جو بہ ڪو ڏٺي سائين ڪونهي، جنهن ڪري نيلاميءَ جي بازار گرم لڳي پئي آهي. مڪاني چونڊن جو اعلان ٿيندي ئي ”صوفياڻي“ سنڌ جي اپوجهہ ماڻهن بہ مڪاني اقتدار ۾ پنهنجو حصو پتي هٿ ڪرڻ لاءِ پيپلز پارٽي جي اوطاقن ڏانهن ڊوڙون پائڻ شروع ڪيون آهن. سياسي منظر تي سڄي سنڌ پرينءَ جي پاڇي بدران پيپلز پارٽيءَ جي بدعنوانيت جو پاڇو نظر اچي رهي آهي. موقعي پرستيءَ جا منظر وستي وستي واهڻ واهڻ نظر پيا اچن. سنڌ، پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم جي ناسوري سياست ۾ اهڙي تہ اڙجي وئي آهي جو سياست نہ هجي جڻ ڪوڙهہ جو مرض هجي.

گهٽائي اسان جي گهوٽن بہ ڪونهي. ”نہ ڪا ڪمي ڪنوار ۾، نہ ڪا گهٽتائي گهوٽ ۾.“ سائين جي ايم سيد کان پوءِ سنڌ جيان سَنَ جو بہ ڪو ڏٺي سائين نظر نہ آيو آهي. ثقافتي ڏينهن تي تہ سڄي سنڌ جيئي سنڌ جي نعرن سان پئي گونجندي آهي ۽ هر ميڙ ۾ ڳاڙها ڪهاڙيءَ وار جهنڊا سڀ کان نمايان پيا نظر ايندا آهن. پر باقي سڄو سال ڪهاڙيءَ جي جهنڊن وارن جا هٿ هڪٻئي خلاف ڪهاڙيءَ جي ڳن ۾ هوندا آهن. بيو تہ ڇڏيو پر سائين جي سالگرهہ يا ورسي جي ڏينهن تي بہ هڪ پنڌال ۾ ويهڻ بدران الڳ الڳ ديڳيون ديڳڙا چاڙهي هوائي فائرنگ ڪري هڪٻئي کان گوءِ کٽڻ جي چڪر ۾ هوندا آهن ۽ پنهنجي منهن ميان منو بڻجي پيا آزاديءَ جو راڳ ڳائيندا آهن. ڪين ڪير سمجهائي تہ، ”بيلي ٻهريان پنهنجو پاڻ کي تہ خسيس انائن جي پنجوڙ کان آزاد ڪريو!“

17 جنوري 1987ع تي ڪهاڙي جي وار سان سنڌ جي گهوٽ اٿموٽ فاضل راهو کي شهيد ڪيو ويو. اها هڪ وڏي سازش هئي. سائين جي سالگرهہ واري ڏينهن تي، جيئي سنڌ جي نشان واري ڪهاڙي سان هڪ ذاتي جهيڙي جي باهہ کي پڙڪائي سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جي سرواٽي ڪنڌڙ اڏول ڪردار کي انقلابي راهہ تان هٽائي انقلاب دشمني، عوام دشمني، ذاتي قبيلائي جهيڙن ۽ موقعي پرستانہ سياست لاءِ ميدان تيار ڪيو ويو. اهو ڏينهن هي ڏينهن سنڌ خسيس انائن جي باهہ ۾ سڙي رهي آهي. خسيس انائن جي وَر چڙهي

جيئي سنڌ. سائين جي. ايم. سيد کان پوءِ نه ڄاڻ ڪيترن گروهن ۾ ورهائجي وئي آهي. عام ماڻهو ته ڇڏيو پر پڙهيل لکيل ماڻهو به پڇن ٿا ته جسقم کهڙي، جسم کهڙوا سندن وچ ۾ فرق کهڙوا؟

محترم رسول بخش پليجي جي حال حيات هجڻ ڪري عوامي تحريڪ ته بظاهر سالم رهي پر فاضل راهو کان پوءِ ان جو عوامي ۽ انقلابي روح لاڏاڻو ڪري ويو انقلاب کان پارليامينٽ ڏانهن پنڌن جي چڪر ۾ انقلابي روح ته ويو ماڳهين پارٽي جمهوريت به وئي ۽ موروثي سياست جو گوزڪ ڏنڊو شروع ٿي ويو جنهن جو شڪار بشير قريشي جي شهادت کان پوءِ جسقم به ٿي وئي آهي. 17 جنوري 1987ع تي رڳو فاضل راهو شهيد نه ٿيو پر سنڌ جي هڪ سگهاري ۽ سڀ کان وڏيڪ منظم انقلابي پارٽيءَ جو انقلابي روح به شهيد ٿي ويو. عوامي تحريڪ جا مخلص انقلابي ڪارڪن جهڙوڪر رڻ ۾ رلي ويا ۽ پوءِ اهي الڳ الڳ وقتن تي ڪڏهن فردن ۽ ڪڏهن گروهن جي حيثيت ۾ الڳ ٿيندا ويا. سڀ کان وڏو الميو ته اهو رونما ٿيو جو فاضل راهو جي سياسي وارثي عوامي تحريڪ بدران نواز ليگ پنهنجي هٿن ۾ وٺي ڇڏيا "جنين ڪاڻ مياس، سي ڪلهي ڪانڌي نه ٿيا!" شهيد فاضل راهو جو روح اڄ به تڙپي رهيو آهي ۽ گواهي ڏيئي رهيو آهي ته "مون پڪ سڃاتا پنهنجا هٿا. ڪي ڏاڙين سان گڏ ڏاڙي ۾!" قومي ۽ طبقاتي جدوجهد ۾ سنڌ جي عورتن کي سگهارو ڪردار بخشيندڙ سنڌياڻي تحريڪ کي منظم ڪرڻ ۾ فاضل راهو جو انتهائي اهم ڪردار هيو پر شهيد فاضل راهو کان پوءِ سنڌياڻي تحريڪ به هڪ بي روح جسم بنجي وئي آهي.

سائين جي. ايم. سيد کان پوءِ جيتوڻيڪ سندس خاندان گهڻو تڻو سندس فڪري ۽ انقلابي راهه تي هلڻ کان پاسيرو رهيو آهي، پر ان راهوڪي جيان سنّ کي ڏارين ۽ ديس دروهين جي حوالي نه ڪيو آهي. الڳ الڳ ئي صحيح پر جيئي سنڌ جا سڀ ميڙا نبيرا به آخرڪار اچي سنّ ۾ ئي ٿين ٿا. هاڻي ته سن شهيدن جي آخري آرامگاهه بڻجي ويو آهي. پر ڇا سنڌ جي انهن جوڌن شهيدن جا روح به شهيد فاضل راهو جي روح جيئان بي چين نه آهن!؟ اڄ سمورن شهيدن جا روح پڇن ٿا ته آخر هي شڪستن ۽ شهادتن جو سلسلو ڪيستائين هلندو؟ ڪيستائين اسين تاريڪ راهن ۾ ماريا ويندا سين؟ ڪڏهن سنڌ آزادي جي منزل ماڻيندي، سک جو ساهه کڻندي؟ ۽ سندن موٽ ۾ اسين سندن قبرن تي گلن ۽ لفظن جي پيتا ڏيئي، سنڌ سان وفاداريءَ جا وچن ورجائي کين آٿت ڏيندا سين. اسين هاڻي ڏاڍا سياڻا ٿي ويا آهيون. سنڌ جي قومي سياست به ڪريون ٿا. پاڪستان جي پارليامينٽري سياست به ڪيون ٿا.

مڪاني چونڊن ۾ به حصو پتي ونڻ لاءِ پاڻ پتوڙيون ٿا. اجرڪ ٽوپيءَ جو مان مٿانهون به ڪيون ٿا. قومي ۽ انقلابي گيت به ڳايون ٿا پر سنجيده سياسي ڪم جي ڳالهه ۾ ٻيلي اسان سان نه ڪريو. اسان پنهنجي سڄي جواني ان انقلابي فضول ڪم ۾ ضايع ڪري ڇڏي. هاڻي اسان کي پنهنجي وڃايل جوانيءَ جو لطف وٺڻ ڏيو. ڇو ته اسان جي رنگ ۾ ڀنگ وجهو! اها انقلابي سياست ڪرڻ جذباتي نوجوانن جو ڪم آهي. اسان جو ڪم آهي قومي اڳواڻي ۽ دانشوري ڪرڻ. عملاً اهڙا ئي جواب ملن ٿا اسان کي پنهنجن اڳواڻن ۽ دانشورن کان!

تنهن جي ڪري اسان به منجهائن وڏيون اميدون رکڻ ڇڏي ڏنيون آهن. جيستائين ڪو سنڌ جو اوهي واهي ٿئي. ڪا همت ۽ ڏاهپ پري انقلابي قوت اپري تيستائين پلا ڪي چار قدم قرب جا پري سنڌ جا. سن جا سلامي تي هڪ ڏهاڙي تي هڪ پنڌال ۾ گڏ ويهي ويساهه وسوڙيل سنڌ کي ڪا چڱي خبر ڏيو. اهڙي قدم سان اوهان جو به مانُ مٿانهون ٿيندو ۽ سنڌ جو به. جهڙيءَ ريت هن پيري سنڌي ثقافت جو ڏهاڙو ملهايو ويو. تهڙيءَ ريت 17 جنوري 2014ع تي جيڪڏهن سڀ گڏجي سنَ ۾ سيد ۽ فاضل کي گڏيل عقيدت جا گُل پيش ڪندا ته سنڌ جرڪي پوندي. شهيد فاضل جو جڻ نئون جنم ٿيندو ۽ آزادي جي منزل ڏانهن به هڪ وک اڳتي وڌندي.

پر ڪو آواز اچي ٿو "ٻېرن کان ٻير ٿو گهرين!" ناڪامين جي طويل سفر. ناڪاميءَ جو خوف اندر منجهان ڪڏهن ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ اميد جي جوت اندر ۾ سدا روشن رهي ٿي. جيڪڏهن سنڌ سيني کي گڏجي هڪ ثقافتي ڏهاڙو ملهائڻ تي مجبور ڪري سگهي ٿي ته سنڌ قومي ڪارڪنن کي هڪ ڏهاڙي تي هڪ پنڌال ۾ ويهاري به سگهي ٿي. سنڌ جي ڪُک سنڌ ناهي ٿي. اها اڄ به سائي آهي. هر پن ڇڻ جي موسم کان پوءِ سيارو به ايندو آهي ۽ هر سياري کانپوءِ بهار جو اچڻ به اٽل هوندو آهي. جي هن سياري ۾ سنڌ ثقافت جو رنگ اجتماعي طور اوڊيو آهي ته اها ئي سنڌ قومي ٻڌيءَ جي انگ جو اظهار به ڪري سگهي ٿي. اڄ نه ته سياڻ سنڌ جي شڪستن ۽ شهادتن جو هي بظاهر اڻ ڪٽ سلسلو پنهنجي منطقي انجام کي پهچڻو آهي. نئين سنڌ جو سج افق تي ابرڻو آهي. هيءَ ڪائناتي ديوار تي لکيل وقت جي اٽمت تحرير آهي.

سنڌ جا ساڄاهه ونڊ جي اڄ پنهنجو فرض نڀائيندا ته سنڌن به ڳاٽ اونچو ٿيندو. سنڌ ۽ سن جو به مانُ مرتبو مٿانهون ٿيندو ۽ سيد. فاضل ۽ سنڌ جي شهيدن سان مهراڻ ۾ ميڙو به مچندو؟ "وڻي هر هر جنم وربو منا مهراڻ ۾ ملبو" جي عزم ۾ سمويل درد کي جي سنڌ جا سچا عاشق مان نه ڏيندا ته آخر ڪير ڏيندو؟

(روزاني "جيجل" حيدرآباد. 13 ڊسمبر 2013ع)

# ايماندار انسان پارٽي

”هي چونڊون بدعنواني ۽ سچ جي وچ ۾ هيون. اسان پنهنجو ڪرم نڀائي رهيا آهيون. باقي ڦل اسان جي هٿن ۾ ناهي.“ قديم سنڌو آستان ۽ اڄوڪي هندستان جي مرڪز دهليءَ مان اپريل نئين سياسي پارٽي ”عام آدمي پارٽي (آپ APP) جو اڳواڻ اروند ڪيجريوال هن مقولي تي عمل ڪندي نظر اچي ٿو ته ”تون نيڪي ڪر، ڦل ڄاڻي خدا ڄاڻي.“ هندستان، پاڪستان ۽ بنگلاديش تي ٻڌل سنڌو کنڊ جي تاريخ گواهه آهي ته سنڌو سرسوتي تهذيب جي زوال کان پوءِ جڏهن گنگا جمنا تهذيب جو عروج ٿيو آهي تڏهن کان جيڪا تبديليءَ جي لهر دهليءَ کان اڀرندي آهي اها دير يا سوير سڄي سنڌو کنڊ تي اثر انداز ٿيندي آهي.

سنسڪرت ۾ دهليءَ جو ذڪر هستناپور طور اچي ٿو. جيڪو مهاڀارت جي زماني ۾ آريا سماجي پانڊو ۽ ڪورو راجائن جي گاديءَ جي هنڌ هيو. مهاڀارت جي جنگ ۾ ڪورو راجائن جي شڪست کان پوءِ پانڊو راجائن اندر پٽ (Indraprastha) ۾ قلعو جوڙي نئين راج شاهيءَ جو بنياد رکيو. اندر پٽ، اڄوڪي دهليءَ جي آسپاس موجود پنجن پٽن سوني پٽ، پاڻي پٽ، تل پٽ، ٻاگ پٽ، ۽ اندر پٽ منجهان هڪ اهم پٽ هيو. جنهن جو نالو آريه ديوتا اندر جي نالي پويان رکيل هو. اپيرنش جو ليکڪ پسنا چارو ويد شريڌر ۾ لکي ٿو ته ”هريانا ملڪ ۾ اڻ ڳڻيا ڳوٺ آهن. هي ڳوٺاڻا ڏاڍا محنتي آهن، هو ڪنهن به ڌارئي جي حاڪميت قبول ناهن ڪندا. اندر ديوتا پاڻ به هن ملڪ جي ساراهه ڪئي آهي. هن ملڪ جي گادي جو هنڌ دهلي آهي.“ دهلي نالي سان هن شهر جو بنياد 800 قبل مسيح ۾ راجا ڌلوءَ وڌو هيو. هن شهر ۾ هڪ قديم قلعو ”جوڳياڻين جو قلعو“ به هيو جيڪو مدري ۽ دراوڙ دؤر جي نشاندهي ڪري ٿو. دهلي سلطنت جو بنياد ٻارهين صدي ۾ ننگ پال تومار رکيو جنهن اتي لال قلعو جوڙايو جيڪو پوءِ پرٿوي راج چوهاڻ جي نالي پويان قلعو راءِ پٿور سڏجڻ لڳو. پرٿوي راج ٿئين کي 1192ع ۾ محمد غوريءَ شڪست ڏني. يوناني توڙي شروعاتي مسلم حملي آورن کي دهلي وارا ياونا يعني يوناني سڏيندا هئا. 1206ع ۾ ترڪ نسل جي غلام قطب الدين ايبڪ جي قبضي کان پوءِ دهلي

سلطنت مختصر وقفن کان علاوه مسلسل ست صديون مسلمان حاڪمن جي تختگاهه بڻي رهي. قطب الدين ايبڪ دهلي جا 27 جين مندر تباهه ڪيا ۽ اتي قوت الاسلام نالي پهرين مسجد جو بنياد رکيو. جين ڌرم جو بانيڪار مهاوير عظيم انسان دوست مفڪر هو جنهن انساني برابري، زندگي جي تحفظ ۽ اعليٰ ترين اخلاقي قدرن جي وسيع پئماني تي آبياري ڪئي هئي . ايبڪ طرفان 27 جين مندر ڊاهڻ سان ئي ظاهر ٿئي ٿو ته ان وقت دهليءَ ۾ جين ڌرم جو تمام وڏو اثر هيو. حملا ۽ ڪاهون هوندين به جتي ڪٿي انسانيت کي تاراج ڪنديون آهن. ايبڪ کان پوءِ هندستان تي ڪاهيندڙ وچ ايشا جي ترڪن ۽ افغانن جون سلطنتون، خلجي سلطنت، تغلق سلطنت، سيد سلطنت ۽ لوڌي سلطنت قائم ٿيون. 1398ع ۾ تيمور لنگ هندستان تي ڪاهه ڪئي ۽ دهلي جي مسلم تغلق سلطنت جو انتهائي وحشياڻي طريقي سان انت آندو. 18 ڊسمبر 1398ع تي هن دهلي تي قبضو ڪري هڪ لک شهري قتل ڪري ڇڏيا. 1526ع ۾ وچ ايشيائي ترڪ نسل جي ظهيرالدين بابر، افغان لوڌي سلطان ابراهيم کي پهرين پاڻي پت جي جنگ ۾ شڪست ڏيئي مغل بادشاهت جو بنياد رکيو. بابر ۽ ابراهيم ٻئي مسلمان هئا، جيڪا ڳالهه ان حقيقت کي ظاهر ڪري ٿي ته هيءَ هميشه هند سنڌ تي قبضي جي جنگ هئي نه ڪي اسلام جي. مغل بادشاهه شاهجهان دهلي ۾ لال قلعو ۽جامع مسجد جوڙائي. اهو علائقو اڄ پراڻي دهلي سڏجي ٿو. اورنگزيب جي دؤر (1658ع ـ1707ع) ۾ مغل سلطنت ڪمزور ٿيڻ لڳي. مراٺا، مهاراشٽر جو جنگجو نسل هيا، جنهن شوا جي ڀونسلي جي اڳواڻي ۾ مغل سلطنت خلاف بغاوت شروع ڪئي. 1674ع ۾ هن پنهنجي الڳ سلطنت جو اعلان ڪري ڇتر پتي بڻيو ۽ راءِ گد کي پنهنجي گادي جو هنڌ بڻايو. شوا جي مغل سلطنت کي شڪست ڏيڻ لاءِ گوريلا جنگ شروع ڪئي. شوا جي هندستان ۾ جديد گوريلا جنگ جو بانيڪار هو. 1680ع ۾ سندس گذاري وڃڻ کان پوءِ سندس پٽ ساميا مراٺا سلطنت جي واڳ سنڀالي. 1681ع ۾ اورنگزيب جي فوج مٿس ڪاهه ڪئي. مراٺن ۽ مغلن جي هي جنگ 27 سال هلي، جيڪا هندستان جي تاريخ جي ڊگهي ۾ ڊگهي جنگ هئي . هن جنگ ۾ مغل لشڪرن کي هڪٻئي پٺيان شڪستون مليون، جنهن ڪري مغل سلطنت جي ڇيله ڇڄي ٿي وئي ۽ دهلي تي سندن گرفت ڪمزور ٿي وئي. 1737ع ۾ مراٺا فوج دهلي جو ڪنٽرول سنڀالي ورتو. اورنگزيب کان پوءِ اصل اقتدار مراٺن وٽ هيو ۽ مغل فقط نالي ماتر حڪمران هيا تنهن ڪري انگريزن جڏهن هندستان ۾ پير کوڙڻ شروع ڪيا ته سندس خلاف سڀ کان وڏي مزاحمت مراٺن ڪئي. 1775ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني قابض ٿي وئي. 1843ع ۽ 1848ع ۾ ان سنڌ ۽

پنجاب تي بہ قبضو ڪري ورتو. 1857ع جي غدر واري بغاوت کان پوءِ نالي ماتر حڪومت جو بہ انت اچي ويو ۽ هندستان تي باضابطا طور برطانوي سرڪار قبضو ڪري ڪلڪتي کي گادي جو هنڌ قرار ڏنو. 1930ع ۾ برطانوي آرڪيٽيڪٽ ايڊون ليوٽين نئين دهليءَ جو بنياد رکيو. جنهن کي سرڪاري طور 1947ع ۾ آزاد هندستان جي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو ويو. تڏهن کان اتي گهڻو تڻو ڪانگريس جو ئي راڄ رهيو آهي. گذريل 15 سالن کان ڪانگريس جي شيلا ڊڪشٽ، دهليءَ جي وزيراعليٰ رهي آهي پر ڊسمبر ۾ دهلي جي قانون ساز اسيمبلي جي چونڊن ۾ هڪ نئين سياسي پارٽي عام آدمي پارٽي جي اڳواڻ اروند ڪيجريوال هٿان شڪست کائي چڪي آهي. دهلي چونڊن ۾ عام آدمي پارٽيءَ جي غير معمولي فتح سڄي دنيا جي سياسي مرڪزن ۾ هلچل مچائي ڇڏي آهي ۽ هندستان ۾ ڄڻ سياسي ڀونچال اچي ويو آهي. ان کان اڳ راجستان، ڇتيس ڳڙهه ۽ مڌيا پرديش ۾ ڀارتي جنتا پارٽي (BJP) شاندار ڪاميابي حاصل ڪري ايندڙ سال ٿيندڙ چونڊن ۾ فتح لاءِ انتهائي پر اميد ٿي وئي ۽ گجرات جي بدنام وزيراعليٰ نريندر مودي کي هندستان جي وزارت اعظميٰ جي اميدوار طور ميدان ۾ لاهي ڇڏيو. پر هاڻي ڪين پنهنجا خواب چڪناچور ٿيندي نظر اچي رهيا آهن ڇو تہ عام آدمي پارٽيءَ نريندر موديءَ سميت گجرات جي سيني سيٽن تي بي جي پي خلاف اميدوار بيهارڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن ايندڙ سال چونڊن تائين عام آدمي پارٽي جي اڳواڻن ڪي وڏيون سياسي غلطيون نہ ڪيون ۽ سندن ايمانداريءَ جو ڀرم قائم رهيو تہ قوي امڪان آهي تہ ايندڙ چونڊون سڄي هندستان جو سياسي نقشو بدلائي ڇڏينديون، جنهن جا لازمي طور اثر سڄي سنڌو ڪنڌ تي پوندا. هندستان جيان پاڪستان ۽ بنگلاديش ۾ بہ ڪرپشن عروج تي آهي ۽ ماڻهو مروج سياسي قوتن منجهان بيزار ٿي چڪا آهن، پر وٽن ڪو متبادل ڪونهي. پاڪستان ۾ متبادل طور عمران خان کي اڀاريو ويو آهي، جيڪو پڻ جڙتو آهي. هاڻي ڏسڻو آهي تہ تحريڪ انصاف جيان عام آدمي پارٽي بہ جڙتو متبادل ثابت ٿئي ٿي يا اها ڪا وڏي تبديلي جو آغاز ٿي ڪري.

عام آدمي پارٽي جو باضابطا بنياد 26 نومبر 2012ع تي وڌو ويو. 26 نومبر 1949ع هندستان جي تاريخ جو اهو ڏينهن آهي، جنهن ڏينهن هندستان جي آئين جو بنياد رکيو ويو. يعني هي پارٽي هندستان جي آئين کي سڀ کان مٿانهون سمجهي ٿي. هن پارٽي جا مکيہ اڳواڻ اروند ڪيجريوال، منيش سسوڏيا، شانتي ڀوشڻ، يوگندارا يادو، پنڪج گپتا وغيره آهن. شانتي ڀوشڻ اڳوڻو قانون وارو وزير آهي. جنهن پارٽي جي بنيادي فنڊ ۾ هڪ ڪروڙ جمع

ڪرايا. پنڪج گپتا، پارٽي فنڊ جو انچارج آهي ۽ يوگندرا يادو ان ڪميٽي جو اڳواڻ آهي جيڪا ايندڙ سال چونڊن ۾ پارٽي اڳواڻن جو تعين ڪندي. منيش سسوديا جو تعلق وچولي طبقي سان آهي ۽ سندس ڇاٽايل آمدني 16 لک ۽ سندس زال جي 26 لک يعني ڪل 42 لک روپيا آهي. وٽن ڀ فليٽ ۽ هڪ 2004 ماڊل جي التو ڪار آهي . جڏهن ته پارٽي اڳواڻ اروند ڪيجريوال جو ٻه تعلق وچولي طبقي سان آهي. پاڻ انڊين روينيو سروس ۾ انڪم ٽئڪس ڪمشنر هيو جتان استعيفا ڏيئي هو 2011ع ۾ انا هزاري جي ٽيم جو حصو بڻيو جنهن دهلي ۾ حڪومتي بدعنواني خلاف زبردست مهم هلائي. اروند ۽ منيش، انا هزاري جي هن تحريڪ دوران اهم اڳواڻ ٿي ابريا ۽ سندن اناهزاري سان اختلاف رڳو ان هڪ نقطي تي ٿيا ته انهن چاهيو پئي ته هاڻي ڪين پنهنجي الڳ پارٽي ٺاهڻ گهرجي، جيڪا هندستان کي بدعنوانيءَ کان پاڪ صاف حڪومت فراهم ڪري سگهي، جڏهن ته اناهزاري ان موقف کي بلڪل رد ڪيو ۽ بدعنوانيءَ خلاف تحريڪ کي غير سياسي تحريڪ طور ئي جاري رکڻ تي زور ڏنو. جيئن ته انا هزاري جو جهڪاءُ ساڄي ڌر جي پارٽي بي جي پي ڏانهن گهڻو رهيو آهي، جيئن هتي عمران خان ساڄي ڌر جو ئي نمائندو آهي ، تنهن ڪري ارون ڌتي راءِ سميت هندستان جو روشن خيال حلقو انا هزاري جو سخت نقاد رهيو آهي. 21 آگسٽ 2011ع تي انڊين اخبار "هندو" ۾ هڪ ڪالم ذريعي اروند ڌتي راءِ اهو انڪشاف پڻ ڪيو ته، "ڪبير نالي اين جي او کي گذريل ٽن سالن ۾ آمريڪي فورڊ فائونڊيشن طرفان چار لک ڊالر ڏنا ويا آهن." ان اين جي او جا روح روان اجوڪي عام آدمي پارٽي جا اڳواڻ اروند ڪيجريوال ۽ منيش سسوديا هئا. انا هزاري کان الڳ ٿيڻ کان پوءِ هنن هڪ ٻي الڳ اين جي او پريورتن يعني تبديلي جا بنياد رکيا آهن. دهليءَ جي چونڊ مهم دوران هنن پنهنجي فنڊن جو حساب ڪتاب صاف شفاف ۽ پبلڪ جي جاچ پڙتال لاءِ ويب سائيٽ تي پڻ رکيو آهي.

دهلي ۾ چونڊ مهم لاءِ سندس ٽارگيٽ ويهه ڪروڙ گڏ ڪرڻ هيو جيڪو 63 هزار آن لائين ڊونرز، رڪشا ڊرائيورن، سياچين جي فوجين، ڪاروباري ماڻهن، پروفيسرن شاگردن، مطلب ته هر طبقي جي ماڻهن ۽ پرڏيهه ۾ رهندڙ هندستانين ڪين گڏ ڪري ڏنو.

تحريڪ انصاف جي ابتڙ عام آدمي پارٽي ڪنهن ٻه لوٽي کي پنهنجي اميدوار طور نه بيهاريو بلڪ هر اميدوار جي چونڊ لاءِ سندس ايماندار ۽ باڪردار هجڻ لازمي قرار ڏنو ويو. سندن هڪ اميدوار تي عوام آڱريون کنيون ته پارٽي ڪانئس پنهنجي ٽڪيٽ واپس وٺي ڇڏي ۽ ايندڙ عام چونڊن لاءِ ٻه اهو

پاليسي بيان جاري ڪيو ويو آهي ته سندس نامزد ڪيل ڪنهن به اميدوار جي ڪردار تي سندس حلقي جو عوام آڱريون کڻندو يا آخري ڏينهن تي به ڪنهن جو ڪو غلط ڪردار آڏو ايندو ته ڪائنس پارٽي ٽڪيٽ واپس ورتي ويندي پوءِ پل اها سيٽ خالي ڇو نه رهجي وڃي.

جيڪڏهن ان پاليسي تي باقائده عمل به ٿيو ته پوءِ ايندڙ چونڊن ۾ وڏاوڏا بت ڊهي سگهن ٿا. ڇو ته اڄ ڪلهه هر طبقو حڪومت جي بدعنواني ۽ نااهلي کان تنگ اچي چڪو آهي. انا هزاري کان الڳ ٿيڻ کان پوءِ عام آدمي پارٽيءَ جي اڳواڻن ساڃي ڏر بدران ڪاٻي ڏر ڏانهن پنهنجو لاڙو وڌيڪ ڏيکارڻ شروع ڪيو آهي ۽ اهي نظام کي بدلائڻ جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا آهن. سندن نظرياتي وابستگي ڪنهن به ڏُر سان نه آهي، جنهن جو هو کليو اظهار به ڪن ٿا. اروند چوي ٿو ته، "اسين عام ماڻهو آهيون. جيڪڏهن اسان کي ڪنهن مسئلي جو حل ڪاٻي ڏر کان ملندو ته اتان اسان اهو خوشي سان قبول ڪنداسين ۽ جيڪڏهن ڪنهن ٻئي مسئلي جو حل ساڄي ڏر کان ملندو ته اهو به خوشي سان قبول ڪندسين." شفافيت ۽ سياسي عدم مرڪزيت کي هو پنهنجي آئيڊيالاجي قرار ڏين ٿا. سندن ايجنڊا جا چار نقطا، جن لوڪپال بل جي قانونسازي، بئلٽ پيپر ۾ سڀني اميدوارن کي رد ڪرڻ جو حق ۽ رد ٿيڻ وارن ووٽن جي گهڻائي جي صورت ۾ انهن تڪن تي ٻيهر چونڊ جي قانون سازي ڪرڻ، ڪنهن به ڪٽيل اميدوار کي واپس گهرائڻ جو حق ۽ سياسي عدم مرڪزيت جو قيام آهي.

جيئن ته هي سموري ٽيم سياسي طور تي ناتجربيڪار آهي ۽ کين به ان جو احساس آهي، تنهن ڪري هو هر قدم سنڀالي کڻي رهيا آهن ۽ اروند پنهنجي ان خوف جو اظهار هنن لفظن ۾ ڪري ٿو ته، "جيڪڏهن اسان اڻ ڄاڻائيءَ ۾ به ڪا غلطي ڪئي ته تاريخ اسان کي معاف نه ڪندي." تاريخ جو اهو شعور اسان جي اقتداري ته ڇا پر انقلابي قوتن منجهه به گهٽ ٿو نظر اچي. جنهن ڪري ئي اسان کي سياسي محاذ تي ڪا خاطر خواهه ڪاميابي نه ٿي ملي. اسان کي جڏهن ڪا ڪاميابي حالتن جي جبر هيٺ ملڻ جا امڪان روشن ٿيندا آهن ته اسان وري پاڻ اهڙا غلط فيصلا ڪندا آهيون جو سڄي ڪئي ڪمائي چٽ ٿي ويندي آهي. ٻٽي مڪاني نظام خلاف سنڌ بچايو ڪميٽي جي جدوجهد ان جو زنده ثبوت آهي. هيڏي وسيع سياسي تجربي جي باوجود اسين نيون ته ڇا ساڳيون غلطيون ورجائڻ کان به نٿا مڙون. ڪردار کي ته ڪا اهميت ڏيڻ لاءِ اساں بلڪل تيار ئي ناهيون. جيستائين اسان ايماندار انسانن جي پارٽي نٿا جوڙيون تيستائين نجات جي حقيقي راهه روشن نه ٿي

سگهندي. آزادي ۽ انقلاب جا دعويدار سائين جي. ايم. سيد جي هن پيشنگوئي تي به ٿورو ڌيان ڌرين ته. "سنڌ جي آزادي صالح عمل ماڻهو وٺندا. هو سادگي پسند هوندا. سادو کائيندا ۽ سادو پهريندا. خوف ۽ لالچ کان بالاتر هوندا. ذهين، ڏاها، اديب ۽ دانشور هوندا. سماجي ڏوهاري نه هوندا. بااخلاق ۽ باڪردار هوندا. نمائش پسند نه هوندا."

# اسين ڇا ٿا چاهيون؟

- ❖ سنڌ هڪ مڪمل آزاد رياست ۽ شاندار تاريخي تهذيب آهي، جنهن کان سنڌس اقتدار اعليٰ ۽ سمورا وسيلا ڦريا ويا آهن. جن جي بحالي اسان جي قومي منزل آهي.
- ❖ اسين نئون عوام دوست جمهوري سياسي نظام متعارف ڪرائڻ چاهيون ٿا، جنهن ۾ دولت ۽ طاقت جي زور تي عوامي نمائندگي واري چونڊ عمل جي حوصلا شڪني ۽ روڪٿام ٿي سگهي.
- ❖ اسين آزاد محنت جي بنياد تي نئون منصفاڻو انسان دوست اقتصادي نظام اڏڻ چاهيون ٿا، جنهن وسيلي بک، بيروزگاري، بدحالي ۽ سماجي اوچ نيچ جو انت آڻي سگهجي.
- ❖ اسين سمورا سياسي، سماجي، ثقافتي ۽ اقتصادي ادارا جمهوري ڪلچر ۽ سماجي انصاف جي بنيادن تي اڏڻ چاهيون ٿا، جيئن پوٽارڪي ڪلچر، آمراڻي ذهنيت ۽ استحصالي قوتن جو انت آڻي سگهجي.
- ❖ اسين سنڌ تي سنڌي قوم جي حق حاڪميت کي تسليم ڪندڙ سمورن فردن ۽ قوتن کي پاڻ منجهه سموئيندي ڪل سنڌ قومي سياست جا بنياد وجهڻ ٿا چاهيون تہ جيئن ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو واري استحصالي سياست جو انت آڻي سگهجي.
- ❖ اسين عورتن، مردن، ٻارن، ٻڍڙن ۽ نوجوانن جي سماجي احترام ۽ آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندي هڪ اهڙو آدرشي سماج اڏڻ چاهيون ٿا، جيڪو هر قسم جي غلامي ۽ متڀيد کان آجو هجي.
- ❖ اسين نئون عوام دوست آزاد عدالتي نظام قائم ڪرڻ چاهيون ٿا، جنهن تحت هر فرد لاءِ بنا ڪنهن فرق جي تڪڙي انصاف جي فراهمي ممڪن بڻائي سگهجي.
- ❖ اسين سنڌ جي فڪري ۽ تهذيبي ورثي کي عالمي ڀائيچاري، امن ۽ اجتماعي خوشحالي سان جوڙڻ چاهيون ٿا تہ جيئن هڪ اهڙي عالمگير سماج جي تخليق ۽ تعمير ممڪن ٿي سگهي، جتي هر فرد کي فڪر ۽ عمل جي مڪمل آزادي هجي.

- اسين عالمي ماحولياتي ۽ جيوت جي بچاءَ وارين ڪوششن، اوائلي تهذيبن، تاريخي ماڳن ۽ نسلن جي بچاءَ وارين تحريڪن جو حصو بڻجندي، سنڌ جي تهذيبي ورثي ۽ ماحولياتي تحفظ جي تحريڪ کي عالمگير انسان دوست تهذيب جو جز بڻائڻ چاهيون ٿا.
- اسين آزادي، امن، انصاف ۽ برابريءَ وارو سماج اڏڻ لاءِ جدوجهد ڪندڙ سمورين قومي ۽ بين الاقوامي تحريڪن کي سنڌ جي قومي جدوجهد جو اڻٽوٽ انگ سمجهون ٿا.

# سنڌ دوست رابطا ڪائونسل


Khotan River
Kabul
Harappan Culture
Indus
Mundigak
Jhelum
Chenab
Zhob
Quetta
Damb Sadaat
Mehrgarh
Ravi
Harappa
Sutlej
Rupar
Alamgirpur
Tsang po
Bhramaputra
Nal
Mehi
Kudwala
Lurewala
Kalibangan
Trekoe
Yamuna
Ganges
Black & Red ware
Mohenjo Darro
Kot Diji
Kulli
Nal
Amri
Chanhu Daro
Chambal
Ghaghara
Sotka Koh
Son
Ganges
Rann of Kutch
Harappan Culture
Gulf of Kutch
Lothal
Rangpur
Narmada
Bhagatray
Gulf of Khambhat
Mahanadi
Godavari
Arabian Sea
Black & Red ware
Black & Red ware
Krishna
Bay of Bengal
Harappan or Indus Valley civilization area contrasted to black and red ware distribution
Palk Strait
Gulf of Mannar
Indian Ocean

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽاٽائن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)